# ڏاهيون ڏک ڏسن

ڏاهپ جي ڏاتار سقراط جي سهيڙيل گفتگو

## افلاطون

## ڊاڪٽر گل



Roshni Book

ڪتاب جو نالو: ڏاهيون ڏک ڏسن
ليکڪ: افلاطون
سنڌيڪار: ڊاڪٽر گل
ٽيون ڇاپو: © روشني 2003ع
ڪمپوزنگ: حبيب قادر قريشي
روشني ڪمپوزرس،
گاڏي کاتو، حيدرآباد
ڇپيندڙ: فائين ڪميونيڪيشن،
گاڏي کاتو، حيدرآباد
ڇپرائيندڙ: روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو، سنڌ

قيمت: 100.00 روپيا

DAHYOON DUKH DISAN
(Philosophy/ Literature/ Translation)

Translation by: Dr. Gul
Composed by: Habib Qadir Qureshi
Roshini Composers, Gari Khata, Hyderabad
Printed by: Fine Communication,
Gari Khata Hyderabad, Sindh
Published by: Roshni Publication, Kandiaro
Third Edition © 2003

اسٽاڪسٽ

شاهه لطيف ڪتاب گهر، گاڏي کاتو، حيدرآباد
سنڌ بڪ ڪلب - لائين پار، نوابشاهه
ڪاٺياواڙ اسٽور، اردو بازار - ڪراچي
رابيل ڪتاب گهر - لاڙڪاڻو
رهبر بڪ اڪيڊمي، رابعہ سينٽر - لاڙڪاڻو
ڪتاب سپر مارڪيٽ، الرحيم هوٽل - لاڙڪاڻو
ڪتاب مرڪز، فيريئر روڊ - سکر
يونائيٽيڊ بڪ لينڊ، مهراڻ مرڪز - سکر
عزيز ڪتاب گهر، افغان سينٽر - سکر
نيشنل بڪ اسٽال، پنج گلو چوڪ - خيرپور ميرپورميرس
شاهه لطيف ڪتاب گهر، مين روڊ - راڻي پور

# ارپنا

سقراط جيان، سچ ۽ سوڀ جي ساپيان لاءِ، سر ڏيندڙ شهيد نذير عباسيءَ جي نالي!

* جنهن پنهنجي نالي کان سواءِ ڪجهه به نه ٻڌايو.
* جنهن تي فوجي وحشين، بي انتها تشدد ڪري، ڪيس نائين ڏهاڙي شهيد ڪري ڇڏيو.
* جنهن جو لاش دفنائڻ لاءِ وارثن حوالي نه ڪيو ويو.



افلاطون: سقراط جي ڊائيلاگن جو سهيڙيندڙ سندس پيارو شاگرد (مجسمو)





سقراط اسان جي سامهون

# ٻئي ڇاپي لاءِ ٻہ اکر

سچ پچ تہ مونکي اها پڪ هئي تہ "ڏاهيون ڏک ڏسن" ڪتاب، پبلشر محترم علي نواز گهانگهرو کي مور بہ موٽائي ڪونہ ڏيندو، ڇو تہ ڇپجڻ جي حوالي سان منهنجو نالو نئون هيو ۽ پيو تہ فلسفي جي موضوع تي ڪتاب، سو بہ فلسفي جي ابن، سقراط ۽ افلاطون جو - ۽ خود يونان جي فلسفي بابت اهڙ سنڌيءَ ۾ ڇپجندڙ پهريون ڪتاب هيو. پر پڙهندڙن، موٽ ان جي بلڪل ابتڙ ڏني، ۽ ڪتاب جون سموريون ڪاپيون ساڳئي سال ۾ ختم ٿي ويون، اُن مان ظاهر ٿئي ٿو تہ اسان جو سنڌي پڙهندڙ ۽ لکندڙ هينئر شعوري طور تمام گهڻو اڳتي وڌي چڪو آهي. هن کي ڪنهن وڏي ادبي نالي جي ضرورت آهي ۽ نہ ئي نعري بازي واري ادب جي. هو سنجيده موضوع پڙهڻ لڳو آهي.

پڙهندڙن جي انهيءَ موٽ مونکي اتساهہ ڏنو، ۽ مان افلاطون جي 'REPUBLIC' جو اڌ ڪتاب ترجمو ڪري ويس تہ ايتري ۾ سنڌالاجي پاران ان جو ترجمو "رعيتي راڄ" جي سري سان ڇپجي مارڪيٽ ۾ اچي ويو- ان ڪان پوءِ مان افلاطون جا ٻہ ٻيا مڪالما ترجمو ڪيا، جيڪي بہ روشني پبليڪيشن پاران 'دوستي' جي نالي سان ڪتابي صورت ۾ ڇپيا. اُن ڪتاب جون بہ باقي ڪي ڪاپيون، ڪن ڪتاب گهرن وٽ بچيون هونديون.

هينئر سقراط جو، زهر پيئڻ واري ڏهاڙي پنهنجي دوستن سان ڪيل ڪچهري، 'آخري ملاقات' جي نالي سان ڇپائيءَ لاءِ تيار آهي، جيڪو افلاطون جي مڪالمي 'PHEDO' جو ترجمو آهي. ان ڪانسواءِ 'سڌارٿ' جو اصلي انگريزي ايڊيشن تان، مڪمل ترجمو پڻ روشني پبليڪيشن وٽ ڇپائيءَ هيٺ آهي.

'ڏاهيون ڏک ڏسن' جي ٻئي ايڊيشن لاءِ هن ڀيري مان پاڻ ان جي مسودي کي پڙهيو ۽ پهرين ايڊيشن ۾ رهجي ويل ڪيترن ئي لفظن ۽ سٽن جو اظافو ڪري متن کي مڪمل ڪيو ۽ گهٽن هندن تان غير ضروري ۽ ٻنا ٻنا لفظ ڪٽيا اٿم، گڏوگڏ پهرين ايڊيشن جي پروف جي بہ ڪيترين ئي غلطين جي تصحيح ڪئي اٿم. اميد تہ هي نئون ايڊيشن، جيڪو هينئر ڪمپيوٽر تي ڪمپوز ڪيل ۽ نئين ٽائيٽل سان ڇپيل آهي، مهربان پڙهندڙن کي وڌيڪ مزو ڏيندو ۽ سهنجو لڳندو.

ڊاڪٽر گُل

ميڊيڪل آفيسر

سينٽرل جيل حيدرآباد

16 جولاءِ 1994ع

# گهڙيءَ پل جو سات...

● مون انگريزي جي ڇهن مختلف ڪتابن کي آڏو رکي، هي ترجمو ڪيو آهي ۽ ان کي وري وري اٿلائي پٿلائي، پنهنجي سمجهه آهر تصحيح ڪئي اٿم، پر پوءِ بہ عين ممڪن آهي تہ ترجمي ۾ ڪافي ڪوتاهيون رهجي ويون هجن. جن کي اوهان پڙهندڙ ئي صحيح ڪري سگهو ٿا. گڏوگڏ اهي خاميون جيڪي اوهان جي نظر کان گسي وڃن، پر حقيقت ۾ هجن سهي، مان انهن نشانبر ٿيل/ نہ ٿيل غلطين جو اڄ بہ ۽ هميشہ لاءِ ذميوار آهيان ۽ رهندس.

۽ مون سان ترجمي ۾ جنهن هڪ اکر جي مدد بہ ڪئي، مان ان جو بہ ٿورو مڃڻ ضروري ٿو سمجهان.

وڏي ۾ وڏو ٿورو مون تي خود سقراط جو، جيڪو ترجمي دوران مون سان ڪلندو ڳالهائيندو پئي هليو.

مان کهڙن لفظن سان ٿورو مڃان، سائين سوڀي گيانچنداڻيءَ جو، جنهن پنهنجي بيحد مصروف وقت منجهان ڪجهہ گهڙيون ڪڍي، هي ترجمو پڙهيو بہ، ڪجهہ لفظن جي تصحيح بہ ڪئي ۽ مهاڳ بہ چوندو ويو ۽ مان لکندو ويس. ڪامريڊ رڳو ڪامريڊ يا رڳو اديب نہ آهي، پر حقيقت هيءَ آهي تہ هو هڪ تاريخ آهي، انسائيڪلوپيڊيا آهي، جنهن ۾ سياست ۽ سائنس، ادب ۽ فن، ڏاهپ ۽ سهپ، مذهب ۽ ثقافت، انسانيت ۽ ماڻهپي جا مڙئي موضوع موجود آهن.

گهڻو ٿورائتو مان پنهنجي وڏي ڀاءُ منظور بلوچ جو جنهن مون کي هن ترجمي ڪرڻ جو ڏس بہ ڏنو، گس بہ ڏنو ۽ جڏهن مان ترجمي دوران اڪثر ڪڪ ٿي، ان کي اتي ئي ڇڏي ڏيڻ جو سوچيندو هيس تہ هو مون کي هيئن چئي همت پڏائيندو هو تہ: "اهو نہ وسار تہ تون دنيا جي ادب جو هڪ ڪلاسڪ ترجمو ڪري رهيو آهين".

منهنجو هڪ مهربان محترم "استاد" ڪليم الله لاشاري صاحب آهي، جيڪو اڳي اسسٽنٽ ڪمشنر ۽ هينئر سياحت ۽ ثقافت کاتو، حڪومت سنڌ

۾ ڊپٽي سيڪريٽري آهي. سندس مهربانيون به هن ترجمي ۾ شامل رهيون آهن.

پنهنجن صلاحن سان سنڌ لفظن جو انتخاب ڪري، ترجمي کي سهڻو بڻائڻ ۾، 'ڪِن' ماڻهن جي مدد هڪ 'مسڪين' ماڻهو، انتخاب شاهه به ڪئي.

ترجمي جي ٽائي سلسلي ۾ منهنجي اعانت، عنايت مگسي به ڪئي، ته ڊاڪٽر مظفر ڪوهارو ۽ غفار عباسي به.

مان 'ميگهه ملهار ادبي سنگت' لاڙڪاڻو جو به ٿورائتو آهيان، جتان مون کي ججهو حوصلو ۽ ڪوڙ صلاحون مليون.

گهڙيءَ پَل جو ساٿ، ڪنهن جو او سائين !
اسان موت تائين، وساريندا نه ناهيون.

- سنڌيڪار

# مهاڳ

سقراط جو موت 399ق-م ۾ وِهہ جو پيالو پيئڻ بعد ٿيو. وِهہ جي پيالي پيئڻ جي سزا اٿينس (يونان) جي 501 چٽن جي جرڳي طرفان اڪثريتي فيصلي سان ڏني وئي هئي. مٿس الزام هيو تہ هو نوجوانن ۾ بغاوت ۽ رياست طرفان مڃيل ديوتائن کان انڪار لاءِ اڪسائي رهيو هو.

سقراط انهن ٻنهي تهمتن کان انڪار نہ ڪيو ۽ ساڳئي وقت انهن تهمتن کي تسليم بہ ڪيو، پر هن پنهنجي بچاءَ ۾ وڏي عالمانہ انداز ۾ جيڪي چيو تنهن جو سار (حاصل مطلب) اهوئي ٿئي ٿو تہ جيڪي ڪجهہ هن ڪيو سو ڪو ڏوهہ نہ آهي. سقراط جي پنهنجي ويچارن جي بچاءَ ۾ ڪيل هي آخرين تقرير ادب، فلاسافي، منطق، فصاحت ۽ بلاغت جو هڪ شاهڪار آهي جنهن جي اهميت اڄ بہ قائم آهي ۽ رهندي. اڄ بہ ڏاهي کي پنهنجي دل جو خون ڏيڻو پوي ٿو. اڄ بہ ڏاهي کي ڪم ظرف ۽ جاهل ماڻهن طرفان موت جي سزا ملي ٿي. اڄ بہ ڏاهي کي گهڙي گهڙي، ڏينهن ڏينهن، سال سال، عذاب ۽ پيڙا ڀوڳڻي پوي ٿي، نہ صرف پنهنجي لاءِ، پنهنجن لاءِ، پر پورين قومن ۽ انسان ذات لاءِ.

سقراط جو ڪجهہ ڪيو ۽ چيو ان سان اڄ جي عالم ۽ ڏاهي کي جزوي يا مڪمل اختلاف ٿي سگهي ٿو. پر ان کان انڪار ڪونهي تہ سقراط پنهنجي ويچارن کي جنهن سنجيده ۽ سرل نموني ۾ پيش ڪيو ۽ ڏاهي جو اهو حق هميشه هميشه لاءِ ڇڪيو آهي تہ هو جنهن ڳالهہ ۾ ايمانداري سان وشواس يا اعتقاد رکي ٿو. اها ڳالهہ چوڻ جو، ان کي کلي طرح هرانسان آڏو پيش ڪرڻ جو، هن کي نہ صرف حق آهي پر هن جو فرض پڻ آهي.

تقريباً چوويهہ سؤ سال ٿي رهيا ۽ گذري چڪا آهن پر سقراط جي يونان جي چڱن مڙسن آڏو هيءَ دانهن، هيءَ تقرير، هيءَ شڪايت ۽ پنهنجي ويچارن کي بنا ڪنهن روڪ ٽوڪ پيش ڪرڻ لاءِ وڪالت اڄ جي دؤر ۾ بہ هڪ پڙاڏو آهي، جنهن جو جواب هن ڌرتيءَ تي اڄ بہ ڪيترن حڪومتن ۽ سلطنتن کي ڏيڻو پوندو. اڄ بہ انسان مجبور آهي، بي زبان رهڻ تي مجبور ڪيو

وڃي ٿو. پنهنجي ڏک ۽ پيڙا کي ظاهر ڪرڻ جي سزا ملي جي فتوئي ۽ مرتد جي سزا طور هن جي ڪنڌ تي ڪاتيءَ ۽ تلوار مثل لٽڪي رهي آهي. اڄ به سچ ڳالهائڻ جي سزا جيل، ڪوڙا ڪيس، موت، ڦاسي يا ڪنهن اونداهي گهٽ ۾ ڇُرو يا گولي جي صورت ۾ ملي ٿي.

سقراط پنهنجي بچاءَ ۾ پڇي سگهيو پئي، معافي وٺي سگهيو پئي يا جلاوطني قبول ڪري يونان جي ٻي ڪنهن رياست ۾ وڃي سگهيو پئي. پر هن انهن سڀني بچاءَ جي صورتن کي رد ڪيو. سزا کان بچڻ کان انڪار ڪيو. سقراط ائين ڪندي پاڻ ۽ پنهنجي ويچارن کي امر ڪري ڇڏيو پر 501 مفتن منجهان انهن جو نالو تاريخ جي ورقن ۾ قائم ڪونه رهيو جن سقراط کي وهم جو پيالو پيئڻ جي سزا ڏني.

سچ سدائين جيئندو ۽ ڪوڙ نيٺ فنا ٿيندو ۽ ان کان وڌو سچ تڏهن ۽ اڄ اهوئي آهي ته هر انسان کي پنهنجي راءِ آزاديءَ سان پيش ڪرڻ جو حق آهي، نه صرف حق آهي پر فرض آهي ته سچ جو پرچار ۽ تبليغ ڪري. اهي جيڪي سچ کان ڊڄا ٿي انهن جو نالو ۽ نشان به باقي ڪونهي ۽ جن سچ جي تبليغ ڪئي سي اڄ به دنيا جي چوٽيءَ جي ڏاهن ۾ شمار ٿين ٿا.

يورپ ۽ ايشيا جو ڪو مذهب، ڪو فلسفو، ڪو نظريو ڪونهي جنهن سقراط جي ويچارن مان فائدو نه ورتو هجي. ڪنهن زماني ۾ منطق ۽ فلسفو جن کي اسلام جي اوائلي عالمن غزاليءَ ۽ ٻين يونان جي فلسفي کان مستعار (اڌارو) ورتو هو سي هر ديني مدرسي ۾ لازمي مضمون طور پاڙهيا ويندا هئا ۽ شايد اڄ به پاڙهيا ويندا آهن.

سقراط پنهنجي گهر ٻار، خاندان جي سک چين کان بي نياز رستي ويندي هر نوجوان کي پڪڙي سائنس علم، فلسفي، ادب، تاريخ، سياست، سچ ۽ ڪوڙ جي نظرين تي بحث ڪندو هو. هن جي اردگرد پڙهيل اميرزادن جو گهيرو رهندو هو. ڪي ڪيس پنهنجي بينڪ تي دعوت ڏئي سڏائيندا هئا ۽ ڪي وچ بازار ۾ بيني سائنس مناظرو ڪندا هئا. بهرحال هو سچو ڏينهن ۽ سمورو وقت انهيءَ ظلل کي سڏ ڏيندو وتندو هو، جنهن لاءِ دنيا ڀر جي ڏاهن سنو آهي ۽ اڄ به سهن پيا. رات جو دير دير سان جڏهن هو گهر موٽندو هو ته اڪثر سندس گهر واري ٽڪجي چور ٿي سمهي چڪي هوندي هئي ۽ وقت تي

در لاهڻ کان انڪار ڪندي هئي. سقراط پنهنجي زال جون جهٽڪون ۽ دڙيون سهي، صبح جو وري پنهنجي ڪار سان نڪري ويندو هو ۽ ساڳيا لاتون ساڳيا چڱهه . اهوئي سقراط، اهي فلسفي جا شاگرد، اهي علم جي وڻ پرائڻ وارا اميرزادا هن جي اردگرد گڏ ٿي ويندا هئا ۽ انهن شاگردن ۾ افلاطون، ارستوڊيمز، ڪريٽو ۽ فيڊو شامل هوندا هئا.

اسان لاءِ سقراط اڄ به هڪ زنده حقيقت آهي. شاهه عنايت، شاهه لطيف، سچل سرمست ۽ اڄوڪي دؤر ۾ اسان جا شاعر، اديب ۽ سوچيندڙ اهوئي چئي رهيا آهن جنهن لاءِ سقراط زنده رهيو. ڪم ڪيائين ۽ مئو. اسان جا ڏاها پنهنجو ڪيس ايتري خوبصورتيءَ ۽ لاغرضي سان پيش ڪندا رهيا آهن جنهن سان سقراط، منصور ۽ سرمد پنهنجو ڪيس پيش ڪيو. سقراط، منصور ۽ سرمد، شاهه عنايت، شاهه لطيف، سچل ۽ سامي اسان جي وجود جو حصو آهن ۽ اسان جا ڏاها انهن جي تسلسل کي برقرار رکندا اچن. ممڪن آهي ته اڄوڪي هل هلان جي دؤر ۾ ڪو انهن کي ٻڌي نه ٻڌي، پر انهن نظريات جي اهميت ۽ حقيقت کان انڪار ٿي نه ٿو سگهي. سچي لاءِ اڄ به وهه جو پيالو آهي، سڏڪي سڏڪي جيئڻ آهي ۽ عذاب سهي مرڻ آهي. پر ان ۾ شڪ ڪونهي ته فتح نيٺ سچ جي ٿيندي. باطل کي هر قدم، هر جڳهه تي شڪست ملي رهي آهي ۽ انسان ان ڏاهپ جي دؤر ۾ داخل ٿي چڪو آهي، جتي دُور افق تي، اونداهي مان روشنيءَ جا ڪرڻا ڦٽي رهيا آهن ۽ انسان پنهنجي بيبڻ ۽ بانبڙا پائڻ واري ڏؤر مان نڪري پنهنجي ٻن پيرن تي بيهي اوچي ڳاٽ اهو اعلان ڪري رهيو آهي ته انڌڪار ۽ اونداهي قوتون ناس ٿي رهيون آهن. سچ اُبري رهيو آهي ۽ نيٺ فتح سقراط ۽ انسانيت جي ٿيندي.

سقراط جنهن بي فڪر نموني ۾ سزا کي قبول ڪيو، ان مان هن جي جمهوريت لاءِ عزت جو واضح ثبوت پڻ ملي ٿو. جيتوڻيڪ هن جي وضاحت مان صاف ظاهر آهي ته هو پنهنجي سر پنچن سان اختلاف ڪري ٿو ته به انهن جي راءِ جو احترام ڪندي، انهن طرفان ڏنل سزا کي قبول ڪري ٿو. ظاهر آهي ته ان دؤر جي يونانين ۾ جمهوريت يعني راءِ جو حق صرف شرفاءُ کي هيو ۽ غلامن کي راءِ جو حق نه هيو، پر ان مان جوري سسٽم جا اهڃاڻ ملن ٿا. ته ان وقت جا ڏاها پنهنجي برابر شهرين جي راءِ جي ڪيتري عزت

ڪندا هئا. اختلاف ڪندي به اڪثريت جي راءِ کي تسليم ڪيو ويندو هو. اسان جا ڪيترا معاشرا اڄ به ان بنيادي حق کي تسليم نه ٿا ڪن ته اقليت يا ٿورائي وارن جي راءِ اهم ضرور آهي پر اڪثريت يا گهٽائي وارن کي مجبور نه ٿو ڪري سگهجي ته هو پنهنجي راءِ کي ريتي، ٿورائي وارن جي فيصلي کي مڃين. ٿورائي وارن ته نهيو پر هڪ عالم جي راءِ جو احترام ڪرڻ اسان کي يونانين سيکاريو.

جيڪو ڪم سقراط جتي ڇڏيو، ان کي افلاطون ۽ ارسطو اڳتي وڌايو. پر اها حقيقت نه وسارڻ گهرجي ته افلاطون ۽ ارسطو ٻئي حاڪمن آڏو مقبول ٿي چڪا هئا ۽ هنن جو درجو اسٽيٽ فلاسافرس وارو هيو. سقراط ان لحاظ کان هڪ يگانو شخص هيو جنهن پنهنجي دؤر ۾ تاغوتي قوتن کي للڪاريو قبوليت ۾ هاڪار نه ڪيائين ۽ وهُ جو پيالو پي هميشه هميشه امر شهيدن جي قطار ۾ مٿانهين جاءِ ماڻي ويو.

سچ وڏو ڏوهاري آهي،
روزِ اول کان پڪڙيو ويو آ،
زنجيرن ۾ جڪڙيو ويو آ،
ڳولي ڳولي ماريو ويو آ،
ڪڏهن زهر پيئاريو ويو آ،
ڪڏهن ڦاهي چاڙهيو ويو آ.

هي ترجمو ايڏو ته سنو، سهڻو ۽ خوبصورت سنڌي ۾ هڪ نوجوان شاگرد ڊاڪٽر طرفان ڪيو ويو آهي، جنهن لاءِ سنڌس ساراهه ۾ به اکر چوڻ کان رهي نه ٿو سگهجي. هڪ مشڪل فلسفياڻو منطق ۽ سياست تي عالماڻو وعض يا تڪرار جنهن سولي سلوڻي ۽ آسان سنڌيءَ ۾ ڳُل ترجمو ڪيو آهي تنهن لاءِ هن ڪيرون لهڻيون.

1- سيپٽمبر 1989ع
لاڙڪاڻو

سوڀو گيانچنداڻي

# سقراط، سچ، ڪوڙ ۽ مان

سقراط- 'فلسفي کي آسمان تان لاهي زمين تي آڻيندڙ'؛ 'اٿينس جو عقل ۽ دليل سان پيار جو مثال'؛ ڏاهپ ۽ فلسفي جو سچي عمر لاءِ پڌو عاشق- سقراط - 470 ق-م ۾ اٿنيس، يونان ۾ ڄائو. سندس پيءُ جو نالو سوفرونسڪس هيو، جيڪو سنگتراش هيو. سندس ماءُ جو نالو فينريٽي هيو، جيڪا دائپو ڪندي هئي. ڪيس هڪ ماٽيلو ڀاءُ به هيو، جنهن جو نالو پٽروڪلس هيو. هن جي شادي لڳ ڀڳ 50 ورهين جي عمر ۾ ٿي. سندس زال جو نالو زينٽپي هيو. ڪيس ٽي پٽ ڄاوا، جن جا نالا ليمپروڪلس، سوفروڪنسڪس ۽ مينڪسينس هئا. جن مان ننڍو پٽ سندس موت وقت اڃا ٻالڪ هيو. ارسطو مطابق سندس ٽئي پٽ بيڪار/ تيج ثابت ٿيا.

شروعات ۾ هن (سقراط) به پنهنجي پيءُ وارو پيشو اختيار ڪيو. چيو وڃي ٿو ته اٿينس شهر منجهه، نمائش ۾ سقراط جا تراشيل مجسما به ڏيکاريا ويندا هئا. نوجواني واري عمر ۾ هن سائنس جي اڀياس ڏانهن به چاهه ڏيکاريو. ڌرتي جي سڌي فرش ۽ گول هجڻ وارن مختلف مفروضن/ علمن کي جاچيو هئائين. هو زينو فون جي حسابي پُڄهارتن کان به واقف هيو. سندس ٻه مشهور شاگرد افلاطون ۽ زينوفون ان ڳالهه تي متفق آهن ته هو جاميٽري ۽ ستارن جي علم جو چڱو خاصو ماهر هيو. پر تن ڏينهن ۾، فطري طور، گهٽ سماجي ۽ سائنسي ترقي ڪري ڪيس سائنس رڳو مونجهارن ۽ ڳجهن جو ڳنڍيو نظر آئي. هن سوچيو ته ان کان وڌيڪ اتم جاڪوڙ ۽ ڪاوش ڪا ٻي آهي جيڪا ڪرڻ گهرجي: انسان، ان جي شعور، گڻن ۽ زندگي بابت ڄاڻ علم، ۽ سقراط باقي عمر بس انهيءَ ڪرت سان لڳو رهيو. هو هڪ دفعو ڪائونسلر/ سينيٽر به رهيو. اٿينس جي فوج ۾ سپاهي طور مهمن ۾ حصو ورتائين. اٽڪل 70 سالن جي عمر ۾ مٿانئس هيٺين الزامن هيٺ مقدمو هليو.

1- هو نوجوانن جي ذهن کي بگاڙي ٿو.

2- هو انهن ديوتائن کي نه ٿو مڃي، جن کي رياست مڃي ٿي، پر ٻين نون ديوتائن کي مڃي ٿو.

399 ق-م ۾ ’لادينيت‘ جي ڏوهہ ۾ متس اهو مقدمو بس هڪڙو ڏينهن هليو، ۽ ڪيس ڏوهي قرار ڏئي، موت جي سزا ٻڌائي ويئي. سزا طور، زهر جو پيالو، ڪيس پنهنجن هٿن سان پيئڻو پيو.

سقراط، پاڻ ڪجهہ بہ نہ لکيو. سندس سمورا ويچار هن جي هڪ پياري شاگرد افلاطون لکيا. اصل ۾ استاد ۽ شاگرد وارو اهو رشتو جيئن اڄ آهي، اهڙو معاملو سقراط سان نہ هيو. هن ڪڏهن بہ سافسٽن وانگي، خانگي طور في جي بدلي ڪونہ پڙهايو. سو شاگرد لفظ ان معني ۾ نہ سمجهڻ گهرجي ۽ منهنجي خيال ۾ نہ ئي اهو لفظ استعمال ڪرڻ گهرجي. مان ان ڪري ’شاگردن‘ جي بدران، سندس ’چاهڻ وارا‘ چوندس ۽ لکندس بہ، انهن لاءِ جيڪي اڪثر سائس سنگت ۾ ساڻ رهندا هئا. افلاطون جون لکٿيون ’مڪالمن/ گفتگو‘ جي صورت ۾ اسان وٽ موجود آهي ۽ اهي دنيا جي بهرين صف واري ادب ۾، شاهڪار طور شمارجن ٿا.

اميراڻو ٻار افلاطون، سقراط کان 40 سال ننڍو هو. لڳي ٿو تہ هو ننڍي هوندي کان ئي سقراط کان واقف ۽ هن سان واسطي ۾ رهيو هوندو. چوتہ سندس مامو ڪارميڊس ۽ چاچو ڪريٽياس، ان وقت کان وٺي، سقراط وٽ ايندڙ ويندڙ ۽ هن جا واقفڪار هئا، جڏهن افلاطون اڃا ڄائو بہ نہ هيو.

ڊگهي بحث ۾ پوڻ کان سواءِ ئي اها هڪ مڃيل حقيقت آهي تہ افلاطون هڪ خيال پرست فلسفي هيو. هاڻي سقراط جي باري ۾ وري مان اها راءِ نہ ڏئي سگهندس تہ ڪو هو مادي پرست هيو. سقراط خيال پرست بہ نہ هيو. افلاطون بيشڪ هيو. سقراط DIALECTICIAN هيو، RATIONALIST هيو. هو اِنڌو عقيدي پرست نہ هيو، پر عقل ۽ دليل جي بنياد تي هر ڳالهہ رکندو بہ هيو ۽ مڃيندو بہ هيو، ۽ ان ڪري ئي ڪيس موت جي سزا بہ ملي.

بهرحال، ڳالهہ افلاطون جي هلي پئي. افلاطون کي ترجمو ڪندڙ عالم/ اديب/ تاريخدان ان تي متفق آهن تہ افلاطون اهڙيون ڳالهيون بہ سقراط جي واتان چورايون آهن، جيڪي اصل ۾ سندس پنهنجا ويچار هئا. ۽ وري ڪن ڳالهين جا بنياد تہ هن سقراط کان ورتا، پر انهن کي ايترو وڌايائين جو آخر اهي متجي پئي ويا. گڏوگڏ ٻيا سبب بہ آهن. افلاطون جو هڪ مترجم

ٽريڊينڪ لکي ٿو: ’اسان کي اها خبر آهي ته آڳاٽي جڳ ۾ ڏاهن ماڻهن جا پوئلڳ يا شاگرد پنهنجون لکڻيون اڪثر ڪري، پنهنجن استادن ڏانهن منسوب ڪندا هئا. ان ۾ سندن بدنيتي يا بي خيالي شامل نه هوندي هئي، پر ان ۾ سندن نيڪ جذبا ۽ محبتا موجود هوندي هئي ته جيئن انهن مضمونن جي مصنفيت مستند ليکي وڃي‘.

انهن ڳالهين مان نه اهو ظاهر ٿئي ٿو ۽ نه ئي اهو سمجهي ويهڻ گهرجي ته افلاطون جي لکڻين ۾ سقراط جا ويچار بلڪل نه، پر رڳو افلاطون جا پنهنجا آهن. سقراط جي سوچ ۽ لوچ جو بڻ بنياد ڇا آهي، جڏهن اها اسان کي خبر ئي آهي ته پوءِ افلاطون جا مختلف مڪالما ڏيان سان پڙهڻ سان اسان کي اهو اندازو بلڪل ٿي ويندو ته افلاطون پنهنجي فلاڻي ڳالهه سقراط واتان چورائي آهي. ٻي ڳالهه ته سقراط ۽ سندس سوچن ۽ ويچارن جي تصديق سندس هڪ ٻئي چاهڻ واري- زينوفون وٽان به ٿئي ٿي. اهو افلاطون وانگي وڏو دانشور ڪونه هيو، پر هڪ سنئون سڌو ماڻهو هو جنهن سقراط جون يادگيريون ۽ سندس گفتگو پنهنجي ڪتاب ’ساروٽيون‘ ۾ قلمبند ڪيون آهن، ۽ گروٽي چوائي ته اسان جا ’اهي ٻه يلا ياڳ ته هن (سقراط) بابت اسان جا ٻه شاهد، جيڪي ٻئي پنهنجي ذاتي ڄاڻ جي بنياد تي ڳالهائن ٿا، سي ايتري گهٽي حد تائين پاڻ ۾ متفق آهن‘.

گروٽي جي ئي چوائي ’اپالاجي محفوظ ترين مڪالمن منجهان هڪ آهي‘. ’ڏاهيون ڏک ڏسن‘ ۽ ’پيار‘ به اهڙائي ڊائلاگ آهن، جن کي سُرت سان پڙهڻ سان، سقراط، اسان آڏو چٽو ٿي اچي ٿو.

’ڏاهيون ڏک ڏسن‘، سقراط جي عدالت ۾ ڪيل تقرير آهي. جنهن ۾ هو پنهنجي ويچارن جي حقيقت پڌائي ٿو ۽ ائين پاڻ تي لڳل الزامن جي وضاحت ڪري ٿو. هو پنهنجو بچاءُ نه ٿو ڪري. هن پنهنجي سڄي تقرير ۾ معافي به نه ورتي آهي، سبب: هو جنهن ڪرت سان سڄي عمر رهيو آهي، تنهن کي ڏوهه سمجهي ئي نه ٿو ۽ جڏهن ڏوهه ڪيوئي نه اٿائين ته پوءِ معافي ڇاجي؟ هن ته اٿينس وارن سان ڀلائيءَ جو ڪم ڪيو آهي، جو کين سجاڳ ڪري سچ کي سمجهڻ لاءِ ڪوشش ورتي اٿائين. ڪيس ته ويتر انعام ملڻ گهرجي. ’معززو! موت ۾ مان ڀلا ڪهڙي سزا تجويز ڪيان؟ ظاهر آهي جنهن

جو مان لائق آهيان... انعام جو... منهنجي لاءِ اهو انعام وڌيڪ مناسب آهي. پرائيٽيمنيم ۾ مفت طعام ۽ قيام...'

سقراط کي ان کان انڪار آهي ته هو ڪو سنو مقرر آهي. ۽ هو هڪ وضاحت ڪري ٿو. 'ها جيڪڏهن مقرر مان سندن مراد سچ ڳالهائيندڙ جي آهي ته پوءِ مان هڪ سنو مقرر آهيان.' ۽ جيئن ته ڪيس 'پنهنجي مقصد، دڳ ۽ ويچارن جي سچائي ۾ يقين آهي.' سو اوهان ڪانئس 'صرف سچ ئي ٻڌندؤ.' اهو پنهنجي ويچارن جي سچائي ۾ يقين، هن کي جنون جي ڪيفيت تائين پهچايو ڇڏي ٿو. ڪيس گهر ۾ ٽڪاءُ ڪونهي. شاهه لطيف سندس افعال ڏسي چوي ٿو 'مون ڪاهوڙي لکيا، گهرين نه گهارين'. پڙهه ڦٽي ٿي، ڪوري شڪار تي چڙهي ٿو، ۽ پوءِ 'سندس سچو ڏينهن بازار، گهٽين، رستن ۽ اڪاڙي/ ڪثرت گاهه ۾ گذري ويندو هو. جيتوڻيڪ هو اڪثر اهڙن نوجوانن جي سنگت ۾ رهندو هو، جيڪي گُڻن ۽ خصلتن جا مالڪ هوندا هئا، پر هو اوتري ئي چاهه سان سياستدانن، شاعرن ۽ ڪاريگرن سان به. انهن جي ڪرت ۽ ڌنڌي بابت، سندن پسنديده موضوع تي بحث مباحثو ڪندو هو.' هو ائين ڇو ڪندو رهيو؟ ڇوته هن جي سمجهه مطابق 'اها انسان لاءِ وڏ ۾ وڏ سٺي ڳالهه هوندي ته هو روزانو گڻن، خصلتن ۽ ٻين اهڙين شين بابت بحث مباحثو، جستجو ڪندو رهي.' ڇو ته هن جي نظر ۾ 'بنا جستجو جي، زندگي بيڪار آهي.' ۽ هن ويچاري جو، هن زندگي، هن حياتي، هن دنيا ۾ کيل پنهنجي جستجو مان به پيٽ نه ڀريو آهي. هو انهيءَ تي اڪتفا نه ٿو ڪري، ۽ موت کان پوءِ به انهيءَ کي جاري رکڻ جي سَڌ اٿس: 'ع منهنجي لاءِ سڀ کان اهم، سٺي ۾ سٺي ۽ خوشيءَ جي ڳالهه اها ته مون کي ان دنيا ۾ به اهڙو موقعو ملندو جو مان پنهنجي جستجو جاري رکندي، اتي به ماڻهن کان آڏي پڇا ڪري، سندن امتحان وٺان ۽ کين پرکيان ته انهن مان کهڙو حقيقت ۾ ڏاهو آهي ۽ کهڙو ڏاهپ جو ڍونگ رچايون وينو آهي پر حقيقت ۾ ڏاهو آهي ئي ڪونه...' پر ان ۾ مسئلو رڳو هي آهي ته جيڪڏهن واقعي ڪيس، مري وڃڻ کان پوءِ اهڙو موقعو ملي. ڇوته ماڻهو ائين چون ٿا، پر هن کي پاڻ کي پڪ نه آهي. 'جيئن اسان کي ٻڌايو ويو ٿو، جيڪڏهن ائين سچ به آهي ته سڀ مري ويل اتي موجود هوندا.' شَڪَ- انڌو عقيدو نه، پر- شَڪُ، شروعات آهي سچائي تائين

پهچڻ جي، جي اهڙي نيت به آهي. مارڪس چيو: ’هر شيءِ تي شڪ جي نگاهه وجهو‘ گورباچوف چئي ٿو: شڪ ڪرڻ سنئي ڳالهه به ڪونهي، پر جيستائين شڪ نه ڪبو، سچائي تائين پهچي نه سگهبو. ڇوته ان طريقي سان ئي ڪنهن شيءِ جي مختلف رُخن تي سوچ ويچار ڪري، حقيقتن تائين پهچي سگهجي ٿو، يقين ڪرڻ ۽ ايمان آڻڻ کان اڳ ۾. شڪ ۽ يڪ جي وچ ۾ هڪ فاصلو آهي، جيڪو طئي ٿيڻ کپي. سقراط به شڪ کان شروعات ڪري ٿو، پنهنجي هر جستجو جي، صرف ان لاءِ ته سچ/ حقيقت تائين پهچي. ۽ ڏسو ته سهي ته پنهنجي شڪ ۽ جستجو جي شروعات ڪري ڪتان ٿو؟: ’ديوتا جو ان مان ڇا مطلب آهي؟... ڇو ته مون کي پاڻ کي پوري رينت خبر آهي ته مان بلڪل ڏاهو نه آهيان. پوءِ به هن جي ان چوڻ جو مطلب ڇا آهي ته مان سيني ماڻهن کان ڏاهو آهيان.‘ ’مون سوچيو ته ڪنهن اهڙي ڏاهي کي ڳولي هٿ ڪيان، جيڪو مون کان وڌيڪ ڏاهو هجي ۽ رڳو ائين ئي مان ديوتا کي ڪوڙو ڪري سگهان ٿو.‘ سچ لاءِ سَڌ، سِڪ، جستجو ۽ سرڪشي جي اها انتها ۽ اوچائي آهي. ان کان وڌيڪ بلندي ڪا ٻي؟

مارڪس چيو: ’فلسفياڻي جاچ جوچ جي پهرين ضرورت هڪ جرئتمند ۽ آزاد سوچ ۽ ذهن جي آهي.‘ ۽ سقراط هَر شيءِ بابت وڏي جرئت ۽ دليري سان پنهنجي هڪ راءِ رکي ٿو. ۽ هن جو وري پنهنجو هڪ انداز به آهي. هو هڪ اشارو ڏئي ٿو– جنهن جي آڏو بس سوال جي نشاني آهي. چئي ٿو: ’موت ٻن شين منجهان هڪ آهي: يا ته موت نيستي/ نابودي آهي ۽ مُئي کان پوءِ ڪجهه به نه آهي... يا وري جيئن ماڻهو چون ٿا ته مون کان پوءِ روح هن جهان کان ٻئي جهان ڏانهن هليو وڃي ٿو.‘ اوهان پاڻ سوچيو سمجهيو، مان ڪجهه نه چوندس. ’نه‘ چئي تي جاڻ ڪي. ’مان رڳو اهو ٿو ڄاڻان ته مان ڪجهه نه ٿو ڄاڻان.‘ هو چئي ٿو. ۽ وري پوءِ هي اڻڄاڻ، اڻڄاڻ ئي رهڻ به ته نه ٿو چاهي. ’مان ڄاڻڻ لاءِ ڪوشان آهيان.‘ ۽ سچ ڄاڻڻ لاءِ اها لوڙ ولوڙ ۽ لڇ پڇ ڪيس ڇا تي ڏئي؟ اهوئي جيڪو اهڙن جنوني ۽ مستن کي ملندو آ– الزام– پاڻ ئي ته ٻڌائي ٿو: ”اڳ ۾ ئي تهيل تڪيل الزام، جيڪي سيني فلسفين لاءِ هميشه کان تيار ٿيا پيا هوندا آهن.“ ’آسمان جي اوچاين ۽ ڌرتي جي گهراين ۽ ڳجهن ۾ هٿ ٿو هڻي‘ ’خدائن کي نه ٿو مڃي‘ اسان تي الزام،

آندا جڳ جيئڻ جا- پر اهڙن الزامن کان پوءِ به سقراط کو مڙيو ٿو- رکجي ٿو. نـﮧ. بلڪل نـﮧ. جيستائين منهنجي سسيءَ ۾ ساهه ۽ جسم ۾ جان آهي تـﮧ پنهنجي ويچارن ۽ فلسفي جي پرچار کان موروُن نـﮧ مڙندس... پلي پوءِ مون کي انهيءَ ڪري هڪ نـﮧ پر سؤ ڀيرا مرڻو پوي."

متي اتي منهنجي، جي ڪوڙين هون قلپار،
تـﮧ واريو واريو وڍيان سِسيءَ کي سو وار.

پلا هن کي خبر نـﮧ هئي ڇا تـﮧ هن جي انهين ڪرڻ سان ڇا ٿي رهيو آهي. برنارڊشا چوي ٿو: هن کي اها سڌ نـﮧ رهي تـﮧ ائين ڪندي، هن پنهنجي لاءِ ڪيڏي نـﮧ دشمني ڪئي هئي... ۽ جڏهن سقراط 70 سالن جي عمر ۾ بـﮧ ايڏو اڻڄاڻ ۽ معصوم هيو تـﮧ پوءِ تصور ڪيو تـﮧ جون آف آرڪ 17 سالن جي هوندي ڪيڏي نـﮧ معصوم هوندي...- پر منهنجي خيال ۾ تـﮧ جون آف آرڪ کي بـﮧ خبر هئي تـﮧ سندس الهامي آوازن جو نتيجو ڇا نڪري سگهي ٿو. شهيد نذير بـﮧ ڄاتو پئي تـﮧ هن کي سندس وابستگي ڪيستائين پهچائي سگهي ٿي. سقراط کي بـﮧ سڌ ۽ سرت هئي: جيتوڻيڪ سمجهيم پئي تـﮧ ائين ڪندي، مون پنهنجي لاءِ وڏي دشمني پيدا ڪري ورتي آهي، "مان جنهن ڄاتي واٽ هڪ خاموش ۽ نڪمي زندگي نـﮧ گذاري آهي." هن کي اهڙي سرڪشي جي نتيجي ۾ سزا جي پڪ هئي: "لاشڪ اهو ائين ئي ٿيڻو هيو." پر سچ کي ڇا ڪجي؟- جنهن جي من ۾ ڪاٽ هئي ٿو. تنهن جو سارو چين ڪٽي ٿو- ۽ لطيف چئي ٿو:

اڻ ڪئي عيان نـﮧ ٿئي، ڪئي پروڙين ڪَون،
سچي جيهي سونَ، منهن نـﮧ پئي ماڙوهين.

سچل چئي ويو:

ماٺ ڪريان تـﮧ مشرڪ ٿيان، ڪچان تان ڪافر.

بس دير ڇا جي- مٿس الزام لڳو "لاديني" جو. "سقراط جي اها ڪوشش تـﮧ پنهنجا وينچار بجاءِ خدا جي مرضيءَ جي بنيادن تي، عقل ۽ سبب جي بنياد تي ۽ دليلن سان ثابت ڪري، تنهنجو اهو نڪتو تـﮧ هن جي فلسفي کي آقائن پاران تنقيد جو نشانو بڻجڻو پيو ۽ کيس زهر جو پيالو پيڻو پيو. حڪمران طبقي جي نمائندن، انهيءَ آڳاٽي وقت ۾ بـﮧ اهو ڄاتو پئي تـﮧ سبب ۽

تنقيدي سوچ. سندن خلاف هڪ طاقتور هٿيار بڻجي، اڳواٽي ڪري سگهي ٿي.“ چوڻ سقراط اهو به چيو پئي ته (زينوفون اسان کي ٻڌائي ٿو) ته ’حقي واجبي بادشاه يا حڪمران اهو ماڻهو نه آهي، حڪمراني ڪرڻ جي سَندي عَصا جنهن جي هٿ ۾ هجي- نه ئي اهو جنهن کي چند نيچ قسم جي ماڻهن ڪٽي چونڊيو هجي- نه ئي اهو جنهن عهدو ڪُٽي جي ذريعي ماڻيو هجي- ۽ نه ئي اهو جنهن پنهنجو پاڻ کي ٺڳي يا ڏاڍ جي بنياد تي، عوام مٿان پاڻ ٺاڦيو آهي؛ پر رڳو اهو جنهن کي اها ڄاڻ آهي ته منصفاڻي حڪمراني ڪيئن ڪجي.‘ ۽ وڏيڪ اهو به ته هن يار ’پنهنجي روزمره جي بحث مباحثي ۾ ويندي اٿينس جي وڏ کان وڏ طاقتور (سياسي) ماڻهن کي به نه بخشيو هو... سقراط پنهنجو پاڻ کي اٿينسي جمهوريت لاءِ ناپسنديده شخص بڻائي ڇڏيو هو... هو چند فردن جي رعايتن ۽ مخصوص مفادن جو حمايتي نه هيو.‘ نتيجو اهو نڪتو ته تنقيد ڪونه وڻي. سچ پسند نه آيو. ڇو ته تنقيد/ سچ ڪوڙو ٿيندو آهي (۽ خود تنقيد به-) سچ وڏو ڏوهاري آهي ۽ جنهن جي به ان سان ياري تي آهي، تنهن کي ڇڏيو نه ويو آ- روزِ اول کان وٺي اڄ تائين- سقراط کي به سنو نه ويو ۽ وڏي ڳالهه ته سقراط خود ان سلسلي ۾ ڪيڏو نه CLEAR - HEADED آهي: ’نه ئي ميليٽس، نه ئي اينيٽس، پر دنيا جي دشمني، حسد ۽ گلا جيڪا ڪيترن ئي سٺن انسانن لاءِ موت جو فرشتو بڻي آهي ۽ شايد اڃا به ڪيترن جي لاءِ بڻجي؛ اهو انديشو به نه اٿم ته مان ڪو سندن آخري شڪار آهيان.‘

سقراط کان وٺي نذير عباسي تائين- برونو هجي يا بلاول، سرويٽس هجي يا منصور، جان آف ليڊن هجي يا جون آف آرڪ، سرمد هجي يا انتونيو گويرا ڊي لاسرنا (چي گويرا)- سيني سچ جي ڇڙهتي/ سوري لاءِ سِر ڏنو. سچ مرندو ناهي، امر هوندو آهي. اها سيني کي سَڏي پڪ هئي. سقراط کي به هئي. ’مان هنن کي ڪيئن يقين ڏياريان ته مئل ماڻهو مان نه هوندس... هنن کي ائين چوڻ نه ڇڏجو ته ڪو سقراط کي پوري رهيا آهيو... پيارا ڪريٽو! رڳو ائين چئو ته توهان منهنجو جسم دفنائي رهيا آهيو.‘

بلهه شاه اسان مرنا ناهين
گور پيا ڪوئي هور

’سقراط جو موت ساڳئي وقت دنيا ڏانهن هڪ نئين رخ جو جنم هيو،

جنهن جو بنياد قسمت ۾ انڌي عقيدي ۽ خدا پاران احتساب جي خوف جي بنياد تي نه، پر ڄاڻ جي بنياد تي رکيل هو.“

سقراط سچ جو Symbol آهي. سچ سقراط ۽ سقراط سچ آهي. سچ امر آهي. سقراط امر آهي.

---

پيار/ محبت/ عشق ڇا آهي؟ پڪ ڄاڻو مون کي اڄا تائين خبر نه پئي آهي. بهرحال هر دؤر ۾ اهو عنوان بحث ۽ دلچسپي جو موضوع رهيو آهي، خاص ڪري نوجوانن ۾. ان ڪيفيت کي ڇا چئجي، جڏهن ننڍڻ اُس ۾، ٽاڪ منجهند جو جهولو به جهولو نه پر ٿڌڙي هير محسوس ٿئي ۽ وري چنڊ جي ٿڌي مٺي، اڇي ڪير جهڙي چانڊوڪي به اهڙي آنڌمانڌ، اٿل پٿل، لڇ پڇ پيدا ڪري، تڙپائي، جلائي ڄڻ اهو چنڊ نه پر سج هجي، جيڪو ساڙيندو هجي.

توهان سان ڪڏهن ائين ٿيو آهي ته ڪنهن جي موجودگي/ ويجهڙائي، توهان جي دل ۾ لرزش پيدا ڪري، جيئن صبح جي هير جو جهوٽو، واهه جي ڪڙ تي بيٺل ڪانهه جي ٻوڙي ۾ لرزش پيدا ڪندو آهي ۽ پوءِ توهان جي دل ان بي ترتيب انداز ۽ آواز سان ڌڙڪي جيئن تيل واري ان پيهڻ جي مشين جي سالينسر ۾ ٻڏل لوتي، بي تربيت واڄٽ ۽ واڪا ڪندي آهي. ڇپ ائين خشڪ ٿي ڏرا ڏئي ڦاٽي پون، جيئن مينهن جو پاڻي سڪي وڃڻ کان پوءِ زمين ڏرا ڏئي ڦاٽي پوندي آهي ۽ پاڻي اچڻ کان اڳ، شاخ جي تري وانگر سڪي نوٽ ٿي ويل نڙي منجهان ڳيت ته نهيو، پر ساهه کڻڻ تي به ائين محسوس ٿئي ڏکي پئي، ڄڻ ان مان کو ٻير جو سُڪل ڏِنگهر گهليندو هجي.

ڪڏهن توهان تي اهڙي ڪيفيت طاري ٿي آهي ته اوهان ماڻهن کان الڳ ٿلڳ، پري ڪنهن اهڙي سنسان هنڌ وڃڻ چاهيو جيئن ڪو توهان کي ڳولي به نه سگهي:

اهڙي جوءِ وڃان
ڪمپيوٽرائيزڊ ريڊارن کان
ڳولهيو نه لهان

۽ وري ڪڏهن ان جي ابتڙ، اوهان کي اڪيلائيءَ جو احساس ستائي:
هن رات جي تنهائي

جڻ گبرئيل گارشيا جو ڪتاب
’هڪ صديءَ جي اڪيلائي‘

ڪڏهن توهان کان، توهان جي دل ائين ڪسڪندي، بي خبري ۾ ڪسجي وئي آهي، جيئن باڄ ۾ پاتل ڪو گهرگهلو ڇلو. موقعو ۽ مهل نه ڏسندي، توهان ڪي سُرت نه ڏيندي، سُرڪي ڪِري پوندو آهي.

اوهان سان ائين ٿيو آهي ته يا ته سچو وقت چپ ٿي رهيا هجو يا جيڪڏهن ڳالهايو هجيوَ ته هيڏانهن هوڏانهن جون ڪوڙ ڊير ڳالهيون ڪري ويا هجو يا ساڳيون ڳالهيون وري وري ويڻا ورجايو، پر اهو ڪجهه نه چئي سگهو، جيڪو چوڻو هيجوَ.

ڇا اهي ڪيفيتون اوهان تي گذري چڪيون يا اجا به گذرنديون آهن؟ لڳي ٿو توهان سڏ رکڻ واري صورتحال مان نه گذريا آهيو، پر ڪڏهن، سڏ ئي نه رکڻ واري ڪيفيت مان به لنگهيا آهيو؟ توهان ڪي کهڙي ڳالهه جي پڪ آهي، کهڙي جي نه آهي؟

”پيار“ ۾ پيار بابت بحث ٿيل آهي ته اهو اصل ۾ آهي ڇا ۽ ان جي قسمن ۽ منزلن تي به بحث آهي. لازمي طور پيار ڪندڙ/ عاشقن تي به بحث نڪري ٿو، جيڪي به مختلف قسمن جا ٿين ٿا.. ڪي اهڙا به ٿين ٿا جيڪي ’سچي عمر شادي ڪرڻ تي مورڳو راضي ئي نه ٿا ٿين‘ ته وري ڪي اهڙا به آهن جيڪي ’نوجوان ڇوڪرن جي گهٽ عمر، عقل، اڻڄاڻائي ۽ ناتجربيڪاري جو فائدو وٺي، ڪين بيوقوف بڻائي، ساڻن دغا ڪندا ۽ ڌوڪو ڏيندا آهن.‘ انهن سٺن ڇٽن جي تقريرن ڪي ڌيان سان پڙهڻ سان، اسان ڪي اڄ جي دؤر ۾ به ان معاملي بابت ڪافي معلومات ۽ مشابهت ملي ويندي. سقراط جي تقرير وضاحتي جامع ۽ اهم آهي جنهن ۾ جمالياتي پيار کان وٺي ويندي، ڪنهن سرجڻهار ڪي پنهنجي تخليق سان جيڪو پيار آهي، تنهن جو ذڪر به ڪيل آهي ۽ ڇا ته بحث ٿيل آ! مان هتي رڳو هڪ ڳالهه جي وضاحت مناسب ۽ ضروري سمجهان ٿو.

عين ممڪن آهي ته ”پيار“ (سمپوزيم) ۾ سقراط ۽ الڪيبيادس جون تقريرون پڙهڻ کان پوءِ، ڪنهن ڪي سقراط جي ڪردار جي باري ۾ ڪا غلط فهمي ٿئي. حقيقت هيءَ آهي ته خود سقراط ۽ الڪيبيادس جون تقريرون،

ڪنهن اهڙي غلط فهمي کي دور ڪرڻ لاءِ ڪافي آهن. بهرحال پوءِ به ان بابت به اکر ڳالهائڻ ئي گهرجن.

مصر ۽ عربستان ۾ ”عورت جو حسن“ ته ايران ۽ يونان ۾ وري ”مرداڻو حسن“ مقناطيسي رهيو آهي، ۽ سقراط يوناني هيو. يقيناً جسماني خوبصورتي، فطري طور، ڪنهن به ماڻهو لاءِ ڪجهه نه ڪجهه ڪشش ضرور رکي ٿي، ان کان ڪير به انڪار نٿو ڪري سگهي. ان معاملي ۾ سقراط به Exeption نه هيو. پر اصل ڳالهه اها آهي ته ڪنهن ماڻهوءَ جو ان سونهن ڏانهن رويو ۽ سوچ ڇا آهي- نيڪ يا بُري؟- هو ان جسماني سونهن کي ئي سڀ ڪجهه/منزل سمجهي ويهي ٿو يا ڪنهن ۾ موجود گڻن، خصلتن، خيالن جي سونهن کي اهم ڄاڻي ٿو. جيڪڏهن هو پوئين ڳالهه کي درست سمجهي ٿو ته پوءِ ماڻهو کهڙي به جسماني خوبصورتي کان متاثر ٿئي ۽ ان ڏانهن ڇڪجي، جيڪا مرد جي هجي يا عورت جي- فرق نه ٿو پئي. ڳالهه اها آهي ته توهان جي اندر سچائي ڪيتري آهي؛ خيالن جي پاڪائي ۽ اِخلاق جي بلندي ڪيتري آهي.

ڳالهه ٿا ڪن ته شاهه لطيف کي مغلن جي نياڻي جي صرف ڇيچ جي سونهن ئي لوڏي وڌو. بيدل کي وري ڪرمچند جي نظاري اهڙو گهائي وڌو جو فقير صاحب باقاعده صبح جو روزانو، روهڙي مان نڪري، سکر روانو ٿيندو هو. جتي ڪرمچند جو دڪان هيو ۽ درشن ڪري، شام جو واپس ٿيندو هو. سقراط جي سلسلي ۾ هي ته نوجوان هن جي پويان ڦرندا وتندا هئا. الڪيبيادس سندس ويجهڙائي ۽ قرب حاصل ڪرڻ لاءِ خرفتون ۽ حيلا هلائي ٿو. چوي ٿو: ’جڏهن هو (سقراط) ڪو حسين محبوب هجي ۽ مان ڪو حرفتي عاشق‘ پنهنجي آخري وار ۾ به ناڪام ٿيڻ کان پوءِ، السيبياس خود چوي ٿو: ’مون کي سقراط جي اخلاق، پاڻ تي ضابطي ۽ مردانگي لاءِ ڏاڍي عزت ۽ احترام پيدا ٿيو.‘ برٽينيڪا لکي ٿي: ان ۾ ڪو شڪ ڪونهي ته هو نيڪ ۽ اعليٰ اخلاق جو مالڪ هيو، پر ايترو سو هيو، جيئن چئجي ته، هن جو مزاج عاشقاڻو هيو.‘

ڊبليو- ايڇ ٿامسن لکي ٿو: ’اخلاقي طور بلڪل پاڪ ۽ صاف، پر ظاهري طور هو جذبن جو غلام لڳندو هو.‘ مشهور ۽ مڃيل محقق وِل ڊرانٽ لکي ٿو: ”اسان کي هن اڻ- گهڙيل پٿر منجهان هڪ انساني سچٽپائي/ دوستائپ، نهٺائپ ۽ پاڪدامني واري اهڙي سادگي نظر اچي ٿي، جنهن هن بي

زيبي مفڪر کي اٿينس جي خوبصورت ترين نوجوانن جو محبوب استاد بڻائي ڇڏيو. “
اڻ گهڙيي/ تراشيل پٿر وانگر بي زيب- هي سقراط- خوذ ”ايترو به خوبصورت نه هيو، جيترو هڪ فلاسافر کي هجڻ ٿي گهرجي. گنجو مٿو، وڏو گول منهن، گهوڙيندڙ اکيون، ويڪرو ٽڙيل پکڙيل نڪ- اهو چئجي ته هڪ عظيم فلاسافر جو نه پر ڪنهن ٺلي جو منهن هيو.“ قد جو بندرو، ٿلهو متارو مضبوط جسم، نڪ بينو، ويڪريون ناسون، اکيون ٻاهر نڪتل، وڏو وات ۽ ٿلها چپ. عمر گذرڻ سان گڏ گنجو ٿيندو پئي ويو. کهريون ۽ بي ترتيب پروُن، ڏاڙهي- وري ٻاهرين ناهه نوهه ۽ لٽن ڪپڙن جو ڪيس ايڏو خيال به ڪونه. ”يَڪليا پُوٽن، ڏَڙ کي گڏيو ڏوڙ ۾“ (شاه) (ڪاهوڙي بت کي مٽيءَ سان ملي، ميرا ٿيو پيا گهمن) اونهارو توڙي سيارو سندس لٽا ساڳيا. اهو گهنجيل، ڦاٽل ڪڙتو اوڙهيل اٿس ۽ ڏسوس ته سهي، اهو اٿينس جي گهٽين ۽ بازارن ۾ وتي ٿو پيرين اگهاڙو گهمندو. نه سيءُ ٿو ستيس ۽ نه ئي اُس ٿي ساڙيس. توهان ٻڌو ته سافسٽ اينٽيفون هن باري ۾ ڇا چئي ورتو: ”جي ڪنهن غلام کي به هن جهڙي حالت ۾ رهايو وڃي ته هو پڪي پَٽَ ڪندو.“

سقراط ڪل خوشيءَ سان اهو مڃيندو هو ته هن جي شڪل شباهت اهڙي آهي. پيٽ جي باري ۾ چوندو هو ته هن کي اميد آهي ته هو ڊانس جي ذريعي ان کي گهٽائي وجهندو. ڌن، دولت، ۽ ڏيکاءُ سان نه لڳيس. هڪ دفعي بازار ۾ ڪوڙ سارين شيون ڏسندي چيائين، ”اهي ڪيتريون نه شيون آهن، جن جي مون کي طلب ئي ڪانهي“ جيئڻ پنهنجو نه، تيئن گهر ٻار جو به اونو نه هوندو هئس. زينٿپي جي نظر ۾ هو ”ڪنهن ڪم جو نه، هڪ سست ۽ واندو ماڻهو هو، جنهن پنهنجي ڪٽنب لاءِ ماني ڳيي ڪان وڌيڪ بدنامي آندي.“ ڪيس شڪايت رهي ته هو مارڪيٽ ۾ پنهنجي نه ڪنندڙ بحث ۾ رهي، پنهنجي ان گهر ٻار پڇن ڪان بلڪل لاپرواه رهي ٿو ۽ هڪ طرف سقراط پنهنجي ڪوتاهي جو اعتراف به ڪندو هو ته ٻئي طرف جهيڙڻ جي باوجود زينٿپي ساڻس پيار ڪندي ۽ ڪيس پسند ڪندي هئي. ”هو ستر سالن جو پيرسن ٿي ويو ته به هوءَ سندس مرڻ تي خوش ۽ راضي ڪونه هئي.“ آخري ڏينهن تي هو زال ۽ ٻارن ڪان موڪلائڻ ڪان پوءِ ڪريٽو کي چوي ٿو ته ڪو هنن کي گهر وٺي وڃي. سقراط سان زينٿپي جو پيار ڏسو: ”پوءِ ڪريٽو جا ڪجهه

ماڻهو ڪيس ٻاهر وٺي ويا. هوءَ روئي، رڙيون ڪري پنهنجو سينو پٽي رهي هئي.“
سقراط ڪي زينٿپي ڪان نفرت ڪونه هئي، پر هن کي وڌيڪ پيار پنهنجي آدرش سان هيو. اسان کيس صبح جو ڪثرت خاني ۾ ورزش ڪندي ڏسون ٿا ۽ ”سندس اهو روز جو معمول هيو ته صبح جو گهران نڪري، اٿينس جي مارڪيٽ يا ڪنهن ٻي اهڙي جاءِ تي ويندو هو، جتي ماڻهو گڏ ٿيندا هئا ۽ پوءِ انهن سان گفتگو ۽ ڳالهين ۾ شروع ٿي ويندو، جيڪو به هن سان زندگي ۽ موت جي اونهن معاملن تي ڳالهائڻ لاءِ تيار هوندو. امير توڙي غريب، نوجوان توڙي پوڙهو، دوست يا اڻ واقف جيڪو به آيو ۽ ٻيهي ٻڌندو ته اهو سقراط جي اها ڳفتار مفت ۾ پئي ٻڌي سگهيو.“
سقراط نه ئي ڪنهن ٻئي کي بحث جي ”جبري الحاق“ ۾ زوري جڪڙيو ۽ نه ئي ”مهاڏاهن“ وانگر سمورو وقت پاڻ ڳالهائيندو هيو. ”هو ڊگهيون تقريرون ڪونه ڪندو هو ۽ نه ئي ٻين تي چوهه چنبڙڻ يا چنبڙ ڪيڻ واريون غضي ۾ پريل تقريرون ڪندو هو. نه ئي رڳو پاڻ ڳالهائيندو هيو. هن ڪڏهن گفتگو ۽ بحث مباحثي ۾ پنهنجي هڪ هٽي قائم ڪونه ڪئي ۽ اڪثر اها ٻي ڏر هوندي هئي، جيڪا گهڻو وقت ڳالهائيندي هئي.“ ۽ اهڙن بحثن ۾ يا ڪنهن به ٻئي وقت هن ”ڪڏهن به منهن ۾ گهنج نه وڌو ۽ نه ئي ڪو مهڻو ڏئي ڳالهائيندو هو. سندس طبيعت ۾ غير معمولي حد تائين خوش مزاجي هئي ۽ هو ڪِل مک سياءُ وارو هيو.“ ان ڪري نه هو جوشيلو ۽ جذباتي هوندو هيو ۽ نه ئي رُکو. ”مون کي اجا به ڪجهه ٻڌاءِ، لڪاءِ نه“، ”تون رڳو ٿورو وڌيڪ چٽو ڪري چئه ته تنهنجو مطلب ڇا آهي ته جيئن مان ڀهريائين توکي سمجهي ته سگهان“، ”منهنجي سوال ڏي ته ڏس، اهو ڪيڏو نه سادو ۽ آسان آهي.“
هن جو اهو دستوري انداز ۽ محبوباڻو حجاب آهي ۽ سندس اها خوش طبعي، سندن مخالفن چواڻي هن جي ”ٺٺولي“ هوندي هئي. ڇو ته ”اهڙي گفتگو دوران سقراط سوال پڇندو، مليل جوابن کي غلط ثابت ڪندو، ان جي جاءِ تي جواب طور مختلف رايا رکندو، شڪ ظاهر ڪندو، مخالفن جي نقطئه نظر ۾ تضادن کي واضح ڪندو هو.“
ڇا پلا سقراط رڳو اهڙو ئي هيو جيئن فلاسافر لاءِ اسان وٽ عام تصور آهي. فلاسافر بابت اسان جو عام تصور ڪانٽ تي بلڪل پورو لهي ٿو. اڳتي

لڙڪندڙ سوڙها ڪلها، غير حاضر ۽ پنهنجي خيالن ۾ گم، جيڪو رڳو پنهنجي گهر ۽ يونيورسٽي وچ ۾ مقرر وقت تي ايندو ويندو هو ۽ هر صبح جو جڏهن هي ليڪچر ڏيڻ لاءِ لنگهندو هو تہ ڪانسبرگ شهر جي گهرن جون زالون هن کي ڏسي پنهنجي گهڙيالن جو وقت درست ڪنديون هيون. ”سقراط اهڙو نہ هيو. هڪ يوناني هجڻ جي ناتي هو اهڙو ٿي ئي نہ پئي سگهيو.“

ايمپيڊوڪليس فلاسافر بہ هيو ڊاڪٽر بہ، مقرر ۽ شاعر بہ تہ سياستدان ۽ سائنسدان بہ هيو، ۽ ائين سقراط بہ سيڪجهہ هيو: هڪ زنده دل انسان وانگر. پهرين ڳالهہ تہ هو بيحد رلڻو مِلڻو ۽ صحبتي هيو. هن کي سنگت ۾ هجڻ ۾ ڏاڍو مزو ايندو هو. ”مان چاڻ جو عاشق آهيان“ هو پنهنجي لاءِ چوي ٿو، ”۽ ماڻهو منهنجا استاد آهن.“ گروٽي مطابق هو شهر جي سيني چاڻ ۽ تجسس رکندڙ ماڻهن سان ملاقاتون ڪندو رهندو هو. پيريڪلس جي سُريت، ايسپيزيا سان بہ سندس واقفيت ۽ دوستي هئي.

حقيقت ۾ هن جي نرم دل، ڳالهہ کي جلدي سمجهي وٺندڙ ذهن، اندازو غلط نہ ويڻ، صبر، سهپ ۽ خوش مزاجي- انهن سيني سان گڏ وري سندس، ڪنهن جي دل کٽي وٺڻ جو انداز ڪيس هڪ مثالي سنگتي بنائڻ لاءِ ڪافي هو. ۽ ماڻهن کي سندس سنگت ۾ مزو ايندو هو. پوڙها ٽوڙي ٻار پئي هن جا يار. هن جو هم عمر ڪراڙو ڪريٽو بہ سندس سنگتي تہ پٽهس ڪريٽوبولس کي بہ هن سان پيار، ڪريٽايس چاچو افلاطون پائيٽيو، پئي سندس سلامي. هو سادگي پسند بيشڪ هيو پر دل جي زنده جذبن کان وانجهيل نہ هيو. پنهنجي عادتن، اطوارن ۽ سڀاءَ ۾ بلڪل سادو ۽ صاف دل، مادي لطفن ۽ فرحتن کان آزاد، انهن ڏانهن لاپرواهہ تہ بلڪل رهيو، پر پنهنجو پاڻ کي تپسيا، فقر ۽ رياضت ۾ گم ڪري، بيراڳي ۽ راهب بڻجڻ بہ نہ ڏنائين. هو ڪنهن بہ ڪل خوشيءَ جي موقعي تي محفل جي جان هوندو هو. اهڙي طرح شراب ڪڏهن بہ هن جي حاجت ۽ ضرورت نہ رهيو، پر وري جڏهن ڪو اهڙو موقعو ٿيندو هو تہ هو نہ صرف پيئندو هو، پر محفل ۾ موجود پئي ڪنهن بہ ماڻهو کان وڌيڪ ئي پيئندو هو. ۽ ڪيس ڪجهہ اثر بہ نہ ٿيندو هو ۽ مٿ ڪيڏي ذوق سان پيئڻ گهري ٿو، زينوفون اسان کي ٻڌائي ٿو: گولائي ۾ ويٺل سيني چٽن کي مٿ ننڍين پيمانن ۾ ڏنو وڃي، پر ان انداز سان تہ جام جلدي

جلدي هڪ ٻئي پٺيان اڻين ايندا وڃن، جيئن ڦوهاري مان پاڻيءَ جون ڪڻيون نڪرنديون آهن.

فطرت جي سونهن جي باري ڪيڏو نہ باذوق ۽ حساس آهي. هاڻ جا ڏهاڙا ۽ ڪچڙي منجهند جو وقت آ. هو فيدرس کان ڪنهن ڪچهري جو حال احوال ٻڌڻ چاهي ٿو. پر ڪهڙي جاءِ تي ويهن؟ فيدرس کيس ٻڌائي ٿو ان ڊگهي چنار جي وڻ هيٺان جتي چانورو بہ آهي، ٿڌڙي هوا بہ گهلي ٿي ۽ ويهڻ يا سمهڻ لاءِ ڇپر بہ آهي. سقراط کيس ورندي ڏيندي چوي ٿو، ”هائو، واقعي هڪ خوبصورت ۽ آرامده جڳهہ، اونهاري جي سُرن ۽ سُرهاڻين سان واسيل. چنار جو اوچو ۽ گهاٽو ويڪرو وڻ، واهڙ جو وهندڙ ٿڌڙو پاڻي، پيرن کي ڪيڏو نہ وڻندو، ۽ هيٺ بيٺل ڇپر ڇڻ تہ مٿي هيٺان نرم. ترڪندڙ وهاٽو. مان تہ ليٽي پوندس...“ ۽ پوءِ ڪيترا ڪلاڪ ان چنار جي وڻ هيٺان ويٺي گذري وڃن ٿا.

وري ڪٿي دعوت ۾ اسان سقراط کي اڻين گهنجيل، گابي چپاڙيل چوغي ۾ پيرين اگهاڙو ويندي نہ ٿا ڏسون، جيئن هو عام طور تي هوندو آهي. ”پيار“ ۾ ئي پڙهو. هو اگيتون جي دعوت تي وڃڻ لاءِ سنبريو آهي. اجهو هو تڙ ڪري نڪتو آهي ۽ اڄ تہ پيرن ۾ چونپل بہ پاتل اٿس. اڄو تہ ڪانئس پڇون: ”يلا اڄ اهي پوشاڪون پهري ڪيڏانهن ڪاه آهي؟“ ”اگيتون جي مانيءَ تي... ان ڪري اڄ اهي تيل ڦليل ڪيا آهن، ڇوتہ هو بہ سهڻو جوان آهي ۽ جڏهن بہ ڪو، ڪنهن خوبصورت ماڻهوءَ سان ملڻ وڃي تہ پاڻ سينگاري وڃي.“ ٻڌو توهان جواب. اڄو تہ يلا هاڻي وڃي زينوفون جي سمپوزيم/ ڪچهري ۾ ٿا هلون. جتي افلاطون جي سمپوزيم وارا وڏا عالم ۽ دانشور نہ پر عام ماڻهو گڏ ٿيل آهن، سواءِ سقراط ۽ زينوفون جي. هن پرڻين همراهہ جي ڳالهہ ٻڌو. بصر نہ ٿو ڪائي. چي: نئين شادي ڪئي اٿم. اجهو هن ڇوڪريءَ جا ڪرتب تہ ڏسو: هوءَ ڪيئن نہ ڊانس بہ ڪري رهي آهي ۽ ٻارنهن رنگون مٿي هوا ۾ اڇلائي، ڦيرائيندي ۽ انهن کي وڄندڙ موسيقي تي پوري وقت تي پڪڙي، وري اڇلائيندي رهي ٿي! سقراط کي تہ ڏسو ڪيڏي نہ ڌيان سان، ٽڪ ٻڌي ويٺو ڏسي. اجهو ڪجهہ چيائين: ”رڳو هن ڇوڪريءَ جا ڪمال ڏسڻ کان پوءِ نہ، پر ٻين سببن ڪري بہ مان چوان ٿو تہ هڪ عورت جي قابليت ۽ ڳڻ، مرد کان ڪنهن بہ صورت ۾ گهٽ نہ آهن.“ پوءِ هو ويٺلن کان پڇي ٿو. يلا اوهان مان

ڪير اهڙو آهي، جيڪو مون واري زال کي ڪجهه سيکاري؟" زينٿي ني: تون پنهنجي پاڻ کي سٺا ڳڻ ڇو نه ٿو سيکارين؟" "جيئن ته منهنجي زندگيءَ جو وڏي ۾ وڏو مقصد رلي ملي رهڻ آهي، سو مان زينٿپي جي چونڊ ان ڪري ئي ته ڪئي هئي.ته جي مان هن سان گذارو ڪري ويس ته پوءِ سيني سان گذاري ويندس."

توهان پڌو سندس جواب. يار حاضر جواب به آهي. ڏسو سندس ان جواب سان سنگت به مطمئن ٿي وئي. وري سندس هيءَ ڳالهه به پڌو. پاڻ پڌائي ٿو ته هو هر روز صبح جو ڊانس ڪندو آهي ته جيئن هلڪو ٿئي ۽ سندس ان ڳالهه جو هي شاهد به ويٺو آ: "اهو بلڪل سچ آ. مان ڪيس ائين ڪندو ڏسي سمجهيم ته هي چريو ٿي ويو آ الاجي ڇا. پر هن مون سان گفتگو ڪئي ۽ مان اوهان کي پڌايان ته هو مون کي مڃائي ويو. ۽ جڏهن مان گهر موٽيس- توهان يقين ڪندؤ؟ مان ڊانس ته نه ڪئي: مون کي اها نه ايندي آهي. پر پوءِ به مون پنهنجون ٻانهون هيڏانهن هوڏانهن گول ڦيرايون." نهيو. هن همراه شاهدي ته ڏني پر ويل ۾ ويچارو سقراط ڦٽجي ويو. اڳهون انگل ڪري سقراط ڪان گانو پڌائون. تڏهن وچي خوش ٿيا ۽ هاڻي وري.هي اشڪيل ڪيس وڏو اٿائون: "سقراط! اسان کي به ڊانس ڪري ڏيکار." پر هن جو خيال هوڏانهن ڇوڪريءَ ڏانهن ڇڪجي ويو آهي. هيڏي ڏسو ته هوءَ ڪهڙو نه خطرناڪ ڪرتبٌ پئي ڪري. هو جمناسٽڪ جو ڪرتب "سمر سالٽ" ڪري رهي آهي، ۽ تلوارن سان نهيل گول دائري مان مُنڍي ٽپائي رهي آهي! توهان کي ڪجهه نه ٿو ٿئي ائين ڏسندي؟ ڏاڍا سخت دل آهيو. پر سقراط- هن جي پريشاني ته ڏسو: "ان ۾ ڪو شڪ ڪونهي ته اهو واقعي بهتر ۽ اچرج ۾ وجهندڙ ڪرتب آهي. پر اها به ڪا وندر چئبي: هڪ نوجوان ۽ خوبصورت جيوَ کي پنهنجي جان اهڙي جوکي ۾ وجهندي ڏسڻ ۾؟ مون کي اهو بلڪل قبول ڪونهي." ۽ سندس حساس نرم دل جو قدر ڪندي، هنن ڇوڪريءَ کي بس ڪرائي.

اهو هو سقراط، زينوفون جي سپوزيم ۾. پر هن جي هڪڙي ٻي به ڳالهه اوهان کي پڌايان. هي ته اسڪولي ڇوڪرن سان به اهڙو ئو رلي ملي وڃي، جو هو ڄڻ پاڻ کي گهر ۾ ٿا محسوس ڪن. ڪا اوپرائپ ئي ڪونهي نه. سقراط ۽ ڪجهه ٻيا ڪمري جي هڪ پرسڪون ڪنڊ ۾ وڃي ويهن ٿا ۽

گفتگو شروع ڪن ٿا. مينيڪسينس هن کي اوڏانهن ويندو ڏسي، پنهنجي راند ڇڏي اچي ٿو، ۽ پوءِ سندس سنگتي لائسس به سري اچي هن جي پرسان ويهي ٿو ۽ ائين ٻيا ڇوڪرا به اچي مڙن ٿا. هو مينيڪسينس کان پڇي ٿو: "توهان ٻنهي نوجوانن مان وڏو ڪير آ؟" "اهوئي ته مسئلو آ، اسان ٻنهي جي وچ ۾." "پلا اوهان وچ ۾ اهو مسئلو به آهي ڇا ته ٻنهي مان خوبصورت ڪير آ؟" ٻئي ڇوڪرا کلي ٿا ويهن. "مان توهان کان اهو نه پڇندس ته ٻنهي مان شاهوڪار ڪير آ: ڇوته توهان ٻئي دوست آهيو. ڇا نه آهيو؟" "ها، آهيون." "۽ دوستن جون سڀ شيون گڏيل هونديون آهن. تنهن ڪري توهان مان ڪير به ٻئي کان شاهوڪار ٿي نه ٿو سگهي، جي توهان پاڻ ۾ سچا سنگتي آهيو." "ها، اهو بلڪل صحيح آ" هو، هن سان متفق ٿين ٿا، ۽ سندس ڇواٽي، هنن ٻن "نوجوان نينگرن" ۽ هن پوڙهي نينگر، وچ ۾ دوستيءَ تي هڪ گفتگو شروع ٿي وڃي ٿي. جيڪا تڏهن وڃي، اتي اچي ٿڪي ٿي، جڏهن ڇوڪرن جا استاد، زوريءَ ڪچهري/ ڇوڻڪڙي کي ڦٽائڻ ٿا ۽ ڇوڪرن کي اچي ڪنيي اٿارين ٿا، جو کين گهر وڃڻ لاءِ ڪافي دير ٿي چڪي آهي.

ائين اٿينس آهي ۽ سقراط آهي- ڪجهه ڄاڻڻ لاءِ، ڇاهه ۽ اتساهه سان ڀريل نوجوان هن کي وڪوڙيون بيٺا آهن. اسان کي هي ٻڌاءِ- اسان کي هو ٻڌاءِ. هو وني هَل ڪن ٿا. دوستي ڇا ٿيندي آ؟- انصاف ڇا کي چئبو آ؟- سقراط! اسان توکي ائين ڪونه ڇڏينداسين. سچ- اسان کي سچ گهرجي. "ڪيڏو نه مزو آ" هو هڪبئي کي چون ٿا، "ڏاهي ماڻهو کي ڳالهائيندو ٻڌڻ ۾."

۽ سقراط کين سچ ٻڌايو. سيني اٿينس وارن کي سچ ٻڌايو. سچ چوڻ جي ڏوهه ۾ اچي عدالتن ۾ پهتو. هن ته اتي پهچي ججن کي به سچ ٻڌايو ۽ سچ سان اهڙي سچي ياري رکڻ جي 'ڏوهه' ۾ کيس موت جي سزا ملي ٿي. ڪريٽو کيس جيل مان ڀڄائڻ جي رٿ رٿي آهي. هن کي اچي ٻڌائي ٿو، پر هي يار ان کي ٻڌو اڻ ٻڌو ڪري ڇڏي ٿو. چي: "فيصلو جيتوڻيڪ حقيقت تي ٻڌل نه آهي. پر پوءِ به اهو هڪ قانوني ۽ جائز عدالت پاران، آهي سو مون کي اهو قبول ڪرڻ گهرجي"، ۽ هو هڪ پٽ يا ڏيءَ وانگر پنهنجي وطن جي قانونن جي فرمانبرداري ڪري ٿو. پورو مهينو کيس جيل ۾ گذري چڪو. مقدس جهاز ڊيلاس مان موٽيو آهي، سو هاڻي سندس سزا تي عمل ٿي سگهي ٿو. اڄ

ڪيس ’زهر‘ پيئڻو آهي. صبح سندس پيرن مان بيڙيون ڪليون هيون. هينئر سج لهڻ جو وقت ويجهو اچي ٿيو آهي. هن جا چاهڻ وارا سڀ هن جي چوڌاري ويٺا آهن... جيلر اچي ٿو. چئي ٿو: ”سقراط! مون کي، توکان اهڙي شڪايت نہ رهندي، جيڪا ٻين کان رهي اٿم تہ اهي مون سان ڪاوڙجي پوندا آهن ۽ مون تي لعنتون ۽ ڦٽڪار وجهندا آهن، جڏهن مان آفيسرن جي حڪم موجب ڪين زهر پيئڻ جو اطلاع اچي ڏيندو آهيان. ٻر مان ھن سڄي عرصي دوران توکي اشراف، خاندان، صبر ۽ ڌيرج وارو بهترين انسان ڏٺو آهي، انهن مڙني کان مٿانهون، جيڪي ٻہ هتي آيا آهن. سو هينئر بہ مونکي پڪ آهي تہ تون مون تي رنج نہ ٿيندين. ڇو تہ تون ڄاڻين ٿو تہ اهو مان نہ پر ٻيا آهن، جيڪي ان ڏوهہ جا ذميور آهن. سو هاڻي خدا حافظ ۽ ان اڻ ٽر کي آرام سان سهڻ جي ڪوشش ڪر. تون منهنجي اچڻ جو مطلب سمجهي ئي ويو هوندين.“ پوءِ هو مڙي ٿو ۽ ٻاهر وڃڻ لڳي ٿو. ڳوڙها سندس اکين مان نار ڪري، ڳلن تان وهڻ لڳن ٿا. سقراط هن ڏانهن ڏٺو ۽ چيو: ”توکي بہ خدا حافظ ۽ نيڪ تمنائون. مان ائين ئي ڪندس، جيئن تون چوندين.“ ۽ پوءِ سقراط، ڪريٽو کي زهر آڻائڻ لاءِ چوي ٿو. ڪريٽو اصرار ڪري ٿو ”اجا تہ سج بہ پهاڙين مٿان بيٺو آهي، ايتري تڪڙ نہ ڪر.“ سقراط انڪار ڪري ٿو.

جيل جو جلاد زهر کڻي اندر اچي ٿو. سقراط ڪيس ڏسندي ئي چئي ٿو. ”منهنجا دوست! تون انهن معاملن ۾ ماهر آهين. ڏس تہ مون کي هاڻي ڇا ڪرڻو آ؟“ ”ٻيو ڪجهہ بہ نہ، بس رڳو هي پيءُ. ۽ پوءِ ايستائين گهمندو رهہ، جيستائين توکي پنهنجون ڄنگهون ڳوريون محسوس ٿين. تنهن وقت ليٽي پئجان، ۽ پوءِ زهر پنهنجو عمل پاڻ ڏيکاريندو.“ ۽ ائين چوندي ھو زهر جو پيالو سقراط ڏانهن وڌائي ٿو، ۽ هو پنهنجي ساڳي ئي هرِيل انداز ۾، گنڀير اکين سان گهوريندي. هن کان پڇي ٿو. ”تون ائين سمجهين ٿو تہ هيءَ سُرڪ/ ڍُڪو مون کي آرام ڪرائڻ لاءِ ڪافي ئي آهي؟“ سقراط! اسان صرف گهربل مقدار تيار ڪندا آهيون، ان کان وڌيڪ نہ.“ ۽ پوءِ هن جي هٿن مان پيالو، وڏي سرهائي سان، خوش ٿيندي وٺي ٿو- ”عاشق زهر پياڪ، وه ڏسي وهسن گهڻو“- ”نہ تہ ائين ڪندي هو ڪو ڏڪي ٿو، نہ ئي سندس منهن جو پنو لهي ٿو، يا ڪو رنگ ئي متجيس ٿو. پوءِ پيالو، پنهنجي چپن تي

رکندي (جڻ تہ ان کي چاهہ مان چمندي) ان گهڙيءَ ئي سڪون سان پي ڇڏي تو." اپالودورس، ڪريتو، فيدو ۽ ڪوڙ پيا، جيڪي سڀ هن مهل تائين تہ ڪيئن بہ ڪري پاڻ کي قابو ڪيون ويٺا هئا، پر هن کي زهر پيئندي ۽ پيالو خالي ڪندي جو ڏٺائون تہ هاڻي پنهنجي وس نہ رهيا آهن. ڪوئي روئي ٿو. ڪوئي رڙي ٿو... ماتم پئجي وڃي ٿو... "هو تہ يتيم ٿي ويندا... هڙي پيءُ، هڙي دوست جي جدا ٿيڻ تي..." هو اهو سوچين ٿا ۽ وري سڏڪن ۾ پئجي وڃن ٿا... آهون اڀ ڏارين ٿيون... رڳو سقراط ئي خاموش آهي. "سچ پچ تہ مان ان سبب ڪري زائفن کي اڳ ۾ اماڻي ڇڏيو تہ متان اهي اهڙي ناسمجهي جو مظاهرو ڪن. ڇو تہ مان ٻڌو آهي تہ ماڻهوءَ کي سڪون سان مرڻ گهرجي. پوءِ بس ڪيو ۽ صبر کان ڪم وٺو." هو پشيمان ٿي ڪٿي چُپ ڪن ٿا. سقراط گهمندو رهي ٿو ۽ پوءِ ٻڌائي ٿو تہ سندس ڄنگهن مان هاڻي ست ڇڏائي ويو آ، جو اهي ڳوريون ٿي، گهلجڻ لڳيون آهن." هو کٽ تي آهلي پئي ٿو، ۽ سندس جسم آهستي آهستي مٿين پاسي ڏانهن سُن ٿيندو وڃي ٿو. سقراط پاڻ کي هٿ لائي ڪجهہ محسوس ڪري ٿو ۽ چوي ٿو:."جڏهن زهر دل تائين پهتو تہ اها پڇاڙي هوندي." هاڻي اثر پيٽ جي هيٺين حصي تائين پهچي چڪو. هن پنهنجي منهن تان لٿو لاٿو، ۽ جهيڻي آواز ۾ چيائين، "ڪريٽو! اسان ايسڪليپيس (ديوتا) جو هڪ ڪڪڙ لهڻو. اهو قرض لاهڻ نہ وسارجان."

"هائو ائين ضرور ڪيو ويندو. توکي پيو ڪجهہ بہ چوڻو آ؟" ڪيس ڪو جواب ڪونہ ٿو ملي. اڃو تہ پيلا اسان ڪانئس پڇون. من سقراط ڪو جملو، ڪو اکر ڳالهائي وجهي... نہ هو ڪو جواب ڪونہ ٿو ڏئي... بس سندس جسم ۾ ٿوري جنبش پيدا ٿئي ٿي. جيل وارو عملدار سقراط مٿان وڌل لٿو لاهي ٿو. سقراط جون اکيون.... اڃو، توهان بہ سَري اچي، سندس منهن ڏسو.... اکيون تہ ڏسوس، ڪيئن نہ تِکَ ٻڌي بيٺيون آهن. الائي ڇا کي چتائي ڏسن ٿيون، شايد ڪجهہ چون ٿيون... ڪريٽو اٿي ٿو. سندس وات ۽ اکيون بند ڪري ٿو. "هن جهڙو بااخلاق، داناءُ ۽ انصاف پسند هڻ پنهنجي سڄي عمر ۾ نہ ٻڌو نہ ڏٺو." اهڙو 'ساٿي' سندن اکين اڳيان، سندن هٿن مان، ڪانئن کسجي وڃي ٿو. لطيف بيتاب ٿي چوي ٿو: ڪَل چنو گرنار جو. گل چنو گرنار جو..."

چنڊ جي چوڏهين رات لکيو ويو

- ڊاڪٽر گل

# ڏاهيون ڏک ڏسن

[سقراط جي ٻن ڊائيلاگن [Dialogues] ’پيار‘ [Symposium]
۽ ’ڏاهيون ڏک ڏسن‘ [Apology] جو ترجمو، جن کي
سقراط جي شاگرد افلاطون سهيڙيو.]

## تعارفي نوٽ

’پيار‘ [Symposium] ، افلاطون جي شروعاتي لکيل مڪالمن مان شايد آخري آهي، جو 389 ق-م ۾، سقراط جي موت کان ڏهه سال پوءِ جو لکيل آهي. سڄو منظر اگيٿون جي گهر جو آهي. اگيٿون هڪ ڏک ڀريو ناٽڪ (Tragedy) لکيو جيڪو هو ناٽڪن جي مقابلي ۾ پيش ڪري ٿو. ڪيس مقابلي ۾ انعام مليو. اهو ڪيس مليل پهريون انعام آهي. ان ڪاميابي جي خوشيءَ ۾، هن ٽئين ڏينهن تي پنهنجي گهر، دوستن لاءِ، رات جي ماني جهلي آهي. اها 416 ق-م جي ڳالهه آهي. اٽڪل 15 سالن کان پوءِ (جڏهن سقراط اڃا حيات هو) اهو احوال، اپالودورس، هڪ ٻئي همراهه کي ٻڌائي ٿو، جيڪو هن ارسٽوڊيمز کان ٻڌو هو ۽ هڪ پيرو اڳ، گلاڪون کي به ٻڌايو اٿائين.

سونهن ديوي (ايفروڊائيٽ) جو مجسمو.
سونهن ديوي (ايفروڊائيٽ) جي وهنجڻ جو ڏيک (مجسمو)
سونهن ديوي (ايفروڊائيٽ) جي هڪ جهلڪ (آرٽ)



①



②



③




نوٽ: نقشو سهولت خاطر گولائيءَ ۾ ناهيو ويو آهي. صوفا اصل ۾ کهڙي نموني رکيل هئا، سا خبر نہ پئجي سگهي آهي. صوفن تي عام طور ہ ٻہ ڄڻا ئي ويهي سگهندا هئا، پر ڪي صوفا وڏا بہ هوندا هئا. ماني کائيندڙ کبي پاسي کان ٽيڪ ڏئي ويهندو هو، سو کبي پاسي صوفي تي وڏو گدو هوندو هيو. سڄو هٿ، صوفي جي اڳيان ننڍڙي اسٽول يا ٽيبل تان کڻڻ ڪرڻ ۾ ڪم ايندو هو. کائڻ لاءِ ڇريون ۽ ڪانٽا ڪونہ هوندا هئا. شراب اڪثر پاڻيءَ سان گڏائي پيتو ويندو هيو: پاڻي ٽي حصا ۽ شراب ٻہ حصا.

# پيار

## [SYMPOSIUM]

### گفتگو ۾ شريڪ ماڻهو

1- اگيٿون: ميزبان، الميہ شاعري ڪندڙ، نوجوان خوبصورت شاعر نالي جي معنيٰ اٿس 'سٺو'. گورگياس ۽ پراڊيڪس جو شاگرد.

2- سقراط: نالي جي معنيٰ 'زندگي جو مالڪ/ ڏاٽي' هن وقت عمر اٽڪل 53 سال.

3- فيڊرس: افلاطون جو دوست، نالي جي معنيٰ آهي 'روشن، خوشي مان چمڪندڙ/ ڀڙڪندڙ' هپياس ۽ لائسياس جو شاگرد.

4- پاسنياس: اگيٿون جو عاشق، نالي جي معنيٰ اٿس 'غمگسار'، 'پراڊيڪس' جو شاگرد.

5- اريڪسيميڪس: هڪ طبيب، نالي جي معنيٰ آهي 'جنگ ۾ بچائيندڙ' يا فوجي طبيب.

6- ارسٽو فينز: مشهور مزاحيہ شاعر، هن وقت عمر اٽڪل 32 سال. نالي جي معنيٰ 'بهترين شڪل/ صورت' پنهنجي مزاحيہ ناٽڪ 'بادل'، جيڪو هن پنج سال اڳ لکيو، تنهن ۾ سقراط تي ٺٺول ڪئي هئائين.

7- السيبيادس: نالي جي معنيٰ آهي. 'زندگيءَ جو سگهارو محافظ'. عمر اٽڪل 35 سال. ناميارو سياستدان. اڄڪلهہ اٿينس ۾ پنهنجي سياسي قوت جي اوج کي پهتل. هڪ يوناني جون هڙئي خصلتون منجهس موجود آهن، ويندي 'سقراط' ۽ 'يوليسس' جون بہ. ڏاڍو خوبصورت ۽ ذهين. پر عياش ۽ بدچلن. سقراط جو وڏو مداح. سقراط هڪ جنگ ۾ سندس جان بچائي هئي جڏهن سندس عمر اٽڪل 19 سال هئي.

– ڊايوٽما، هڪ فرضي ڪردار آهي. جنهن جو تاريخي وجود نہ ٿو ملي.

# پيار
## SYMPOSIUM

اپالودورس: مزيدار ڳالهہ اها آهي تہ مان هڪ دفعو اڳي بہ ساڳيو قصو ٻڌائي چڪو آهيان، جيڪو تو مونکان پڇين پيو. چو تہ ٽيون ڏينهن، جڏهن مان فليرم مان پنهنجي گهران نڪري شهر ڏانهن آيس پئي تہ منهنجي هڪ واقف ڪار مون کي ڏسي ورتو، ۽ پري کان ئي توڪ واري انداز ۾ رڙ ڪري چيائين "او فليري (1) اپالودورس ووا اتي بيهجان مان اچان ٿو. بيهين نٿو؟" مان بيهي رهيس. "اپالودورس، مان اجهو اجهو تنهنجي ڳولا پئي ڪئي" هن چيو "تہ جيئن توکان اهو سربستو احوال وٺان تہ اگيتون جي گهر، ان رات جي مانيءَ تي سقراط،السيبيادس ۽ ٻين پيار جي واکاڻ ۾ کهڙيون کهڙيون تقريرون ڪيون. اصل ۾ اهو احوال فلپ واري پٽ فوئينڪس، پئي هڪڙي همراهہ کي ٻڌايو هو، جنهن کان وري مون ٻڌو. هن وارو بيان مڙئي ڪجهہ منجهيل هيو. هن اهو بہ ٻڌايو تہ توکي ان واقعي جي سموري سڌ آهي، سو مونکي اميد تہ تون مونکي سچو قصو 'الف' کان وٺي 'ي' تائين بيان ڪري ٻڌائيندين. سقراط تنهنجو دوست آهي، سو سندس گفتگو بيان ڪرڻ لاءِ بهترين ماڻهو توکان وڌيڪ ڪو پيو؟ پر پهريون اهو ٻڌاءِ تہ تون پاڻ ان دعوت ۾ هئين؟"

مون هن کي چيو: "گلاڪون واقعي هن همراهہ جو احوال توکي منجهيل معلوم ٿيندو، جي تون اڳ ۾ ئي اهو سمجهي ويٺو هوندين تہ ڪو اهو واقعو ويجهڙائي ۾ ئي ٿيو آهي يا اهو تہ مان بہ ڪو انهن سان گڏ مانيءَ تي هيس".

"مان تہ جائي بہ ائين سمجهي ويٺو هيس".

"منهنجا پيارا گلاڪون تو ائين ڪيئن سمجهي ڇڏيو؟ ڇا توکي خبر نہ آهي تہ ڪيترن سالن کان اگيتون اٿينس ۾ رهندو ئي ناهي. ۽ سقراط سان منهنجي واقفيت کي اهي ڪي ٽي سال مس ٿيا آهن، جو مون پنهنجو اهو روز

جو معمول ٻڌايو آهي تہ هو جيڪي ڪجهہ چئي ٿو يا ڪري ٿو، تنهن جي خبر رکان. ڪو وقت هيو جو مان دنيا لتاڙيان وهم ۾ گمان ۾ هئس، مان وڏي شيءِ ٿي ويو آهان. جڏهن تہ، حقيقت ۾ سڄي ڌرتيءَ تي مان وڏ ۾ وڏ نياڳو ۽ نامراد شخص هئس. بلڪل ائين جيئن هينئر تنهنجي حالت آهي- مان سوچيندو هئس تہ مونکي فلسفي ٿيڻ بجاءِ، ڪهڙو بہ ٻيو ڪم ڪار ڪرڻ گهرجي."

"چڱو هاڻي اِهي ٻڌوڳ نڪاءِ ڇڏ" هن چيو "۽ مونکي ٻڌاءِ تہ اها مجلس ٿي ڪڏهن هئي؟"

'اسان جي ننڍپڻ ۾' مون وراڻيو 'جڏهن اگيٿون کي پنهنجي پهرين ڏک ڀرئي ناٽڪ تي انعام مليو هو؛ ان کان ٻئي ڏينهن تي جڏهن هن پنهنجي ساٿي فنڪارن سان گڏجي، پنهنجي سوڀ جي پيتا ڏني هئي'.

'پوءِ تہ اها ڏاڍي پراڻي ڳالهہ چئبي. ڀلا توکي ڪنهن ٻڌايو؟ - سقراط پاڻ؟'

'نہ، نہ' مون وراڻيو 'مونکي بہ ان ساڳئي همراهہ ٻڌايو جنهن فوئينڪس کي ٻڌايو- هو هڪڙو ننڍڙو همراهہ ناهي جنهن ڪڏهن بہ پيرن ۾ جُتي پائڻ جي تڪليف نہ ڪئي آهي- سائڊ اٿينيم وارو ارستو ڊيمز. هو اگيٿون جي دعوت ۾ موجود هيو. ۽ منهنجي خيال ۾، انهن ڏهاڙن ۾ هن کان وڌيڪ سقراط جو مداح ٻيو ڪوبہ نہ هيو. وڌيڪ اهو تہ مون خود سقراط کان هن جي بيان جي ڪجهہ حصن جي سچائي جي باري ۾ پڇا ڪئي ۽ سقراط پاڻ هن جي ٻين سڀن ڳالهين جي پڻ تصديق ڪئي.'

'پوءِ ڀلا تون ايترو انتظار ڇو ٿو ڪرائين؟ ڇا اٿينس تائين هي رستو اسان جي گفتگو لاءِ ٺي نہ ٺاهيو ويو آ' گلاڪون چيو.

۽ ائين پوءِ اسان رستي تي هلندا بہ رهياسين ۽ ان رات جو پيار بابت ڪيل بحث مباحثي جي باري ۾ گفتار بہ پئي هلندي رهي.

"اپالو درسُ: تنهن ڪري ٺي جيئن مون توکي شروع ۾ بہ چيو تہ مان تنهنجو عرض اگهائيندي، اهو قصو سڻي نموني ٻڌائي سگهان ٿو. سو جي چاهين ٺي ٿو تہ پوءِ مان ان کي ضرور بہ ورجائيندس. سچ پڇين تہ مون کي پاڻ کي فلسفو ڳالهائڻ يا ڪنهن ٻئي کي فلسفي تي ڳالهائيندي ٻڌڻ ۾ وڏ ۾ وڏ راحت

۽ فرحت اچي ٿي. ان منجهان ملندڙ نفعي واري ته ڳالهه ئي الڳ آ. پر جڏهن مان ڪا اهڙي گفتگو ٻڌان ٿو- خاص ڪري توهان جهڙن شاهوڪارن ۽ واپارين واري گفتگو- ته مونکي بيزاري ٿئي ٿي ۽ توهان تي رحم اچي ٿو. توهان جيڪي منهنجا سنگتي آهيو ۽ ائين سمجهو ٿا ته توهان اصلي ڪا وڏي مٽيا هڻ ڪري ورتي آهي. جڏهن ته حقيقت ۾ توهان ڪي ڪا هڻ حاصل نه ٿي آهي ۽ مون ۾ اهو چوڻ جي جرئت به آهي ته توهان وري مونکي نياڳو ۽ نامراد شخص سمجهي' الٽو مونتي رحم ڪائيندا هوندؤ. جيڪس ته اوهان صحيح ئي آهيو، پر اوهان جي باري ۾ منهنجو جيڪو خيال آهي سو گمان تي نه پر چاڻ تي ٻڌل آهي- ۽ اهو ئي ته فرق آهي...؟

همراهه: اپالودورس، تون سدائين اهو ائين رهيو آهين. نه متي جو نه متئين- سدائين پنهنجن ۽ ٻين جي براين بابت پيو ڳالهائيندين ۽ مونکي ويساهه آهي ته توکي سچي انسان ذات جو ارمان آ سواءِ سقراط جي. ۽ پهريون پنهنجو اتئي. ان سلسلي ۾ تنهنجو اهو پراڻو نالو درست ئي آهي يعني چريو اپالودورس. جيڪو تون گهٽ ۾ گهٽ جي حد تائين ته ضرور آهين. جيتوڻيڪ مونکي خبر آهي ته توتي اهو نالو ڪيئن پيو. تون سدائين پنهنجو پاڻ تي هڪ سقراط کي ڇڏي ٻي سڄي دنيا تي ڦوڪيو ٿو وتين'.

اپالودورس: 'هائو دوست، منهنجي مت ڪسيل ۽ سودائي سڏجڻ جا سبب، منهنجا پنهنجي ۽ ٻين جي باري ۾ اهي خيال ۽ گمان ئي آهن. ٻي ڪنهن به شاهدي ۽ ثابتي جي ضرورت ئي ناهي- ائين نه؟

همراهه: 'بس يار بس- گهڻو ٿيو. پاڻ هاڻ ان تي بحث بند ڪيون ته چڱو. مان پنهنجو عرض وري ورجايان ٿو ته تون قرب ڪري هاڻي مونکي اها گفتگو ٻڌاءِ ئي ڪٽي.'

اپالودورس: هائو اهو پيار جو قصو ڪجهه هن ريت آهي- پر شايد بهتر ائين ٿيندو جو مان ارسٽوڊيمز وانگر قصو مُنڍ کان شروع ڪيان ۽ ڪوشش ڪندس ته توکي ارسٽوڊيمز جي لفظن ۾ ئي ٻڌايان. سندس قصو هن ريت آهي:

- مان سقراط سان ان وقت مليس، جڏهن هو اجا تازو تڙ ڪري نڪتو هو ۽ پيرن ۾ چوُنپل به پاتل هئس- اهي ٻه شيون جيڪي گهٽي پاڳي سقراط

جي دستور ۾ شامل ٿي نہ هونديون آهن. مون ڪائنس پڇيو تہ ”پلا اڄ هي پوشاڪون پهري ڪيڏانهن ڪاهہ آهي؟“ ”اگيٿون جي مانيءَ تي“ هن وراڻيو، ”مان سندس ڪلهوڪي انعام کٽڻ جي خوشيءَ ۾ ڪيل دعوت کان، ان ڪري نٽائي ويس جو اتي ماڻهن جي پيڙهہ جو انديشو هو. پر ساڻس وعدو ڪيو هيم تہ ان بجاءِ اڄ هن ڏي ايندس. تنهن ڪري اڄ هي تيل قليل ڪيا آهن. ڇو تہ هو بہ سهڻو جوان آهي ۽ جڏهن بہ ڪو ڪنهن خوبصورت ماڻهوءَ سان ملڻ وڃي تہ پاڻ سينگاري وڃي.“ ۽ پوءِ هن مون کان پڇيو، ”پلا تون بہ مون سان گڏ هلندين، جيتوڻيڪ توکي سڏ نہ آهي؟“ مون وراڻيو، ”مون کي توهان جيئن حڪم ڪندؤ، حاضر آهيان.“ ”تہ پوءِ مون سان گڏجي هل ۽ اڄ اسان ان چوڻي کي ختم ڪري ڇڏيون تہ:

’نيچ ماڻهن جي دعوت ۾ سٺا ماڻهو ري صلاحيا ٿي ويندا آهن.‘

ان جي بدران اڄ کان اسان جي هيءَ چوڻي هلندي تہ:

’سٺن ماڻهن جي دعوت ۾ سٺا ماڻهو ري صلاحيا ٿي ويندا آهن.‘

۽ هن تبديلي جي حمايت هومر جي آڌار تي پڻ ڪري سگهجي ٿي، جيڪو ان چوڻي کي نہ صرف ڊاهي پٽ ڪيرائي ٿو، پر ائين ڪٺي ڇڏجي تہ اُن جا ڏاڏا ڪڍي ٿو ڇڏي. ڇو تہ هو اگيميمنن کي هڪ تمام دلير انسان ڏيکارڻ کان پوءِ، مينيلاس کي، جيڪو هڪ بزدل ويڙهو آهي، تنهن کي ري صلاحيو اگيميمنن جي دعوت ۾ شريڪ ڏيکاري ٿو، جيڪا هن پنهنجي طرفان ڪيل قرباني جي موقعي تي ڏني آهي. يعني هڪ بهتر، بدتر ڏي نہ، پر، بدتر بهتر ڏانهن وڃي ٿو.“

”سقراط مون کي ڊپ ٿو ٿئي.“ مون چيو، ”نہ ڄاڻان مون وارو قصو بہ ساڳيو ٿي هجي، ۽ ائين جيئن مينيلاس کي هومر ڄاڻايو آهي، تيئن مان بہ هڪ نيچ انسان هجان، جيڪو ”ڏاهن جي دعوت ۾ ري صلاحيو وڃي ٿو“ سو جي تون مون کي ساڻ وٺيون هلين تہ تہ پاڻ ئي ڪو بهانو يا عذر ڳولي هٿ ڪجان. ڇو تہ مان ائين ڪونہ چوندس تہ ڪو مان اڻ ڪوٺيو آيو آهيان؛ مان تہ ڪين ائين ٻڌائيندس تہ مون کي سقراط صلاحي ساڻ ڪنيو آ.“

”هڪ کان ٻہ چڱا.“ هن هومر واري انداز ۾ وراڻيو ”ٻہ ڄڻا هونداسين تہ واٽ ويندي ڪونہ ڪو بهانو گهڙي وٺنداسين.“

ان گفتار کان پوءِ اسان هلڻ لڳاسين. پر سقراط پنهنجن ئي سوچن ۾ گم ڪجهہ پٺتي رهجي ويو، ۽ جڏهن مان سندس انتظار جي خيال کان بيهي رهيس تہ هن مون کي اشارو ڏنو تہ هلندو هل. مان جڏهن اگيٿون جي گهر وٽ پهتس تہ ڏٺم تہ دروازا کليا پيا هئا. مون سان هڪ چرچي جهڙي ڳالهہ ٿي جو اوچتو هڪ نوڪر ٻاهر آيو. مون سان مليو ۽ مون کي هڪدم مهمان خاني ڏانهن بہ وٺي ويو. جتي سمورا مهمان ٽيهيا ٽڪيا ويٺا هئا، جو دعوت بس شروع ٿيڻ واري هئي."

"ارسٽوفينز! ڀلي آئين، جي آئين" ؛ اگيٿون ڏسڻ شرط ئي مون کي ڪيڪاريو "تون مهل تي پڳو آهين تہ اسان سان گڏ رات جي ماني کائي سگهين. پر جي ڪنهن ٻئي ڪم سانگي آيو آهين تہ مهرباني ڪري ان کي هاڻي پاسيرو رک ۽ اسان سان رلي ملي وڃ. ڇوتہ ڪالهہ مون تولاءِ ڏاڍو واجهايو، پر تون نہ ملين جو توکي ڪٺي ٻڌايان- پر تون سقراط کي پاڻ سان گڏ ڇو نہ آندو آ؟"

مون ڪنڌ ورائي هيڏانهن هوڏانهن ڏٺو، پر سقراط ڏسڻ ۾ ڪونہ آيو ۽ مون کي اها وضاحت ڪرڻي پئي تہ هو ڪجي گهڙيون اڳ مون سان گڏ هيو ۽ اهو تہ مان سندس ئي ڪوٺ تي هتي رات جي ماني تي آيو آهيان.

"چڱو ٿيو جو آئين" اگيٿون وراڻيو "پر هو پاڻ ڪاٿي آ؟"

"جڏهن مان هتي گهر ۾ داخل پئي ٿيس تہ هو منهنجي پٺيان ئي پئي آيو." مون چيو، "پر مون کي پاڻ کي سمجهہ ۾ نٿو اچي تہ هو ويو ڪاڏي؟"

"اڙي ڇوڪر وڃ"، اگيٿون هڪ نوڪر کي حڪم ڪري چيو ۽ مون ڏانهن منهن ڦيري چيائين "ارسٽوفينز! تون تيستائين اريڪسيميڪس جي پرسان ويهہ" ان کان اڳ جو مان ويهان، هڪ نوڪر منهنجي هٿن ڌوئڻ لاءِ پاڻي کڻي آيو. ڪجهہ گهڙين ۾ هو پهريون نوڪر پڻ موٽي آيو ۽ اچي ٻڌايائين تہ اسان وارو يار سقراط پاڙي جي هڪ گهر جي ڏيڍي وٽ سوچ ۾ گم، چپ چاپ بيٺو آهي. "هن کي جڻ ڪنهن پنڌ پاهڻ ڪري جڏيو آ." نوڪر ٻڌايو. "سڏ بہ ڪيامانس پر چُري ئي نہ ٿو."

"ڪيڏي عجيب ڳالهہ چئبي!" اگيٿون چيو، "چڱو تو وري وڃي ڪيس سڏ ڪر ۽ ائين سڏيندو رهيس. مان جواب ۾ 'نہ' جو لفظ ٻڌڻ نہ ٿو

چاهيان."

"ڪيس اڪيلو ڇڏي ڏيو." مون چيو، "هن کي بس ائين 'هلندي هلندي ڪٿي بہ بيهي رهڻ' ۽ 'سوچن جي سمنڊ ۾ غرق ٿي وڃڻ' جي عادت آهي. مون کي پڪ آ تہ هو سگهو ئي ايندو، سو ڪيس تنگ نہ ڪيو؛ ڇڏي ڏيوس."

"چڱو جي تون ائين ئي بهتر ٿو سمجهين تہ پوءِ ٺيڪ آ" اگيٿون وراڻيو، ۽ پوءِ نوڪرن ڏي منهن ڪري چيائين، "اسان کي هن جو انتظار ڪرڻ کان سواءِ ماني کائڻ گهرجي. جيڪو اوهان کي وڻي سو اسان کي کارايو پيئاريو. سدائين مان اوهان کي حڪم جاري ڪندو رهيو آهيان، پر اڄ ڪير بہ اوهان کي حڪم ڪرڻ ۽ چوڻ آکڻ وارو ڪونهي. اڄوڪي موقعي تي ائين ڪٿي سمجهو تہ توهان اسان جا ميزبان آهيو ۽ مان پاڻ بہ ۽ هيءَ سڄي سنگت، اوهان جا مهمان آهيون. جي اسان جي سٺي خدمت چاڪري ڪيوَ تہ توهان جي ساراهہ ڪندي نہ ٿڪبداسين."

ان کان پوءِ ماني شروع ٿي، پر سقراط نہ هي نہ جڙي. مانيءَ دوران اگيٿون ڪيترائي ڀيرا سقراط ڏي ماڻهو موڪلڻ جي خواهش ڏيکاري، پر مان ڪيس روڪيندو رهيس. آخرڪار جڏهن دعوت اڌ کان مٿي گذري چڪي هئي تہ سقراط اچي پهتو. ڇوتہ عام طور تي اها بيخوديءَ جي حالت ايڏو گهڻو وقت نہ هلندي هيس. اگيٿون جيڪو صوفي تي هڪ ڇيڙي ڏانهن اڪيلو ئي ويٺو هو (2) تنهن رڙ ڪري چيو تہ، "سقراط هيڏانهن اچ! منهنجي پرسان اچي ويهہ تہ جيئن مان توکي ڇُهي سگهان ۽ ائين ان ڏاهپ مان فيض وٺان، جيڪا تنهنجي دل ۾ آئي ۽ هينئر تو وٽ سوگهي آهي. ڇوتہ مون کي پڪ آ تہ تون اوستائين هيڏانهن نہ آيو هوندين، جيستائين اها ڳالهہ نہ لڌي هوندئي، جنهن جي ڳولا ۾ هئين."

سقراط، اگيٿون جي خواهش مطابق سندس پرسان ويهندي چيو: "اگيٿون، اها ڪيڏي نہ نعمت ٿئي جو ڏاهپ ڇهڻ سان اوتجي سگهجي؛ هڪ ڀريل انسان منجهان ان انسان ۾ جيڪو خالي هجي. ائين جيئن ڀريل ڪوپ مان پاڻي پشم جي ڌاڳي وسيلي گذري، خالي ڪوپ کي ڀري ڇڏيندو آهي. جي واقعي ڏاهپ بہ ائين هجي تہ پوءِ مان تنهنجي پر ۾ ويهڻ کي اهميت

پائيندس! ڇوته تون پنهنجي خوبصورت، جهجهي ۽ جالاري ڏاهپ جي وهڪري سان مون کي صفا سيراب ڪري ڇڏيندين. منهنجي ڏاهپ ته خسيس ۽ اعتراض جوڳي قسم جي آهي ۽ ان جي حقيقت ته بس هڪ خواب کان وڌيڪ نه آهي. پر تنهنجي ڏاهپ اوُجل ۽ ڪاميابين جي اميدن سان پُر آهي. ڏس نه، اها تو منجهان ڪيئن نه تجلا ڏئي نڪتي ۽ ٽيون ڏينهن، ٽيهن هزارن کان وڌيڪ يونانين کي پنهنجو جلوو پسايو؛ جڏهن ته تون اڃا نوجوانڙو آهين!"

"بس سقراط، بس- هاڻي گهٽيون ٽوڪون ڪيئي." اگيٿون چيو، "ڪجي گهڙيون ترس تو ۽ مون ۾ اهو طئه ٿي ويندو ته اسان پنهي منجهان ڪير ڏاهپ جو پندار آهي- شراب جو ديوتا ڊيونيسس اسان جو جج هوندو. پر هينئر بهتر ائين ٿيندو ته مانيءَ جا ٻه گرهه هٿي ونجن."

سقراط صوفي تي پنهنجي جڳهه ورتي، سڀني سان گڏجي ماني کاڌائين. تنهن کان پوءِ ديوتائن کي شراب جي پيتا ڏني وئي سندن شان ۾ ڀڄن ڳايو ويو، ۽ جڏهن ٻيون رواجي رسمون پوريون ٿي چڪيون ۽ شراب پيئڻ وارا ٿي هئاسين(3) ته پاسنياس چيو: "منهنجا دوستو! ترسو- پهريون اهو طئه ڪريون ته اڄ اسان پيئڻ جو ڪهڙو گهٽ ۾ گهٽ سخت قائدو مقرر ڪريون. ڇوته مان اوهان کي يقين سان ٿو چوان ته مون تي اڃا تائين ڪالهوڪي پيتل مڌ جا خمار آهن ۽ وري پاڻ سنڀالڻ لاءِ اڃا ڪي وقت گهرجيم. ۽ مون کي لڳي ٿو ته اوهان مان به گهڻن جي ئي ساڳي بري حالت آهي، ڇوته ڪالهوڪي دعوت ۾ اوهان به هيؤ. سو هاڻي صلاح ڪري هلڪي پيئڻ جي ڪا ترڪيب ڳولي ڪيجي ته چڱو."

"مان بلڪل راضي آهيان" ارسٽوفينز چيو، "اسان کي ڪنهن به نموني اڄ مئي مڌ پيئڻ کان پاسو ڪرڻ گهرجي. ڇوته مان پاڻ به انهن منجهان هڪڙو آهيان، جيڪي ڪالهه مئي منجهان پاڻ پسائي نڪتا هئا."

"منهنجي خيال ۾ تون نيڪ پيو چوين" اڪيومنيس جي پٽ اريڪسيميڪس چيو، "پر اڃا هڪڙو همراهه آهي، مان جنهن جي واتان اها ڳالهه ٻڌڻ چاهيندس: اگيٿون تون پاڻ ۾ ڪيتري سگهه ٿو سمجهين؟"

"نه بابا- منهنجي پيئڻ ناهي. مون ۾ اهڙو ست ڪونهي." اگيٿون وراڻيو.

”تہ پوءِ“ اريڪسيميڪس چيو، ”ارسٽوڊيمز، فيڊرس ۽ ٻيا مون جهڙا ٻِڍِل سرير جيڪي مئي جي سٽ نٽا سهي سگهن، تن جي ڇڻ جند ڇٽي ۽ ياگ ٻِلا ڇٽبا جو اڄ وڏا گڙنگ پياڪ مس مس دستبردار ٿيا آهن- مان سقراط کي نٿو ڳڻيان، جيڪو اڻ ميو پي بہ ڇاٽي ۽ بلڪل پرهيز ڪري بہ ڇاٽي؛ ۽ هو دل ۾ نہ ڪندو جي اسان ڪهڙو بہ فيصلو ڪيون- تہ پوءِ جڏهن سنگت منجهان ڪوبہ جهجهي پيئڻ جي خيال ۾ نہ آهي تہ پوءِ مونکي معاف ڪيو وڃي جي مان اوهان کي پيئڻ جي اثرن بابت سچ ٻڌايان. مان اوهان کي هڪ طبيب جي حيثيت ۾ پنهنجي تجربي مطابق اها حقيقت ٻڌائڻ چاهيندس تہ اڻ ميو پيئڻ انسان لاءِ نقصانڪار آهي ۽ اها عادت وس پڄندي مون پاڻ ۾ بہ ڪڏهن نہ وڌي آهي ۽ پڪ ڇاٽو تہ نہ ئي ڪنهن ٻئي کي اهڙو مشورو يا هدايت ڏيندس. خاص ڪري انهن کي جن تان ڪالهوڪي پيتل مذ جا خمار اڃا لٿائي نہ آهن.“

”مان تہ سدائين تنهنجي مشوري تي عمل ڪيو آهي. خاص ڪري صحت ۽ بيماري ٻڙي جي معاملي جڏهن تون طبيب جي حيثيت ۾ ڪو نسخو ڏيندو آهين.“ مائرينسِ جي فيڊرس وچ ۾ ڳالهائيندي چيو، ”۽ ٻي سنگت بہ جي سياڻي آهي ۽ ڪين عقل ۽ سرت آهي تہ پوءِ اهي بہ ائين ئي ڪندا.“

آخر سڀ ان تي راضي ٿيا تہ اڄوڪي محفل ۾ مدهوشي جي حد تائين مذ نہ پيتو وڃي پر جنهن ڪان جيترو اُڪلي سگهي ۽ وٺي، اوترو پيئي.

”پوءِ“ اريڪسيميڪس چيو، ”جيئن تہ توهان سڀ ان تي متفق آهيو. تہ هرڪو پنهنجي راز مطابق پيئندو ۽ اهو بہ تہ ڪنهن تي ڪا زور زبردستي نہ هوندي تہ پوءِ هينئر مان هڪ ٻي تجويز ڏيندس تہ بانسري وڄائيندڙ ڇوڪري، جيڪا اڃهو آئي آهي تنهن کي چيو وڃي تہ هوءَ هلي وڃي ۽ ٻلي وڃي پنهنجي منهن سان وڄائي يا جي هوءَ چاهي تہ پوءِ اندر زناني ۾ وڃي وڄائي (4). ان جي بدران اڄ پاڻ ۾ ڪچهري ڪريون ۽ جي توهان ان ڳالهہ تي راضي ٿي اهڙي اجازت ڏيو تہ ۽ ائين پڇو تہ گفتگو ڪهڙي موضوع تي ٿيڻ گهرجي تہ مون وٽ ان لاءِ بہ هڪ تجويز آهي.“

سڀني اها تجويز قبول ڪري کيس اجازت ڏني وئي ۽ پوءِ اريڪيسميڪس چيو، ”مان يوريپيڊس جي ميلانپي وانگر ڳالهائيندي شروعات ائين ڪندس تہ 'اها منهنجي رِٽ نہ آهي' جيڪا مان ٻڌائڻ وارو آهيان. اها

ڳالهه فيڊرس جي آهي. هو اڪثر فرياد واري انداز ۾ مونکي چوندو آهي:
’اريڪيسميڪس اها ڪيڏي نه عجيب ۽ شرم جهڙي ڳالهه آهي ته ٻين ديوتائن جي شان ۾ ته بيت، ڀڄن ۽ قصيدا ٺهيل آهن، پر آڳاٽي عظيم ۽ سگهاري ديوتا پيار جو، هيترن سارن شاعرن، جيڪي ٻه ٽي گذريا آهن، تن منجهان ڪوبه واکاڻيندڙ ۽ مداح ڪونهي. جنهن هڪڙو گيت ئي سندس ساراهه ۾ لکيو هجي. ڪافي لائق سافسٽ/ استاد به آهن. مثال طور تمام سٺو پراڊيڪس آهي. هن پنهنجي لکيل ساراهه واري نثر ۾ هيراڪلس ۽ ٻين ڪيترن سورمن جي گڻن جي باري ۾ تفصيلي بحث ڪيو آهي. پر هڪ ٻي عجيب ڳالهه ٻڌ ته مون ڪي ڪنهن ڏاهي جو لکيل هڪ ليک هٿ لڳو جنهن ۾ لوڻ ڪي ان جي فائدن جي ڪري، تعريف ۾ آسمان تي پهچايو ويو آ! ۽ اهڙين ئي ٻين ڪيترين سارين شين ڪي سندن مان مطابق مرتبو ۽ مچتا ڏني وئي آهي. ۽ سوچ ته- لوڻ ۽ ٻين موضوعن تي چا ته ٻکيڙو ۽ متاماري ڪئي وئي آهي. پر اڄ ڏينهن تائين ڪنهن به اها جرئت نه ڪئي آهي ته پيار جي شان مطابق ڪو شبد چئي! ۽ ائين هن سگهاري ۽ عظيم ديوتا ڪي بلڪل نظرانداز ڪيو ويو آهي.“

منهنجي خيال ۾ فيڊرس بلڪل درست پيو چوي، سو مان سندس مدد ڪرڻ چاهيندس. ٻي ڳالهه ته مان پڻ اهوئي سوچيان ٿو ته اسين جيڪي هن وقت هتي اچي گڏ ٿيا آهيون. ان ڪان بهتر ٻيو ڪجهه نه ٿا ڪري سگهون ته پيار ديوتا ڪي مچتا ڏيون. سو جي توهان مون سان ان ڳالهه تي متفق آهيو ته پوءِ پڪ چاڻو ته تقريرن جي ڪمي نه هوندي. چوته پوءِ منهنجي رٿ اها آهي ته اسان مان هر هڪ، ڪابي ڪان ساڄي پاسي ڏانهن، پيار جي شان ۾ تقرير ڪندو وڃي. هر هڪ وٽ ذات جي ڏيهه مان جيڪو ڪجهه به آهي سو سڀ ٻڌائي ۽ فيڊرس جيئن ته منهنجي کابي پاسي ڏانهن پهريون پهريون ويٺل آهي ۽ جيئن ته ان موضوع جو ابو به اهوئي آهي. سو منهنجي خيال ۾ شروعات کيس ئي ڪرڻ گهرجي.“

”اريڪيسمڪس، تنهنجي رٿ خلاف ڪوبه ووٽ نه پوندو“ سقراط چيو، ”جيتريقدر منهنجي ڳالهه آهي ته مان آخر ڪيئن تنهنجي رٿ جي مخالفت ڪندس، مان جيڪو اهو ٻاسيان ٿو ته مان، هڪ پيار کان سواءِ ٻيو ڪجهه به ڄاڻان ئي نه ٿو. نه ئي مان سمجهان ٿو ته ڪو اگيٿون يا پاسينياس ان موضوع

جي مخالف ڪندا. ارسٽو فينز جي باري ۾ تہ شڪ ڪرڻ ئي اجايو آ، ڇوتہ سندس واسطو ئي ڊايونيسس ۽ ايفروڊائيٽ سان آهي ۽ مونکي چوڌاري ويٺلن ۾ بہ اهڙو ڪو نظر ڪونہ ٿو اچي، جيڪو نااتفاقي ڏيکاري. جيتوڻيڪ مان ان ڳالهہ کان باخبر آهيان تہ اها رٿ اسان پٺيان ويٺلن لاءِ ڪجهہ ڏکي پوندي ۽ اسان سان انصاف نہ ڪندي جو اسان جو وارو آخر ۾ آهي. بهرحال پوءِ بہ پاڻ ان تي راضي آهيون ۽ دل ۾ نہ ڪنداسين، جيڪڏهن اسان کان اڳ وارا همراهہ پنهنجين سيبتين تقريرن سان موضوع تي ڳالهائڻ لاءِ باقي ڪجهہ بچائين ئي نہ. چڱو تہ پوءِ فيڊرس کي پيار جي واکاڻ شروع ڪرڻ گهرجي. اسان جون نيڪ تمنائون ساڻس گڏ آهن."

سڀني سنگت هائوڪار ڪئي ۽ خواهش ڏيکاري تہ فيڊرس، سقراط جي چوڻ مطابق، شروعات ڪري. ارسٽوڊيمز کي اهو سمورو ياد نہ هيو، جيڪو ڪجهہ ڳالهايو ويو ۽ نہ ئي وري مون کي اهو سمورو ياد آهي، جيڪو هن مون کي ٻڌايو. سو انهن تقريرن منجهان جيڪو ڪجهہ مون کي ياد آ، ۽ جيڪو مون ياد ڪرڻ لاءِ اهم سمجهيو، سو توکي ٻڌايان ٿو.

جيئن ڇيم تہ ارسٽوڊيمز مون کي ٻڌايو تہ فيڊرس هتان شروعات ڪئي تہ "پيار هڪ وڏو طاقتور ديوتا آهي ۽ ڌرتي توڙي آسمان تي سڀني کي حيرت ۾ وجهي ڇڏيندڙ خاص ڪري پنهنجي جنم جي لحاظ کان هن جو وڏو شان آ، جو هو سڀني ديوتائن کان اڳاتو آهي. ان جي ثابتي اها آهي تہ پيار جو ڪو پيءُ ماءُ ڪونهي، نہ ئي ڪنهن شاعر يا نثرنگار ڪڏهن ائين لکيو يا چيو آهي تہ ڪيس والدين هئا. جيتوڻيڪ هيسئاڊ چوي ٿو:

پهريون آيو/ چايو آنڌ ڌنڌ ۽ پوءِ چائي ڌرتي،
موڪري ڇاتي واري،
جيڪو سڀ ڪجهہ آهي تنهن لاءِ،
هميشه جي لاءِ رهڻ واري،
۽ ان سان گڏ پيار.

ٻين لفظن ۾ ائين ڪٿي چئجي تہ آنڌ ڌنڌ کان پوءِ هي پئي، يعني ڌرتي ۽ پيار، وجود ۾ آيا. پيرمينڊس پڻ جنم بابت هيئن ٻڌائي ٿو.

ديوتائن جي سلسلي ۾،
ڀهريائين ڀهريائين،
پيار کي جوڙيائين.

۽ اکيو سيلاس به هيسئاڊ سان متفق آهي ۽ ائين گهٽا ان ڳالهه تي متفق آهن ته پيار سيني ديوتائن کان آڳاٽو آهي ۽ نه صرف اهو ته هو آڳاٽو ۽ مربي ديوتا آهي، پر اسان لاءِ تمام گهڻين سنائن جو سبب ۽ وسيلو پڻ آهي. مان نٿو چاهان ته ڪنهن به نوجوان لاءِ ان کان وڌيڪ سنائي ڪا ٻي ٿي سگهي ٿي ته هن کي پنهنجي نوجواني کان وٺي ئي هڪ نيڪ ۽ سٺو پيار ڪندڙ ملي. يا هڪ پيار ڪندڙ کي پنهنجي پيار لاءِ هڪ لائق، نوجوان محبوب هٿ اچي: ڇاڪاڻ ته هڪ مانائتي زندگي گذارڻ لاءِ جيڪو اصول ۽ رهنمائي هجڻ گهرجي، ان رهنمائي لاءِ مان چوان ٿو ته نه ئي مٽ مائٽ، نه ئي رتبو، نه دولت ۽ نه ئي ڪا ٻي شيءِ اثرائتي ۽ ڪارگر ثابت ٿي سگهي ٿي؛ پر رڳو پيار ئي ٿي سگهي ٿو. ۽ منهنجو ان مان ڇا مطلب آ؟ منهنجو مطلب آهي 'هو احساس جيڪو خواري جي ڳالهه مهل شرم ڏياري ۽ اتم ۽ اعليٰ آدرش لاءِ اتساهه ڏئي. ها ان احساس کانسواءِ نه ئي رياستون ۽ نه ئي ڪو فرد سٺا، سهڻا ۽ عظيم ڪم ڪري سگهي ٿو. ۽ تڏهن مان چوان ٿو ته هڪ عاشق جڏهن ڪو خواريءَ جهڙو ڪم ڪندي پڪڙجي پوي ٿو يا جڏهن ڪو سندس بيعزتي ڪري ۽ هو بزدلي ڏيکاري، پنهنجو بچاءُ نه ڪري ۽ پوءِ ان ويرم ۾ جي سندس محبوب کيس ڏسي ورتو ته هن کي وڌيڪ پيڙا ۽ پشيماني ٿيندي. جڏهن ته سندس پيءُ، يا ڪنهن سنگتي يا کهڙي به ٻئي ماڻهوءَ جي ڏسي وٺڻ تي هن کي ايڏي پشيماني ۽ اٿ تڻ نه ٿيندي. وري معشوق کي به پنهنجي باري ۾ ساڳيو ئي احساس ٿيندو، جي هن کي به سندس عاشق ڪنهن اهڙي خواري جهڙي صورتحال ۾ ڏسي ورتو.

۽ جيڪڏهن اسان ڪا اهڙي ترڪيب يا طريقو ڳولي ڪڍون جو ڪا رياست يا ڪا فوج عاشقن ۽ معشوقن تي مشتمل هجي ته پوءِ هو پنهنجي شهر/ رياست جا بهترين حڪمران ثابت ٿيندا جو هو بيحڙائي ۽ بدڪاري کان پاسو ڪندا ۽ هڪ ٻئي کي عزت، مانَ ۽ مجتا ڏيڻ ۾ هڪ ٻئي سان ريس ڪندا ۽ ٻي صورت ۾ جي هو هڪ ٻئي سان ڪلهو ڪلهي ۾ ڏئي جنگ ڪندا

تہ يلي ڪٺي ٿورا مَٺ جيترائي هجن، پر هو سچي دنيا کي فتح ڪري وٺندا. چوتہ عاشق ائين ئي چاهيندو تہ پنهنجي سونپيل جڳهہ ڇڏيندي يا پنهنجا هٿيار ڦٽا ڪرڻ مهل، يلي ڪيس سچو جڳ تہ ڏسي، پر سندس معشوق ڪيس نہ ڏسي وٺي. هو هزار ڀيرا مرڻ لاءِ تيار هوندو، پر هن جو ائين ڏسي وٺڻ سهي نہ سگهندو. يا ڪير پنهنجي معشوق کي اڪيلو ڇڏي ڀاڄ ڪائيندو يا ان کي درپيش خطري جي گهڙيءَ ۾ گسي پوندو؟ اهڙي گهڙيءَ ۾ تہ ڀاڙي ۾ ڀاڙي بہ هڪ بهادر، جوشيلو جوان ۽ پهلوان ٻڻجي پوندو، جو پيار منجهس اهڙو اتساه پريندو. ۽ جيئن هومر چوي ٿو تہ خدا ڪن سورمن ۾ ”جوش ڦوڪي ٿو“، سو پيار بہ پاڻ منجهان اهڙي قوت عاشقن ۾ اوتي ٿو.

پيار ئي انسان ۾- پوءِ اهو مرد هجي يا عورت- پنهنجي محبوب جي لاءِ موت قبولڻ جي جرئت بہ پيدا ڪري ٿو- ها، صرف پيار ئي. اوهان يونانين جي سامهون ڳالهائيندي، مان پيلياس جي ڌيءَ الڪيسٽس جي مثال ڪان وڌيڪ ڪو ٻيو مثال، انهيءَ ڳالهہ جي ثبوت طور پيش ڪري نہ ٿو سگهان. اوهان کي خبر آهي تہ هوءَ پنهنجي مڙس پاران پنهنجي زندگي قربان ڪرڻ لاءِ تيار هئي. جڏهن تہ ٻيو ڪوبہ موت قبولڻ لاءِ تيار نہ پئي ٿيو، توڙي جو سندس مڙس جا پيءُ ۽ ماءُ بہ موجود هئا. پر سندس ڪومل پيار گوءِ کٽي، هن جي پيءُ ۽ ماءُ کي بہ اهڙو اجنبي ثابت ڪري ڏيکاريو، جن جو پنهنجي پٽ سان چرڻ رت جو نہ پر رڳو نالي ۾ ڪو رشتو هيو. ۽ هن جو اهو عمل صرف انسانن کي ئي نہ، پر ديوتائن کي بہ ايڏو اُتم لڳو، جو اهڙن گهٽن انسانن منجهان جن سٺا ۽ نيڪ عمل ڪيا آهن، هن جو شمار انهن چند انسانن منجهہ ٿئي ٿو، جن کي ديوتائن طرفان سندن اتم عملن جي ميجتا ملي ٿي. سو ديوتائن سندس روح کي هيڊس (5) منجهان آزاد ڪري ڪيس ڌرتي ڏانهن واپس زنده موٽڻ جو اختيار ڏئي ڇڏيو. ڏسو تہ پيار ۾ اهڙي دليري، همٿ ۽ سچائي کي ديوتا ڪيڏو نہ مان ۽ مرتبو بخشين ٿا. پر آئيگرس جي پٽ آرفيس کي ديوتائن، هيڊس منجهان خالي هٿين ئي موٽائي ڇڏيو ۽ ڪيس پنهنجي زال، جنهن جي ڳولا ۽ طلب هن کي هئي؛ اها خود ڪيس نہ ڏنائيون پر ان جو رڳو عڪس ئي ڏيکارياؤنس. ڇو تہ هو بس هڪ نازڪ سرندي نواز ئي رهيو ۽ ڪا همٿ ۽ دليري ڪونہ ڏيکاري. هو الڪيسٽس وانگر پنهنجي پيار جي لاءِ مرڻ جي

جرئت تہ نہ ڪري سگهيو، رهندو حرفت هلائي هيڊس ۾ زنده داخل ٿيڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو. وڏيڪ اهو تہ ديوتائن ڪيس انهيءَ پاڙيائپ جي سزا بہ ڪيس اها ڏني جو سندس موت بہ هڪ عورت جي هٿان ئي ٿيو.

وري اڪائيلس ڪي سندس عاشق پيٽروڪلس سان هن جي سچي پيار جو اجر بلڪل مختلف مليو- اهو خيال تہ پيٽروڪلس عاشق نہ پر معشوق هيو، هڪ بيوقوفي واري ڳالهہ آهي، جنهن جو ايسڪائيلس شڪار ٿيو آهي. ڇوتہ اڪائيلس نہ رڳو پيٽروڪلس کان وڌيڪ حسين هيو پر پنهنجي سمورن سورمن کان بہ سهڻو هو ۽ جيئن هومر اسان کي ٻڌائي ٿو. اڪائيلس کي اڃا ڏاڙهي بہ نہ لٿي هئي ۽ پيٽروڪلس کان عمر ۾ گهڻو ننڍو هيو. سو پيٽروڪلس ساڻس پيار ڪندڙ هيو نہ ڪي سندس پيار- هاڻي اڪائيلس کي تہ بلڪل خبر هئي، ڇوتہ هن کي پنهنجي ماءُ ٻڌايو هيو تہ هو موت کان بچي سگهيو پئي ۽ گهر موٽي وڏي ڄمار تائين زنده رهي سگهيو پئي جيڪڏهن هو هيڪٽر کي قتل نہ ڪري. پر هن سورمن جهڙو ڪم ڪندي پنهنجي دوست جي مدد ڪرڻ ۽ هن جي مري وڃڻ کان پوءِ هن جو بدلو وٺڻ لاءِ پنهنجي جان جي قرباني ڏني ۽ مرڻ جي جرئت ڪئي. جنهن ڪري ئي ديوتائن ڪيس الڪيسٽس کان بہ مٿاهين عزت بخشي ۽ ڪيس بليسٽ جي ٻيٽن ڏانهن اماڻي ڇڏيو. حقيقت اها آهي تہ جيتوڻيڪ ديوتا، عاشقن جي جرئت ۽ همت کي وڏو مان ۽ شان بخشين ٿا، پر ڪنهن محبوب جو پنهنجي عاشق لاءِ پيار جا، هو اڃا وڌيڪ مداح بہ آهن ۽ ان جو وڏو قدر ڪري اجر ڏين ٿا. ڇو تہ عاشقن کي اهڙو اُتساهہ ۽ همت تہ اڳ ۾ ئي ديوتا طرفان ڏنل هوندي آهي.

مون وٽ اهي ئي دليل آهن ان ڳالهہ جا تہ پيار ٻين سڀني ديوتائن کان اڳاٽو، اُتم ۽ سگهارو ديوتا آهي. اهوئي انسانن لاءِ خصلت، گڻن ۽ خوشين جو مالڪ ۽ ڏيندڙ آهي، زندگيءَ ۾ بہ ۽ موت کان پوءِ بہ."

ارسٽوڊيمز ٻڌايو تہ اها اهڙي ئي قسم جي تقرير هئي، جيڪا فيڊرس ڪئي. سندس چواڻي تہ ڪي ٻيون تقريرون بہ ٿيون، جيڪي کيس ٺيڪ طرح ياد نہ رهيون. هن پوءِ هڪ ٻي تقرير ٻڌائي جيڪا پاسينياس جي هئي.

هن چيو، "فيڊرس، منهنجي خيال ۾ تہ بحث کي اسان جي سامهون چٽو ڪري نہ رکيو ويو آهي. اسان ائين ڪيئن بلڪل سادي سودي نموني بنا ڪنهن

فرق سمجھڻ جي، بس پيار جي واکاڻ ۾ تقرير ڪرڻ شروع ٿي ويون. جيڪڏھن پيار صرف ھڪڙوئي ھجي ھا تہ پوءِ تون جيڪو ڪجھہ چيو سو بلڪل نيڪ آھي. پر جيئن تہ ھڪ کان وڌيڪ پيار موجود آھن، سو تون اڳ ۾ ئي اھو واضح ڪري ڇڏين ھا تہ اسان جي مداح جو موضوع ڪھڙو پيار آھي. سو مان پھريائين ان غلطي جي تصحيح ڪندس تہ ڪھڙو پيار واکاڻ جو مستحق آھي ۽ پوءِ ان واکاڻ جي مستحق پيار جي، ان جي شان مطابق واکاڻ ڪندس. جنھن جو اھو لائق آھي. جيئن تہ اسان سيني کي خبر آھي تہ پيار، ايفروڊائيٽ (6) ديوي کان ڌار نہ ٿو ڪري سگھجي. سو جيڪڏھن ايفروڊائيٽ بہ رڳو ھڪڙي ھجي ھا تہ پيار بہ ھڪڙو ھجي ھا. پر جيئن تہ ديويون بہ آھن ان ڪري پيار بہ لازماً بہ ھجڻ گھرجن، ڇا مان غلط ٿو چوان تہ ديويون بہ آھن؟ ھڪ وڏي جيڪا يورينس جي ڌيءَ آھي ۽ جنھن کي ڪا ماءُ ڪونھي. ان کي آسماني ايفروڊائيٽ چيو ويجي ٿو ۽ ٻي ننڍي، جيڪا زيوس ۽ ڊايوني جي ڌيءَ آھي ان کي اسان عام ايفروڊائيٽ سڏيندا آھيون. ۽ پيار جيڪو ساٿس لاڳاپيل آھي، تنھن کي عام پيار ۽ ٻئي کي آسماني پيار سڏيو ويجي ٿو.

ساراھہ سيني ديوتائن جي ڪرڻ گھرجي، پر انھن جي فطرت ۾ فرق ظاھر ڪرڻ ڪانسواءِ ئي، نہ ڪرڻ گھرجي. تنھنڪري مون کي بہ ٻنھي پيارن جي فطرت ۾ فرق، ضرور ظاھر ڪرڻو پوندو. حقيقت ۾ ھر عمل پنھنجو پاڻ ۾ نہ سٺو آ نہ خراب. عمل، سندن بجاآوري جي طريقي ۽ ڍنگ جي ڪري ئي مختلف ٿين ٿا، مثال اھوئي ڪٿي وٺو، جيڪو اسان ھينئر ڪري رھيا آھيون- مٽ پيئون، ڳايون ۽ ڳالھايون پيا- اھي عمل پنھنجي سر سٺا آھن، نہ برا. پر انھن جي سٺي ۽ بري ھجڻ جو دارومدار ان تي آھي تہ انھن جو استعمال ڪھڙي حساب ۾ ڪھڙي خيال کان ڪيو ويجي ٿو. جيڪڏھن اھي عمل درست نموني ۽ سھڻي انداز ۾، احسن طريقي سان سرانجام ڏنا وڃن ٿا تہ اھي سٺا آھن ۽ غلط حساب ۾، بري خيال کان ڪيا وڃن تہ اھي برا آھن. ساڳيوئي قصو پيار جو آھي. ھر قسم جو پيار نہ، پر رڳو اھو پيار جنھن جي آڏو اُتم مقصد موجود آھي، سوئي اعليٰ ۽ ساراھہ جي لائق آھي. پوءِ اھو پيار جيڪو عام ايفروڊائيٽ جو اولاد آھي، سو لازماً عام رواجي قسم جو ٿئي ٿو ۽ اھو ڪنھن بہ قسم جي تفاوت يا فرق ڪرڻ کان وانجھيل آھي. اِھو اھو پيار آھي جيڪو

نيچ قسم جا ماڻهو ڪندا آهن ۽ ان جون نشانيون هي آهن:
پهرين ڳالهه ته اهو عورت سان به ٿي سگهي ٿو ۽ ڇوڪرن سان به.
ٻي ڳالهه ته مٿين ٻنهي صورتن ۾ اهو روح سان نه پر جسم سان ڪيو ويندو آهي ۽ ٽئين ڳالهه ته اهڙو ماڻهو ائين چاهيندو آهي ته هو جنهن سان پيار ڪري ٿو، اهو جيترو گهٽ سمجهو ۽ اڻڄاڻ هجي ته اوترو چڱو. ڇوته ان پيار جي پڄاڻي رڳو پنهنجي غرض پوري ڪرڻ تائين هوندي آهي ۽ اهو ڪڏهن به پنهنجي پڄاڻي مانائتي نموني ۽ شان شوڪت سان نه چاهيندو آهي. سو ان ڪري اهڙو پيار رڳو اتفاقي هوندو آهي ۽ جيترو خراب، اوترو سنو به ٿي سگهي ٿو. ان جو اهڙو سياءَ ۽ فطرت سندس ماءُ، ان عام ديوي جي ڪري ئي آهي، جيڪا ٻيءَ کان گهٽ ننڍي به آهي ۽ جيڪا نر ۽ ماديءَ جي ميلاپ منجهان ڄائي آهي. پر آسماني ايفروڊائيٽ جنهن سان ٻئي پيار جو تعلق آهي ۽ جنهن جي ڄمَ ۾ عورت جو ڪو حصو پتي ڪونهي- هوءَ رڳو نر منجهان آهي. ۽ جيئن ته اها وڏي به آهي، سو مستي، البيلائپ ۽ ڏاڍائي منجهس ڪانهي. تنهن ڪري اهي جن ۾ هن قسم جي پيار جو جوش ڦوڪيل هوندو آهي، سي نرن ڏانهن مائل هوندا آهن ۽ اهڙن ۾ دلچسپي وٺندا آهن، جيڪي بهادر ۽ ذهين هوندا آهن. ۽ وري اهڙن هم جنسن سان پيار ڪندڙن ۾ به، ڪير به انهن کي سندن چال چلت ۽ ڍنگن مان سڃاڻي سگهي ٿو. جيڪي هن پوئين ٻئي قسم- آسماني ايفروڊائيٽ وارو صاف ۽ پوتر پيار ڪندڙ هوندا آهن. ڇو ته اهي ننڍڙن ڇوڪرن سان پيار نه ڪندا آهن، پر ان عمر وارن سان جن ۾ عقل، ڏاهپ ۽ ذهانت ظاهر ٿيڻ لڳندي آهي. يعني ائين ڪٿي چئجي ته عمر جي ان حصي ۾ جڏهن ڪين ڏاڙهي لهڻ شروع ٿيندي آهي ۽ پنهنجي پيار سان عمر جي ان حصي ۾ عشق جي شروعات ڪندي ۽ ائين نوجوانن کي پنهنجو سنگتي بڻائيندي، سندن منشا ۽ مراد ساڻن وفادار رهڻ ۽ انهن سان سڄي عمر جو ساٿ نڀائڻ جي سَڌ هوندي آهي. هن قسم جا عاشق انهن منجهان نه هوندا آهن، جيڪي نوجوان ڇوڪرن جي ننڍي عمر جي ڪري، گهٽ عقل، اڻڄاڻائي ۽ ناتجربيڪاري جو فائدو وٺي، کين بيوقوف بڻائي، ساڻن دغا ڪندا آهن ۽ ڌوکو ڏيندا آهن ۽ هڪ کي ڇڏي وري ڪنهن ٻئي نئين سان يارِي رکندا آهن: سو ماڻهن تي ننڍي عمر جي ڇوڪري سان عشق ڪرڻ تي قانوني پابندي

لڳائي وڃي. ڇو تہ انهن جو مستقبل تہ مبهم هجي ٿي ٿو ۽ ان جو ڪھڙو يقين تہ هو وڏي عمر جا ٿي روحاني يا جسماني طور خراب ٿين يا سنا. ان معاملي ۾ سنا ماڻهو ڇڻ تہ پنهنجي لاءِ پاڻ ئي قانون آهن. پر بهتر ائين ٿيندو تہ اهڙن نيچ ۽ بي ادب عاشقن تي بہ اهڙي ڪا پابندي لاڳو ڪئي وڃي، جهڙي اسان وٽ اڳ ۾ ئي موجود آهي. جنهن مطابق آزاد ڄايل عورتن سان زوري پيار ۽ تعلقات مڙهڻ جي منع ڪيل آهي. اِهي ئي ماڻهو آهن جيڪي پنهنجي بي عقلي ۽ پاڻ تي ضابطي نہ هئڻ ڪري، پيار جي نالي کي بدنام ڪن ٿا. پوءِ اهڙن ڪجھہ ڄڻن کي انهي محبت ڪرڻ کان قانوني طور روڪيو وڃي. ڇوتہ اهڙا پيار ڪندڙ، پيار جي نالي ۾ ناجائزي ۽ برائي جي منشا رکندا آهن. ۽ اهڙن کي ڏسي ڪري ئي ڪجھہ ماڻهو ائين بہ چوڻ لڳندا آهن تہ پاڻ کي عاشق جي حوالي ڪري ڇڏڻ خواري جهڙو ڪم آهي. جڏهن تہ ڪوبہ ڪم جيڪو شانائتي، قانوني ۽ واجبي نموني ڪيو وڃي، تنهن تي نہ پابندي وجهي سگهجي ٿي ۽ نہ ئي ان کي ڪو نندينديو.

هاڻي هتي اسان وٽ ۽ ليڪيڊيمن ۾ پيار بابت ڏهيل قانون منجهائيندڙ آهن. پر ٻين ڪيترن ئي شهرن ۾ سادا ۽ سولائي سان سمجھہ ۾ ايندڙ آهن. ايلس، بوئيوٽا، اسپارٽا (7) ۽ ٻين ملڪن ۾ جتي ماڻهن ۾ اهو فصاحت ۽ بلاغت جو ڏانءُ ۽ رواج ڪونهي، اتي اهي قانون بلڪل سنوان سڌا آهن. بس قانون فقط اهڙن لاڳاپن جي حق ۾ موجود آهي ۽ ڪوبہ جوان يا پيرو انهن کي خراب نہ سمجهندو آهي. منهنجي خيال ۾ اهو ان ڪري آهي جو ان پاسي ماڻهو ڄٽي ڪوري واري ڊيگھہ ڪرڻ نہ چاهيندا آهن. سو عاشق اڪرن جي استعمال، لفظن جي جڙاءَ ۽ تقريرن جي تڪرار سان نوجوانن کي پاڻ ڏانهن مائل ڪرڻ جي تڪليف ڪونہ ڪندا آهن. ان جي ابتڙ، آيونيا جي ڪيترن حصن ۾ ۽ اُتي، جتي جتي پارسي حاڪميت (8) آهي ۽ عام طور انهن ملڪن ۾ جتي جابر حاڪمن جي حڪمراني آهي، اتي پيار جي رواج کي غلط نظرن سان ڏٺو وڃي ٿو. نوجوانن سان پيار کي اتي بہ اُنهيءَ بدنامي ۽ خواري ۾ ياڳي ڀائيوار ٿڄڻو ٿو پوي، جيڪا اتي راندين/ جمناسٽڪ ۽ فلسفي کي نصيب آهي. ڇوتہ اهي سڀ شيون ان ظلم ۽ انڌير جي نگريءَ لاءِ نقصانڪار ٿڄن ٿيون. ڇوتہ

حڪمرانن جو فائدو انهيءَ ۾ آهي ته سندن رعيت بي همت ۽ بي وس هجي ۽ منجهن سماجي، شعوري، يا دوستيءَ جو ڪوبہ مضبوط ٻنڌڻ موجود نہ هجي. ۽ اهو پيار ئي تہ آهي، جيڪو ٻين سيني سڀني کان وڌيڪ، ڪنهن بہ ٻنڌڻ جي مضبوطيءَ جو ضامن آهي. جيئن اسان جي اٿينس جي آمر حڪمران پنهنجي تجربي مان پرايو. ڇوتہ ارسٽوگيٽن جي پيار ۽ هرموديس جي دوستي ئي اها قوت بڻي. جنهن سندس حاڪميت کي ڍاهي ڇڏيو. (9)

تنهن ڪري ئي اهڙين محبتن کي جيڪا بدنامي ملي ٿي، سا لاڳاپيل آهي. انهن جي ٻُرن عملن سان، جيڪي ان کي بدنام ئي ڪندا آهن. ائين ڪٿي ڇئجي تہ حڪمرانن جي خودغرضي ۽ پنهنجي مفادن جي پوُرائي ڪري ۽ رعايا جي ڀاڙيائپ ۽ بي همتيءَ ڪري. ٻئي طرف وري ڪجهہ ملڪن ۾ جتي محبتن کي ائين بنا فرق ڪرڻ جي مان ۽ شان ڏنو ويجي ٿو، سو اتان جي قانون ٺاهيندڙن جي ذهني پسماندگي جي ڪري ٿي آهي. اسان جي ديس ۾ ڪافي بهتر اصول موجود آهن. پر جيئن مون چيو پئي تہ اهي البت منجهائيندڙ آهن. ڇوتہ اوهان ڏسندؤ تہ نِروار پيار، ڳجهن پيارن کان وڌيڪ مانائتا ليکيا وڃن ٿا. ۽ اهو تہ اهڙن سان پيار ڪرڻ کي، جيڪي وڏ گهراڻن ۾ ڄمن ٿا، توڙي جو مهانڊن جا بہ مڙئي موچارا ۽ پورا سارا هجن ٿا، تڏهن بہ اهڙي پيار کي خاص مانَ، شانَ ۽ عزت جي نگاهہ سان ڏٺو ويجي ٿو. اهو بہ غور ڪيو تہ عاشق کي سڀ ڪيڏو نہ همتائين ٿا ۽ ائين نہ ٿو سمجهيو ويجي تہ هو ڪو غير مانائتو ڪم ڪري رهيو آهي، جنهن ۾ جڏهن هو ڪامياب ٿئي ٿو تہ سندس واکاڻ ٿئي ٿي ۽ جي هو ناڪام ٿئي ٿو تہ هن تي الزام اچي ٿو. ۽ هو پنهنجي پيار کي حاصل ڪرڻ جي جستجو ۽ ڳولا ۾ اسان جي سماج جو قانون سندس ڪيترين ئي عجيب شيون نہ صرف درگذر ڪري ٿو، پر ڪيس انهن جي ڪرڻ جي اجازت بہ ڏئي ٿو. جنهن قسم جي چال چلت کي هونئن تہ جيڪر سخت نموني ننديو ويجي، جي اهي ڏنڌا ٻئي ڪنهن مطلب لاءِ يا پئسي پنجڙ هٿ ڪرڻ جي حرص ۾ ڪيا وڃن ۽ ماٺهو ائين ڪري جيئن عاشق پنهنجي معشوق لاءِ ڪندو وتندو آهي- دعائون گهري، وينتيون وجهي ليلائي ۽ پَلوَ پائي، قسم کڻي، در آڏو تڏو وڇائي سمهي ۽ پنهنجي رضا خوشيءَ سان ڪنهن غلام کان بہ بدتر غلاميءَ ۾ گهارڻ قبول ڪري- هونئن تہ ٻئي ڪنهن

ٻه معاملي ۾ دوست ۽ دشمن ٻئي ڪيس اهڙن عملن ۽ ڪارگذارين کان بلڪل روڪن ها. پر هينئر ڪوبه دوست سندس اهڙن ڪمن ڪري نه ته شرمسار ٿيندو ۽ نه ئي ڪيس تنبيهه ڪندو. ۽ نه ئي ڪو دشمن متاثر ڪميٽائي يا چاپلوسي جو الزام هڻندو. پر عاشق جا اهي سڀ عمل رهندو ڪيس زيب ڏين ٿا ۽ هن جو شرف وڌائين ٿا. ۽ اسان جي ريتن رسمن ۽ قانونن موجب اهي نهايت ساراهه جوڳا آهن ۽ اهو ته اهي ڪي عيب وارا ڳڻڻ نه آهن. ۽ سڀ کان عجيب ڳالهه اها ته ماڻهو چون ٿا ته عاشق ئي- ۽ ٻيو ڪير به نه پر رڳو عاشق ئي- ساک ڪٽي، وري ڇاڻي ٻُجهي ان ساک ۽ قسم تان ڦري سگهي ٿو. ۽ وري ديوتا به عاشق جي اهڙي خطا کي معاف ڪري ڇڏين ٿا. ڇوته هڪ عاشق جو قَسم، ماڻهن چواڻي، قسم ليکبوئي ناهي. سو اسان جي پاسي واري هن دنيا ۾ موجود ريتن رسمن ۽ قانونن موجب اهڙي آزادگي، ديوتائن ۽ انسانن عاشقن کي ڏئي ڇڏي آهي. انهن ڳالهين جي بنياد تي ڪو ماڻهو اهو واجبي دليل بيشڪ ڏئي سگهي ٿو ته اٿينس ۾ عاشق ٿيڻ يا معشوق هجڻ وڏي مانائتي ڳالهه ليکي وڃي ٿي. پر وري جڏهن والدين پنهنجي پٽن کي سندن عاشقن سان ڳالهائڻ کان روڪين ٿا ۽ کين خانگي استادن جي سکيا ۽ تربيت هيٺ رکن ٿا، جيڪو سندن عشق وارن معاملن تي به نظرباني ڪري ٿو. پوءِ اهو ڇوڪرو جيڪو عشق ۾ آزيل آهي، ان کي جڏهن سندس سنگتي ۽ هڪ جيڏا مهڻا ۽ معيارون ڏين ٿا ۽ اهو ته سندن وڏا، کين طعنا ڏيندڙن کي خاموش ڪرائڻ کان به انڪار ڪري ڇڏين ٿا- هاڻي جيڪڏهن ڪير به انهن سمورن معاملن تي ويچار ڪندو ته هڪ مختلف نتيجي تي پهچي ائين سمجهي سگهي ٿو ته اسان اهڙن معاملن کي خواري جهڙو سمجهون ٿا.

پر جيئن مان پهرين چئي چڪو آهيان ته منهنجي خيال ۾ اهو سوال ڪو ايڏو سادو ڪونهي ته بس اهي عمل مانائتا آهن يا خواري جهڙا؟ پر حقيقت هيءَ آهي ته هر عمل جو دارومدار حالتن تي آهي. ڪوبه عمل پنهنجو پاڻ نه سٺو آهي نه خراب. اهي عمل ان ماڻهو لاءِ معتبر ۽ مانوارا آهن. جيڪو سندن پيروي ۽ بجاآوري، عزت، آبرو سان ۽ واجبي نموني ۾ ڪري ٿو. ۽ اهي عمل ان لاءِ غير مانائتا ۽ خواري جهڙا آهن، جيڪو انهن جي پوياڻ بيمانو ٿي پوي ٿو. بڇڙي ماڻهو آڏو يا بڇڙي نموني آڻ مڃڻ ۾ بي عزتي آهي. پر سٺي

ماڻهوءَ آڏو يا سٺي نموني مات کائڻ ۾ مانَ آهي. ٻرو آهي اهو نيچ عاشق، جيڪو روح نه پر جسم سان پيار ڪري ٿو ۽ هو مستقل مزاج نه هوندو آهي. ڇوته هو جنهن شيءِ سان پيار ڪري ٿو، اها پڻ پائيدار ۽ مستقل نه آهي. سو جوانيءَ جي جوڀن جو گل، جنهن جو هو گهُرجائو آهي، جڏهن ڪومائجي ويجي ٿو ته پوءِ هو به باوجود پنهنجي سمورن وچنن ۽ وعدن جي پَرَساهي ٿو ۽ اڏامي ٿو وڃي. جڏهن ته اعليٰ اخلاق وارو عاشق سڄي عمر وفادار رهي ٿو. ڇوته هن پاڻ کي جوڙيو به هڪ امر شيءِ سان آهي. سو اسان جي ديس جون ريتون رسمون ائين عشق ڪندڙن کي هڪ قسم جي امتحان مان گذرڻ تي مجبور ڪن ٿيون: اهي عاشق کي پيار ڪرڻ لاءِ همٿائن ٿيون ۽ معشوق کي پاڻ بچائڻ ۽ نٽائڻ لاءِ ته جيئن سچي عاشق آڏو ان جي جاکوڙن ۽ پرک ڪانپوءِ اَڻ ميجي ۽ غلط قسم جي عاشق کان گسائي، تارو ڪري ويجي. سو عاشق ۽ معشوق ٻئي هڪ قسم جي امتحان منجهان لنگهن ٿا. جيستائين انهن جي پرک ٿئي ۽ پڌرا ٿين ته اهي ٻئي، ترتيب وار، ٻنهي قسمن جي عشق مان ڪهڙي قسم سان لاڳاپيل آهن.

۽ اسان جي انهيءَ عام سوچ پٺيان اصل محرڪ به اهوئي آهي. ٻه ڳالهيون مناسب ۽ واجبي نه آهن. پهرين ڳالهه ته اُبهرو عشق به مانائتو نه چئبو؛ ڇوته وقت، جيئن ٻين معاملن ۾ تيئن هن معاملي ۾ به، ان جي سچي هجڻ جي اصلي پرک آهي. ٻي ڳالهه ته اها به غيرمانائتي ڳالهه ڪوٺبي جي پئسن، ڏوڪڙن يا سياسي قوتَ کي ڏسي ڪري پيار ڪجي:- ٻن سببن ڪري: يا ته ماڻهو ڊڄي ٿو ۽ انهن تڪليفن ۽ مصيبتن کي برداشت نه ٿو ڪري سگهي، جيڪي مٿانس مڙهيون وڃن ٿيون يا هو پئسي ڏوڪڙ ۽ انهن رعايتن ۽ سياسي فائدن تي هرڪجي پوي ٿو، جيڪي کيس آڇيون وڃن ٿيون. جڏهن ته انهن مان ڪابه شيءِ دائمي يا جٽاءُ ڪندڙ ڪونهي ۽ انهن مان ڪا خالص ۽ سٺي دوستي جنم وٺي، سا ته ممڪن ئي ناهي. پوءِ اسان جي قانونن مطابق باقي هڪڙو ئي طريقو وڃي بچي ٿو جيڪڏهن معشوق، عاشق کي سهڻي طريقي سان راضي رکڻ چاهي. ڇوته اسان وٽ قانون اهوئي آهي ته ڪابه خدمت جيڪا عاشق پنهنجي مرضيءَ سان معشوق لاءِ ڪري ٿو، سا عاشق جي بي عزتي يا خوشامد نه ٿي ليکي سگهجي. ساڳي ريت محبوب لاءِ به رڳو هڪ

ئي طريقو- رضاڪارانہ خدمت- جو رهي ٿو، جنهن ۾ ڪا خواري يا گهٽتائي ڪونهي- ۽ اهو آهي ڳڻن جي حصول جي ڳولا ۾ رهڻ.

چاڪاڻ تہ اسان وٽ هڪ رواج آهي تہ جي ڪوبہ همراهہ ڪنهن ٻئي جي خدمت ان سوچ هيٺ ڪري ٿو تہ اهو ڪيس ڏاهپ يا ڪنهن ٻئي خصلت ۾ سڌاريندو ۽ تربيت ڪندو تہ پوءِ اهڙي پاٽمرادي خدمت ۾ ڪا بي عزتي يا گهٽتائي نہ ٿي سمجهجي ۽ ان تي خوشامد جو الزام بہ نہ ٿو لڳي سگهي. ۽ اهي ٻئي رواج، هڪ نوجوان سان پيار ۽ ٻيو جنهن جو واسطو فلسفي ۽ ڳڻن سان آهي، سي ٻئي جڏهن هڪ وقت گڏ هجن تہ پوءِ محبوب ڪي عاشق ڏانهن مهربان هجڻ ۾ سنائي آهي. ڇوتہ ائين پنهنجن اصولن مطابق، جيڪي ساٿن نهڪن ٿا، جڏهن عاشق ۽ سندس محبوب گڏجن ٿا يعني عاشق اهو سوچيندي تہ هوپنهنجي مهربان محبوب جي ڪابہ خدمت ڪرڻ ۾،جيڪا سندس وسئون پڄي سگهي، حق بجانب آهي ۽ محبوب وري ائين سوچي تہ هو بہ ان ۾ صحيح آهي تہ هو ان سان جيڪو ڪيس ڏاهپ ۽ سنائي سيکاري ٿو، تنهن سان هر ڀلائي ڪري جيڪا ڪانئس پڄي سگهي. هڪڙو ڏاهپ، ڳڻن ۽ خصلتن ڪي ٻئي تائين پهچائڻ جو لائق هجي ٿو تہ ٻيو وري انهن جي حصول جو منتظر تہ جيئن انهن جي ڪري سندس تعليم تربيت ٿئي ۽ سندس ڏاهپ ۾ واڌارو اچي. جڏهن پيار جا اهي ٻئي اصول پاڙجن ٿا، پورا ٿين ٿا ۽ هڪ هنڌ گڏجن ٿا تہ پوءِ- ها رڳو پوءِ ئي، محبوب جو عاشق ڪي خوش رکڻ ۽ ان ڏانهن مهربان هجڻ سنئي ڳالهہ آهي. جڏهن پيار اهڙي بي غرض قسم جو آهي تہ پوءِ پرواهہ ناهي، جي ڌوڪو بہ مليو. پر ٻئي هر قسم جي پيار ۾ اوتري ئي بي عزتي ليکبي، ڀلي جي ڌوڪو ملي بہ يا نہ بہ ملي. ڇوتہ جڏهن ڪو معشوق، پنهنجي عاشق ڏانهن ان سوچ تحت مهربان آهي تہ اهو شاهوڪار آهي، پر پوءِ پئسي پنجڙ ملڻ واري سندس مراد پوري نہ ٿي سگهي جو عاشق ڪنگلو نڪري پوي ٿو تہ پوءِ نيڪ ان ۾ خواري ۽ بدنامي آهي. ڇوتہ جيتريقدر هن جي ڳالهہ آهي تہ معشوق جي تہ اها ئي ڪوشش هئي تہ هو پئسي ڏوڪڙ خاطر پاڻ ڪي ڪنهن جي ۽ هر هڪ جي آڏو، ڪهڙي بہ ۽ هر استعمال لاءِ حوالي ڪري ڇڏيندو. پر اها ڳالهہ شانائتي نہ ليکبي. ۽ ساڳئي حوالي سان جي ڪو معشوق، ڪنهن عاشق ڏانهن مهربان آهي، ان بنياد تي تہ اهو هڪ سنو انسان آهي ۽ ان

اميد سان تہ سندس سنگت ۾ پاڻ سٺري پوندو ۽ بهتر بڻبو. پوءِ پلي جي سندس عاشق برو نڪري پوي ۽ ڪوبہ گڻ نہ هجيس ۽ ائين جي محبوب کي ڏوکو بہ مليو تہ بہ چئڻ تہ هن هڪ اُتم غلطي ڪئي. ڇوتہ هن تہ اهو ثابت ڪري ڏيکاريو تہ هو سچائيءَ سان پنهنجي سِر، گڻن ۽ نيڪي جي حصول ۽ پنهنجي سڌاري خاطر، ڪنهن بہ ماڻهوءَ لاءِ؛ هر شيءِ ڪرڻ لاءِ تيار آهي. ۽ اهائي تہ خوبصورت ترين ڳالهہ آهي. هر صورت ۾ گڻن ۽ خصلتن خاطر ڪنهن ٻئي جي قبولت ۽ ميتا، اعليٰ ۽ اُتم ڳالهہ آهي. هي اهو پيار آهي جيڪو آسماني ديوي جو پيار آهي؛ پيار جيڪو آسماني بہ آهي ۽ رياستن ۽ انسانن لاءِ وڏو قيمتي بہ. جنهن پيار ۾ عاشق ۽ معشوق پنهنجي سڌاري لاءِ سڀ ڪجهہ ڪرڻ تي هڪجهڙا ۽ هڪجيترا خواهان ۽ سرگرم ٿين ٿا. جڏهن تہ ٻيا سمورا پيار هُن ٻي ديوي جو اولاد آهن، جيڪا عام رواجي ديوي آهي. منهنجا پيارا فيڊرس! مون وٽ تنهنجي لاءِ پيار جي واکاڻ ۾ اهو ڪجهہ ئي هيو، جيڪو مون وڌ کان وڌ بهتر انداز ۾، اتي جو اتي، بنا تياري جي پيش ڪيو.

پاسينياس هن فقري تي اچي ساهي پٽي- 'مان ڏاهن وٽان ڳالهائڻ جو اهوئي طريقو سکي ۽ پرائي سگهيو آهيان.'

ارسٽوڊيمز ٻڌايو تہ ان کان پوءِ ارسٽوفينز جو وارو هيو، پر يا تہ هن گهڻو کاڌو هيو يا ڪنهن ٻئي سبب ڪري کيس هڏڪي تي پئي هئي. سو لاچار تي وارو متائڻ لاءِ اريڪسيميڪس طبيب کي عرض ڪيائين جيڪو ڪائنس پوءِ صوفي تي ويٺل هيو. "اريڪسيميڪس! يا تہ تون منهنجي هن هڏڪي کي بس ڪراءِ يا منهنجي بدران ڳالهاءِ، جيستائين هيءَ هڏڪي جند ڇڏي." هن چيو.

"مان ٻئي ڪم ڪندس." اريڪسيميڪس وراڻيو، "مان تنهنجي واري تي ڳالهايان ٿو، تون منهنجي واري تي ڳالهائجان ۽ مان جيسين هيڏي ڳالهايان، تون هيئن ڪر جو ساهہ کي روڪ. ڪجهہ گهڙيون ائين ڪرڻ کان پوءِ بہ هڏڪي نہ وڃي تہ پوءِ پاڻيءَ سان وڏا گرڙا ڪر، ۽ جي اڃا بہ هڏڪي جاري رهي تہ پوءِ نڪ ۾ ڪنهن شيءِ سان ڪتڪتائي ڪڍي نڇ ڏيار. جڏهن ائين هڪ ٻہ دفعا نڇ اچي وئي تہ پوءِ ڪيتري بہ زبردست هڏڪي ڇو نہ هجي، جند ڇڏي ويندي."

”مان تنهنجي نسخي تي عمل ڪيان ٿو.“ ارستوفينز چيو، ”۽ تون پلي تقرير شروع ڪر.“ اريڪسيميڪس هيئين ريت ڳالهايو:

”اهو سمجهندي تہ پاسينياس شروعات تہ سٺي ڪئي پر پڄاڻي ناهوڪي ڪونہ ڪيائين، مون تي اهو لازم ٿو ٿئي تہ ڪوشش ڪري اها ڪوٽ پوري ڪيان. منهنجي خيال ۾ هن واري پيار جي ٻن قسمن ۾ ورهاست بلڪل ٺيڪ آهي. پر هڪ ڊاڪٽر جي حيثيت ۾ منهنجو تجربو ۽ علم مون کي اهو ٻڌائي ٿو تہ پيار رڳو ماڻهن جي روحن سان نہ ٿيندو آهي ۽ نہ ئي رڳو خوبصورت ڇوڪرا سندس مقصد ۽ مراد هوندا آهن. پر اهو سمورن ساهوارن جي جسمن ۽ ڌرتي تي ڦٽندڙ سمورن وڻن ٽڻن ۾ مان تہ چوندس تہ هر وجود ۾ موجود آهي. سچ پچ تہ پيار اهو عظيم، عجب ۽ عالمگير ديوتا آهي، جنهن جي حڪمراني هر هنڌ آهي؛ انسانن ۽ ديوتائن ٻنهي جي دنيائن مٿان.

”مان طب جي هنر کي مانَ ۽ مڃتا ڏيڻ خاطر ان کان ئي شروعات ڪندس. اسانجي جسم ۾ ٻن قسمن جا پيار آهن. هڪ صحتمند جسم جيئن تہ هڪ بيمار جسم کان بلڪل مختلف ۽ ابتڙ ٿئي ٿو ۽ جيئن تہ مختلف ۽ ابتڙ شين جون سڌون ۽ پيار بہ مختلف ٿين ٿا، سو صحتمند جسم ۾ رهندڙ پيار بہ، هڪ بيمار جسم ۾ رهندڙ پيار کان مختلف ٿئي ٿو. حقيقت ۾ جڏهن اسان انساني جسم بابت ڳالهايون ٿا تہ ڪجهہ گهڙيون اڳ، جيڪي ڳالهيون پاسينياس اسان کي ٻڌايون، تن سان مشابهت ملي ٿي تہ ڪنهن سٺي انسان جي مرضي رکڻ ۽ کيس خوش ڪرڻ ۾ عزت ۽ پارسائي آهي، ۽ هڪ بد ڪار جي خواهش آڏو آڻ مڃڻ ۾ بيعزتي آهي. بلڪل ائين ئي هڪ سٺي طبيب جو فرض بہ اهو آهي تہ جسم جي سالم ۽ صحتمند حصن جي پرگهور ڪري ۽ غير سالم ۽ بيمار حصن جي خاطرداري نہ ڪري، انهن کي وڌڻ ويجهڻ کان روڪجي ۽ رنڊائجي. هڪ طبيب جو ڌنڌو اهوئي آهي ۽ طبابت ان کي ئي تہ چئبو آهي. ٻين لفظن ۾ طبابت جسم جي خواهشن ۽ پيارن جي ڄاڻ آهي ۽ انهن جو ڪيئن پورائو ڪجي يا نہ. ۽ هڪ ماهر ڊاڪٽر ان کي چئجي جيڪو ان معاملي ۾ هڪ اُتم ۽ نيچ پيار کي پرکي سگهي، ۽ اهو جيڪو هڪ کي ٻئي ۾ تبديل ڪري سگهي تہ جيئن ڪنهن جسم ۾پيار کي پوکي/ دل ۾ پيار ويهاري سگهي، جتي اهو ناهي پر ان جي ضرورت آهي ۽ وري ضرورت تحت ئي

ڪتان ان کي ٻاهر ڪڍي سگهي. ها، اهوئي قابل ويچ چئجي. ۽ هو ان قابل به هجي ته جسم ۾ انهن مخالف عنصرن کي به هڪٻئي سان ناهه ۾ سرچاءُ ڪرائي، پاڻ ۾ دوستي ڪرائي سگهي. هاڻي، هڪ ٻئي جا دشمن اهي آهن جيڪي هڪٻئي جا ابتڙ ۽ ضد آهن. يعني گرم ۽ سرد، مٺو ۽ ڪوڙو، سڪل ۽ تَرُ ۽ ٻيا به اهڙا ۽ جيئن اسان جا شاعر دوست اسان کي ٻڌائين ٿا ۽ منهنجو به اهو يقين آهي ته اسان جي بزرگ ايسڪليپيس، تڏهن ئي هن اسان واري هنر، طبابت، جو بنياد وجهي سگهيو، جڏهن هُن اهو ڄاڻي ۽ سمجهي ورتو ته انهن مخالف عنصرن ۾ جزن کي پاڻ ۾ ميٺ محبت، ميلاپ، پيار ۽ دوستي سان ڪيئن گڏ رهائجي.

”مان ورجايان ٿو ته طبابت بلڪل ان ئي ديوتا جي هٿ وس آهي؛ نه صرف طب پر جمناسٽڪ ۽ زراعت پڻ. ۽ جيڪو ٿورڙو به ذهن تي زور ڏيندو ته کيس اهو معلوم ٿي ويندو ته موسيقي ۾ به مخالف عنصرن ۾ ساڳيو ئي سرچاءُ آهي. ۽ منهنجي خيال ۾، جيتوڻيڪ هن جي لفظن جو استعمال درست ۽ چٽو نه هيو پر هيراڪليٽس جو مطلب اهوئي هيو جڏهن هن چيو ته ’هڪ وحدت ابتڙ شين جي ميلاپ ڪري ئي موجود اهي.‘ جيئن ڪمان ۽ سرندي ۾ ڇڪ ۽ تاءُ آهي. اهاڳالهه بلڪل غير منطقي ٿيندي جي ائين چئجي ته ميٺ محبت ۽ ايڪتا، نفاق ۽ اڻبت آهي. يا ائين ته اها انهن جزن مان جڙي آهي، جيڪي اڃا اڻبٽت واري مرحلي ۾ آهن. پر شايد هن جي چوڻ جو مقصد اهو هيو ته موسيقي انهن ننڍن ۽ وڏن، ٿلهن ۽ سنهن سُرن جو سرچاءُ آهي، جيڪي اڳ ۾ الڳ هئا، پر هينئر ميٺ محبت ۽ ايڪتا ۾ آهن. ڇاڪاڻ ته ڳورن ۽ هلڪن، ننڍن ۽ وڏن سُرن ۾ ڪا ايڪتا، ميل ۽ تال ٿي نه ٿو سگهي، جيستائين اهي اڻبٽت ۽ ورود ۾ آهن. ڇوته لئي ۽ تال، سر ۽ آلاپ؛ هم سازي ۽ هم آوازي، ايڪتا ۽ ميلاپ کان سواءِ ٿي ئي نه ٿا سگهن. ۽ هم سازي ناهه آهي، صلح آهي، اقرار آهي. ۽ ڪنهن به ناهه، صلح ۽ اقرار جوهجڻ اوستائين ناممڪن آهي، جيستائين تڪراري ۽ مخالف عنصر پاڻ ۾ سرچاءُ ۽ پرچاءُ ۾ ناهن. سو اهو ممڪن آهي ته انهن کي، جيڪي ناناهه ۽ اڻبٽت ۾ آهن، تن جو سرچاءُ ۽ ميلاپ ڪري سگهجي. بلڪل ائين جيئن لئيءَ ۽ تال انهن عنصرن منجهان جڙي ٿو جيڪي منڍ ۾ ننڍا ۽ وڏا/ تيز ۽ ڍرا هئا پر پوءِ پرچي/ گڏجي پون ٿا.

سو موسيقي انهن عنصرن ۾ باهم پيار، ايڪتا ۽ هم سازي وجهندي، انهن منجهه ناهم ۽ سرچاءِ ڪرائي ٿي. ائين جيئن طب وري پنهنجي ميدان ۾ معاملي ۾ ڪري ٿي. سو موسيقي کي پڻ ميٺ محبت، ناهم ۽ ميل بابت پيار جي اصولن ۽ معاملن جي ڄاڻ ڇئي سگهجي ٿو. هاڻي جيڪڏهن ميٺ محبت ۽ ميل ۽ تال جي اصلي فطرت ۽ حقيقت کي ڏسجي ته پوءِ پيار کي پروڙڻ ۾ ڪا ڏکيائي ڪونهي. جيڪو پيار اجا ٻن قسمن ۾ ورهايو ناهي. پر جڏهن ڪو ان تال ۽ ميل کي عام زندگي ۾ انسانن تي لاڳو ڪري ٿو؛ يا موسيقي ترتيب ڏيڻ جنهن کي ڏن ناهڻ چئجي ٿو يا اڳ نهيل شعرن ۽ آلاپن کي درست نموني استعمال ڪرڻ جنهن کي اسان تعليم چئون ٿا ته پوءِ اصل ۾ اتي ئي مشڪلون پيش اچن ٿيون، ۽ اتي ماهر استاد ۽ ڪلاڪار جي گهرج پوي ٿي. ان گهڙيءَ اسان جي ذهن ۾ اها آڳاٽي ڳالهه تري اچي ٿي ته اهو سٺن انسانن جو عشق ئي آهي جنهن جي رضا حاصل ڪجي ۽ رکيا رکجي. جنهن پيار جي مراد آهي ئي اها ته انهن کي وڏيڪ نيڪ ۽ بهتر بڻائجي، جيڪي اجا ائين نه بڻيا آهن. اهوپيار ئي اصل ۾ اتم ۽ اسماني پيار آهي. جيڪو خوبصورت ۽ آسماني ديوي/ سرسوتي- يورينيا جو پيار آهي. پر پاليهيمنيا جو پيار اهو عام پيار آهي، جيڪو ماڻهو کي ملڻ وقت چوڪسي ۽ خبرداري کان ڪم وٺڻ گهرجي، ته جيئن گهربل مزو ۽ خوشي ته ملي پر عياشي جي عيب ۽ ٽِڪي کان بچي سگهجي. ساڳي ريت مون وارو ڌنڌو به ڪا آڪ جي ماڪي ڪانهي جو سولائي سان لاهي وٺجي. پر وڏي مهارت، سمجهداري ۽ ڌيان جي گهرج پوي ٿي جيئن ڪنهن پيٽ پوڄاري جي سندس چشڪي مطابق طعامن جي گهرج به پوري ڪجي ۽ گڏوگڏ ڪيس بيمار ٿيڻ کان به بچائي وٺجي. تنهنڪري ٻنهي قسمن جي پيارن تي ڪڙي نگاهه رکڻ گهرجي. موسيقي ۾ به ۽ طبابت ۾ به ۽ ٻين سمورين انساني توڙي خدائي شين ۽ معاملن ۾ به- ڇو ته اهي ٻئي پيار، انهن سمورين شين ۾ موجود آهن.

ساڳي ريت سال جون مندون به پيار جي انهن ٻن قسمن تي مشتمل آهن. جيئن مون اڳ ۾ ٻڌي چيو ته جڏهن سردي ۽ گرمي، خشڪي ۽ آلاڻ جا عنصر پاڻ ۾ واجبي تناسب سان هڪٻئي سان رکجن ٿا ۽ ائين سانتيڪي ۽ باقاعده پيار ۾ پوئجن ٿا ته پوءِ موسم به سني ٿئي ٿي ۽ انسانن، جانورن ۽

وٺن ٽٽن کي سُکر ۽ صحت ملي ٿي. اهي وڏن ويجهن ۽ ساوا ٿين ٿا ۽ ڪين ڪو جوکو نہ ٿو رسي. پر جڏهن اچاترو ۽ شوخ پيار، سال جي موسمن مٿان بالادستي حاصل ڪري وٺي ٿو تہ پوءِ اهو وڏي زياني ڪري ۽ تباهي پکيڙي ٿو ۽ ان منجهان وبائون ۽ ٻيون ڪيتريون انساني ۽ ٻوٽن جون بيماريون ڦٽي نڪرن ٿيون. ڇوتہ پارو، ڳڙو ۽ رَتي، پيار جي انهن عنصرن جي پاڻ ۾ بي انتظامي، وڳوڙ ۽ گهَڻ جي ڪري ٿي ٿين ٿا. ستارن جي رستن ۽ طرفن ۽ سال جي موسمن تي انهن ٻنهي عنصرن جي اثرن جي علم کي اسان ستارن جو علم چئون ٿا.

”وڌيڪ اهو تہ اهي سمورا عَمل ۽ پيتائون جيڪي فال ۽ اڳڪٿي جي دائري ۾ اچي وڃن ٿا- جيڪا ديوتائن ۽ انسانن وچ ۾ سمورن باهمي تعلقن ۽ ميل جو هنر آهي- سي منهنجي خيال ۾ صرف سٺي پيار کي قائم ۽ دائم رکڻ ۽ بري پيار جو علاج ڪرڻ لاءِ آهن. ڇوتہ سموريون ناپاڪيون ۽ ڏوهہ ان وقت لازمي طور جنم وٺن ٿا، جڏهن ڪو ماڻهو پنهنجي هر عمل ۾ سٺي پيار کي عزت، مانَ ۽ مڃتا ڏيڻ بدران، بدڪارِ پيار کي مان ڏئي؛ پوءِ پيلي سندس اهڙي عمل ۽ سوچ جو تعلق سندس والدين سان هجي- جيئرا يا مئل- يا ديوتائن سان. اهڙن معاملن ۾ اهو فال جي علم جو ئي ڪم آهي تہ ٻنهي قسمن جي پيارن تي نظر رکي ۽ ڪٿي ضرورت مطابق، طبيب وانگر انهن جو علاج ڪري. ڇوتہ اڳڪٿي/ فال انسانن ۽ ديوتائن جي وچ ۾ خيرخواهہ ۽ صلح ساز آهي. ڇوتہ اها انساني زندگي ۾ پيار جي معاملن جي ڄاڻ رکندي ان ۾ نيڪ ۽ خدا ترس عمل ۽ رويا پيدا ڪري ٿي.

”سو پيار، مجموعي طور هڪ عظيم ۽ طاقتور ۽ اجا بہ ائين ڪٿي چئجي تہ هڪ قادر مطلق حڪمران آهي. پر اهو پيار جنهن جي مراد سٺائي هوندي آهي. جيڪو ’جڳت، پرهيزگاري، نيڪي ۽ انصاف جي صحبت ۾ هجڻ سان ملي ٿو. هتي ڌرتي تي يا آسمان منجهہ اهو گهڻو سگهارو بہ ٿئي ٿو. ۽ اهو اسان جي مڙني خوشين ۽ ميٺ محبت جو وسيلو آهي ۽ اهو اسان لاءِ ممڪن بڻائي ٿو تہ ڌرتي تي پاڻ سان گڏ گذاريندڙ خلق سان ۽ مٿي آسمان ۾ وسندڙ اسان جي مالڪن- ديوتائن سان، صلح ۽ شانتي، آنند ۽ ايڪتا ۽ دوستي ۾ گذاريون. ائين ٿي سگهي ٿو تہ مون کان پيار جي هن واکاڻ ۾ ڪيتريون

ڳالهيون رهجي به ويون هجن، جيڪي چوڻ گهرجن ها، پر جي ائين آهي ته اهو اڻڄاڻائي ۾ ۽ لاشعوري طور تي ٿيو آهي. سو جي واقعي مون کان ڪا شيءِ ڳُسي وئي آهي ته پوءِ ارسٽوفينز، اها تنهنجي ذميواري بڻجي ٿي ته تون اهي خال ڀر. يا جيڪڏهن تون پيار جي واکاڻ ڪنهن ٻئي انداز سان ڪرڻ ٿو چاهين ته پوءِ به تنهنجي مرضي. بهرحال تنهنجي ڳالهائڻ جو وارو اچي پهتو آهي، جو مان ڏسان ٿو ته تو واري هڏڪي هاڻي غائب ٿي چڪي آهي."

سو ائين ارسٽوفينز جو وارو آيو، جنهن ارسٽوڊيمز چواڻي ته هيئن شروعات ڪئي:

"هائو اها ختم ته ٿي پر ان وقت جڏهن مان ٻيو وارو نُسخو استعمال ڪيو. سو مان ڄاڻڻ ٿو چاهيان ته ڇا منهنجي جسم ۾ نيڪ ڌرمي/ فضيلت وارو پيار اهو آهي، جنهن کي اهڙي گوڙ وڳوڙ، ڪٽڪٽائڻ، ڇڪن ۽ ڇِڪن سان عشق آهي ۽ انهن جي گهرج اٿس؟ ڇوته مان جيئن ئي اهو طريقو استعمال ڪيو ته ويچاري هڏڪي ڏهي نه جڙي."

"منهنجا پيارا ارسٽوفينز ڌيان ڪر، تون ڇا ڇئي ۽ ڪري رهيو آهين؟ تون تقرير ڪرڻ وارو آهين ۽ جيڪڏهن تون ائين مون تي ٽوڪ ڪندين ته مان به مجبور هوندس ته تنهنجي تقرير دوران توکي ٽوڪيندس ۽ هٽان. ٻي صورت ۾ تون بلڪل آرام ۽ امن سان پنهنجي تقرير ڪري سگهين ٿو."

"تون بلڪل سچو آهين اريڪسيميڪس" ارسٽوفينز کلندي وراڻيو. "مان پنهنجا لفظ واپس ٿو وٺان. پر پوءِ مهرباني ڪري منهنجي تقرير دوران مونکي گهوري نه ڏسجان، متان مونکان کل نڪري وڃي. هونئن مان کلڻ کان ڊڄان نه ٿو. کلڻ سٺي شيءِ آ ۽ منهنجي ديوتا جي فطرت ۽ مزاج موجب ٿي آهي- پر ڳالهه اها آ ته پوءِ اوهان مون سان گڏجي کلڻ بدران، مون تي کلڻ لڳندا."

"يلا راڻا! ارسٽوفينز تون ائين سمجهين ٿو ته ٻئي کي ترار وهائي ڪيڏيندين ۽ پاڻ سزا کان بچي ويندين؟ هوشيار ٿجان هوشيار- ۽ تقرير ڪندي اهو نه وسارجان ته توکي ان جو حساب ڪتاب به ڏيڻو پوندو. بهرحال جيڪڏهن مون مناسب سمجهيو ته. توکي معاف ڪري ڇڏيندس."

"چڱو اريڪسيميڪس" ارسٽوفينز ڳالهائڻ شروع ڪيو. "اهو بلڪل

سچ آ تہ مان توکان ۽ پاسينياس کان مختلف، هڪ بلڪل ٻئي انداز سان ڳالهائڻ گهران ٿو. منهنجي خيال ۾ انسان، پيار جي قوت ڄاڻڻ ۾ بلڪل ناڪام رهيا آهن. ڇوتہ جي انهن کيس سچاتو ۽ سمجهيو هجي ها تہ پوءِ ان جي شان ۾ وڏا مندر ۽ قربان گاهون جوڙين ها ۽ سندس شان ۾ وڏيون قربانيون ۽ ڀيٽائون ڏين ها. پر ائين نہ ڪيو ويو آهي. حالانڪ هو انهن سيني شين جو، ٻين سيني ديوتائن کان وڌيڪ مستحق آهي. ڇوتہ سيني ديوتائن منجهان هي ئي تہ انسانن جي انهن براين ۽ بيمارين جو علاج ڪري، اُن جو مددگار ۽ طبيب بڻجي ٿو. جيڪي انسان ذات جي خوشين جي راهہ ۾ وڏيون رڪاوٽون بڻيل آهن. تنهن ڪري مان اوهان جي اڳو هن جي سگهہ بيان ڪندس ۽ پوءِ اوهان باقي دنيا کي اهو ٻڌائجو ۽ سيکارجو. سڀ کان پهريائين تہ اوهان کي انسان جي فطرت، بدني بناوت ۽ ان ۾ آيل ڦيرڦار جي تاريخ سمجهڻي پوندي. ڇوتہ اها اصل ۾ ان کان مختلف هئي، جيئن اڄڪلهہ آهي. پهرين ڳالهہ تہ اڳي ٽي جنسون هونديون هيون- ٻہ نہ، جيئن اسان ۾ آهن، يعني نَر ۽ مادي. ٽين جنس ۾ ٻنهي جون خصلتون موجود هيون ۽ سندس نالو بہ ان ٻنهي خصلتن مطابق هيو. ان بلڪل ڌار جنس جوڪنهن وقت ۾ باقاعده وجود هيو. پر پوءِ اها ختم ٿي وئي ۽ اڄ ان جو نالو مخنث/ کدڙو رڳو گار يا مهڻي طور باقي زنده رهيو آهي.

"ٻي ڳالهہ تہ اوائلي انسان گول متول هيو. هن جون پُٺيون ۽ پاسا/ پاسريون مليل، ڄڻ هڪ گول دائرو ٺاهيندا هئا. هُن کي چار ٻانهون ۽ چار ڄنگهون هونديون هيون ۽ ٻہ هڪجهڙا مُنهن جيڪي ڳچيءَ تي ائين هيا جو ٻنهي جو مٿو هڪ هيو ۽ ٻئي مخالف طرفن ڏانهن مڙيل هئا. کين چار ڪَن، نسل وڌائڻ وارا ٻہ عَضوا ۽ جسم جا باقي ٻيا عضوا بہ ان ڀيٽي حساب سان هوندا هئا. اهي ماڻهو بہ اسان وانگر سنوان سڌا، اڳتي پوئتي يا جيئن وڻين تيئن گهمي ڦري، هلي چلي سگهندا هئا. پر جڏهن اهي تيز ڊڪڻ چاهيندا هئا تہ پوءِ پنهنجي چئني پيرن ۽ چئني هٿن جو استعمال ڪندا هئا. ائين جيئن بازيگر يا ليٽ ڪبوتر ڄنگهون هوا ۾ ڪري، ڏوٽيون ڏئي، ڪلٽيون ۽ قلابازيون کائي، وري سنوان سڌا ٿي بيهندا آهن. سو جنسون ٽي هونديون هيون ۽ جيئن مون بيان ڪيون آهن، اهڙين خاصيتن واريون هونديون هيون، ڀلا ڇو؟ تہ ان

جو سبب هي آهي جو سچ، چنڊ ۽ ڌرتي ٽه ٽي آهن. اصل ۾ مرد سج مان پيدا ٿيو ۽ عورت ڌرتيءَ منجهان ڄائي، جڏهن ته ٽين جنس جيڪا مرد ٻه هئي ته عورت ب،ه اها چنڊ منجهان ڄائي؛ جنهن ۾ سج ۽ ڌرتي ٻنهي جون خاصيتون آهن. انهن انسانن جي اها گول متول شڪل ۽ سندن اها گولائي ۾ چوڏيل واري چال ٻه ان ڪري هئي جو سندن والدين ٻه اهڙين خصلتن جا مالڪ هئا. انهن جي سگهه ٻه خطرناڪ قسم جي هئي ۽ سندن دلين جا خيال ٻه اوچا. شاهاڻا ۽ هٺيلا هوندا هئا. هنن ديوتائن تي حملو ڪري ڏنو. ايفيالٽس ۽ اوٽس جو آسمان تي چڙهي، ديوتائن سان جنگ جوٽڻ جي ڪوشش وارو، هومر جو قصو ٻه انهن سان لاڳاپيل آهي. (10)

"سو زيوس ۽ ٻين ديوتائن اچي غور ويچار ڪيو ته انهن سان ڪيئن نبرجي. ڪو وقت ته هو هٿ مٺي تي ڏئي ويٺا رهيا ته ڇا ڪجي. يا ته سندن مٿان وڄ ڪيرائي سندن نسل هميشه لاءِ برباد ڪري ڇڏجي. جيئن هنن راڪاسن کي ڪيو هو. پر پوءِ انسانذات پاران سندن عبادت ڪرڻ ۽ قرباني ڏيڻ وارو ڪوبه نه بچندو. يا ته وري ڪين اجهل، مست ۽ گستاخ ٿيڻ ڏنو وڃي. پر هو ائين ٻه نه ڪري پئي سگهيا. آخر ڏکي سوچ ويچار ڪانپوءِ، زيوس ديوتا کي هڪ ڳالهه سجهي آئي. "هيڏي ٻڌو" هن چيو "منهنجي خيال ۾ مون هڪ حل ڳولي ٺي ڪڍيو. ان مطابق انساني نسل زنده ٻه رهندو ۽ گڏوگڏ ڪين ڪمزور ڪري سندن هٿ ٻه پيجو. مان ٿو اوهان کي ٻڌايان ته مان ڇا ڪندس. مان ڪين وچان چيري ٻه اڌ ڪندس، ائين ڪرڻ سان هو قوت ۾ گهٽ ٻه ٿيندا ۽ تعداد ۾ ٻه وڌندا. هڪ ڏک سان ٻه شڪار ۽ ائين هو اسان لاءِ وڌيڪ فائديمند بڻجي پوندا. هو پوءِ ٻن ٽنگهن تي سڌا گهمندا. پر جي ائين ڪرڻ ڪانپوءِ، اڃا ٻه سندن مستي ۽ گستاخي ختم نه ٿي ته مان ڪين وري وڍي ٻه اڌ ڪندس ۽ پوءِ وتن هڪ ٽنگهه تي منڊ ڪائيندا."

"ائين چوندي هن سڄي انساني نسل کي ٻن حصن ۾ وڍي ڇڏيو. جيئن صوفن جو آچار ناهڻ يا ڪنهن ٻئي ميوي کي محفوظ ڪرڻ ۽ يا سڪائڻ لاءِ اڌواڌ ڪيو ويندو آهي، يا جيئن اوباريل انڊي کي وار سان وڍي اڌو اڌ ڪيو ويندو آهي. جيئن هو ڇٽي ڇٽي کي اڌو اڌ ڪندو پئي ويو، تيئن اپالو ديوتا کي چيائين ته سندن منهن ۽ اڌ ڳچي کي ڦيرائي، وڍيل پاسي ڏانهن

ڪريَ ته جيئن انسان پنهنجي اڪين سان، پنهنجي اڌو اڌ ٿيڻ جي اها ثابتي ڏسي سگهي ۽ غور ويچار ڪري ته جيئن آئنده جي لاءِ نياز ۽ نوڙت سڪي. هن اپالو کي ٻسندن باقي زخمن ڀرڻ ۽ منهن مهانڊو ٺاهڻ لاءِ به حڪم ڏنو. سو اپالو منهن پڻ ڦيرائي سڌا ڪيا ۽ سيني پاسن کان کَل کي ڇڪي ان جاءِ تي گڏ ڪيائين، جنهن کي اسان پيٽ چوندا آهيون. بلڪل ائين جيئن ڪنهن ڳوٿريءَ جو مُنهن، منجهس پيل سڳي کي ڇڪي بند ڪبو آهي. ائين ئي وچ تي هڪ سوراخ جي چوڌاري ان کي ڇڪي ڳنڍ ڏنائين، جنهن کي اسان دُن چوندا آهيون. هن پوءِ جسم مان ڪيترائي گهنج ڪڍيا. هن ڇاتيءَ منجهان به گهنج ڪڍي، ان کي ائين گهڙيو جيئن سوچيو، آخر ۾ چمڙي کي لسائيندو آهي. پر هِن اُن جي چوڌاري ۽ پيٽ تي ڪجهه گهُنج ڇڏي ڏنا ته جيئن انسان کي پنهنجي اصلي حيثيت ياد رهي.

'ماڻهو جي اصلي جسم جو ائين ٻن حصن ۾ ورهائجڻ ڪانپوءِ، هڪ حصو ٻئي حصي سان ملڻ جي اُڪير ۾ تڙپندو رهيو. اهي ٻئي حصا جڏهن پاڻ ۾ رَليا پئي ته ڪٽي، هڪ ٻئي کي ڀاڪر وجهي، ٻئي ٻانهون ڳچيءَ هار ڪيائون؛ اِها سَڌ رکندي ته شال وري گڏجي هڪ تي ويجون، ۽ پوءِ هو ائين بک وگهي ۽ پنهنجو ڪوبه خيال نه رکڻ ۽ پرواه نه ڪرڻ ڪري مرندا رهيا. ڇو ته هِنن هڪ ٻئي کان جدا رهي، ڪجهه به ڪرڻ نه پئي گهريو. وري جي ڪنهن اڌن جي جوڙي مان هڪڙو اڌ مري ويو ۽ ٻيو زنده رهيو ته زنده رهڻ واري وري ڪنهن ٻئي ساٿي جي ڳولا ڪئي، جيڪو يا ته اوائلي سڄي مادِي جو اڌ هيو. جنهن کي اسين هينئر عورت چئون ٿا. يا هڪ نَرَ جو اڌ ۽ هو ائين ئي برباد ٿيندا ۽ مرندا رهيا. تان جو زيوس ديوتا وري مٿائن ڪهل کائي هڪ رٿ رٿي. هن سندن جٹڻ وارا عضوا ڦيرائي اڳيان ڪيا. هيستائين اهي ان جاءِ تي نه پر جسم جي ٻاهرين، ٻئي پاسي ڏانهن هئا ۽ ٻار ٿيڻ ۽ جٹڻ جو عمل، جنسن جي جسماني ميلاپ سان نه ٿيندو هو، پر هيٺ زمين تي اخراج ڪرڻ سان، جيئن ڳاه تڏي ۾ ٿيندو آهي. انهن جا جٹڻ وارا عضوا اڳو ڪندي، جيئن اهي هينئر آهن، زيوس ديوتا اهو ممڪن ڪيو ته مرد ۽ عورت جي جنسي ميلاپ ڪري، پيدائش جو عمل ٿي سگهي. سندس ان تبديلي ڪرڻ جو مقصد ٻنو هو: جي مرد عورت سان ملي ته ٻار جٹي سگهن ۽ انساني نسل جاري رهي؛

وري جي مرد، مرد سان ملي تہ اهي بہ پنهنجي ميلاپ مان هڪ ٻئي کي مطمئن ڪري سگهن، ۽ آرام ڪري وري پنهنجي زندگيءَ جي روزمره جي ڏنڌن ۽ ڪمن ڪارن کي وڃي لڳن. سو اسان جو هڪ ٻئي سان اهو گهرو پيار ايڏو اڳاٽو آهي. اهو پيار جيڪو اسان کي اسان جي اصلوڪي حالت ۾ موٽائي، ٻن ويڇڙيلن کي وري ملائي هڪ ڪرڻ جي ڪوشش آهي تہ جيئن انسان جي قدرتي بناوت جا اهي زخم بہ ڀرجي سگهن.

’پوءِ اسان مان هرهڪ انسان، ان اوائلي انسان جو هڪڙو ڀاسو، چڻ ڀڳل، ٿُلہ اڌ آهي. جيڪو انهيءَ اڌواڌ ۽ وڍجڻ جو نتيجو آهي، ۽ اسان ائين ڦاڪن ۾ وڍجي ويا آهيون، جيئن مڇيءَ کي وڍي ٻن حصن منجهہ ورهايو ويندو آهي. سو اسان مان هر هڪ ٻارهوئي پنهنجي ان لاڳاپيل حصي ۽ اڌ جي ڳولا ۾ سرگردان رهي ٿو. اهي مرد جيڪي ان ٻٽي جنس يعني ’مرد عورت‘ جا اڌڙ آهن، سي عورتن جا عاشق ٿين ٿا ۽ گهڻا عياش مرد ان نسل منجهان ئي آهن. ائين اهي عورتون بہ آهن، جيڪي جنسي ميلاپ جي خيال کان مردن لاءِ صفا چريون هونديون آهن. وري اهي عورتون جيڪي ان اوائلي مڪمل عورت جا اڌڙ آهن، سي وري مردن کي گهٽ چاهينديون آهن، پر ڪين عورتن سان وڌيڪ لڳاءُ هوندو آهي فاحش عورتون انهيءَ جنس منجهان آهن. پر جيڪي اوائلي مڪمل مرد جا اڌ آهن، سي وري مردن جا ڳولائو ۽ طالبو آهن. ۽ مَرد جو اڌڙ هجڻ جي ناتي، اهي جڏهن ڇوڪرا هوندا آهن تہ ڇوڪرن سان ئي پيار ڪندا آهن ۽ انهن سان جسماني ڇهاءُ ۽ ڀاڪر پائڻ ۾ ڪين راحت ايندي آهي. اهي ڀاڻ بہ مڙني نوجوانن کان بهتر هجن ٿا ڇو تہ فطرتاً انهن ۾ مردانگي ٿئي ٿي. ڪي ماڻهو چوندا آهن تہ اهي بيشرم آهن، پر ائين چوڻ غلط آهي. اها بيحيائي ڪونهي، جيڪا ڪانئن اهو عمل ڪرائي ٿي، پر سندن اهڙي چال چلت سندن اوچن جذبن، جرئت، مڙسي ۽ مردانگي جي ڪري ئي آهي. جنهن سبب ئي هو پنهنجي هم جنسن کي ڀليڪار چئي، ڀاڪر پائن ٿا. منهنجي ان بيان جي سچائي جي پختي ثابتي اها آهي تہ اهڙا ۽ رڳو اهڙائي ڇوڪرا، جڏهن اچي بالغ ٿين ٿا تہ اسان جا اڳواڻ ۽ سياستدان بڻجن ٿا ۽ جڏهن اهي وڏا مرد ٿي پون ٿا تہ پوءِ اهي خود بہ ڇوڪرن جا عاشق ٿين ٿا، ۽ اهي هونئن تہ شادي ڪرڻ ۽ گهر ٻار هجڻ تي موريگو راضي ئي نہ ٿا ٿين، پر آخر سندن ان فطري

ناپسندگيءَ تي زماني جو رسم رواج ۽ قانون غالب پئي ٿو، تڏهن وڃي هو شادي ٿا ڪن. پر جي ڪين اهڙي اجازت ڏني وڃي ته هو ان تي بلڪل راضي ٿي ويندا ته ڀلي ڇڙا ڪنوارا هجي، سڄي عمر گڏ گذارين. ٿورن لفظن ۾ ائين ڪٿي چئجي ته اهڙا ماڻهو، فطري طور، هميشه ڇوڪرن جا عاشق هوندا ۽ پاڻ معشوق رهيا هوندا آهن. ڇو ته هو هميشه ان ڪي ئي چاهيندا ۽ ڳلِ لائيندا آهن، جيڪو هنن جهڙو هوندو آهي.

”پوءِ جڏهن اهڙن ڇوڪرن جي عاشقن - يا ٻئي ڪنهن قسم جي عاشقن کي، سندن پلن ڀاڳن ۾، پنهنجو اهو اصلوڪو اڌ ملي ٿو وڃي ته پوءِ اهڙو جوڙو پيار، محبت، ياراڻي ۽ ويجهڙائپ جي اهڙي حيرت انگيز ۽ زبردست جذبي ۽ موج ۾ گم ٿي وڃي ٿو، جو اهو جوڙو هڪ پل لاءِ به، هڪ ٻئي جي نظرن کان پري ٿيڻ کان صفا نابري واري ٿو ويهي. اهي اهڙا انسان آهن، جيڪي سڄي عمر جو ساٿ نڀائڻ وارا آهن، توڙي جو هو اهو به نه ٻڌائي سگهندا آهن ته آخر هنن کي هڪٻئي مان ڪهڙي آسيس ٿي اچي ۽ هڪ ٻئي مان ڪهڙي فائدي جي اميد ۽ گهرج اٿن. ڇو ته اها بي انت اڪير ۽ اڻ مٽبي اڪنڊ، جيڪا ڪين هڪ ٻئي سان آهي، تنهن جي باري ۾ ڪو به ائين نه ٿو چئي سگهي ته اها ڪا جسماني لطف خاطر آهي. پر ڪو اهڙو انس ۽ عشق اٿن، جيڪو چڻ ته سندن روحن جو هڪ ٻئي سان هجي ۽ هو ان کي زباني بيان ڪري نه سگهندا هجن. پر ان ڏانهن فقط ڪو مبهم ۽ ڏنڊلو، اندازو ۽ اشارو ئي ڪري سگهن ته هنن کي ڇا گهربل آهي. سمجهو ڪٿي ته هيفائيسٽس (11) پنهنجا اوزار کڻي انهن وٽ پهچي ٿو، جڏهن اهي هڪ ٻئي جي پڊ ۾ ليٽيا پيا هجن ۽ کانئن ٻيهي پڇي ته 'ڀلا ٻڌايو ته سهي ته آخر توهان کي هڪ ٻئي کان ڪهڙي شيءِ جي طلب آهي؟' پاڻ ائين به ڪٿي سمجهون ته هو ڪيس جواب نه ڏئي سگهيا ۽ هن سندن مونجهار ڏسي، کانئن، هنن لفظن ۾ پنهنجو سوال وري ورجايو: 'ڇا توهان جي تمنا اها آهي ته توهان هر گهڙيءَ ويجهو ۽ هڪ ئي هجو ۽ ڏينهن توڙي رات جو ڪڏهن به هڪٻئي کان نه ڇڄو. سو جي توهان جي خواهش اِها آهي ته پوءِ توهان ٻنهي کي رجائي ڳنڍيان ته جيئن توهان ٻن جي بدران هڪ ٿي وڃو. توهان جيترو وقت جيئرا هجو، اوستائين گڏ زندگي گذاريو. توهان هڪڙو ۽ ساڳيو انسان هجو ۽ جڏهن موت اچي ته

به هڪجهڙو ۽ پوءِ ٻئي جهان ۾ به، ٻه نـه، پر هڪ ئي روح هجيو. ڇا اوهان ان تي راضي ۽ مطمـئن رهندؤ ۽ ائين تـيڻ سان اوهان جون آسـون ۽ باسـون پوريون ٿينديون؟' ۽ اسان سمجهي سگهون ٿا ته هُن جو جواب کهڙو هوندو. ٻنهي مان هڪڙو ڇٽو به اِها آچ نه موتائيندو ۽ نه ئي ڪنهن ٻي شيءِ جي گهر ڪندو. پر اهو قبوليءَ ۽ باسي ويهندو ته بلڪل اهو ئي هڪ ٻئي ۾ رجي رلجڻ؛ اهو ئي هڪ ٻئي منجهه ملي، ٻن جي بدران هڪ تي ويڃڻ ئي، دراصل هن جي ازلي خواهش ۽ من جي مراد آهي، جنهن کي هو دل ۾ ڪنهن وقت کان سانڍيو پئي آيو آهي، پر ان کي لفظن ۾ بيان ڪرڻ کان قاصر رهيو آهي. (12) ۽ ان جو سبب اهو آهي ته اوائلي انسان اصل ۾ هڪ ۽ سڄو هيو. سو، بس ان، سڄي جي سڌ، تڙپ، ڳولا ۽ جستجو جو نالو ' پيار' آهي.

"۽ جيئن مون اڳ ۾ به چيو ته اصل ۾ اسان سچا هئاسين، پر پوءِ اسان جي گناهن ۽ غلطين سبب زيوس ديوتا اسان کي ڇڙوڇڙ ڪري ڇڏيو. جيئن اسپارتا وارن آرڪيڊينس کي ڇڙوڇڙ ڪري ڇڏيو. سو اهو انديشو موجود آهي ته جي اسان ديوتا جا فرمانبردار نه رهياسين ته اسان وري اڌو اڌ ڪيا ويندا سين. جيئن ڇڪي جو نقل ناهڻ لاءِ ان کي ٻن حصن ۾ ورهايو ويندو آهي، ۽ پوءِ ائين انهن اڌڙ ماڻهن وانگر، هلندا وتنداسين جيئن قبرن يا يادگارن تي هڪ پاسائين تصوير تراشيل هوندي آهي، جڻ ڪارائي سان ائين عمودي ڪٽيو ويو هجي، جو نڪ اَڌائي ۾ اڌ بچي. سو اسان کي گهرجي ته سڀني انسانن کي ديوتا جي فرمانبرداريءَ ۽ خدا ترسي جي تلقين ڪريون. اسان ائين ڪرڻ سان ئي برائين ۽ اهڙي بدنصيبي کان پاڻ بچائي سگهون ٿا ۽ سنايون ۽ پنهنجون سڌون ماڻي سگهون ٿا، جن لاءِ پيار اسان جو امام بڻيو. اچو ته وچن ڪريون ته ڪوبه پيار جو دشمن نه ٿيندو- ڇو ته جنهن پيار سان دشمني ڪئي، تنهن ڄڻ ديوتائن سان دشمني ڪئي.

"ڇوته جي اسان پنهنجي پيار ديوتا سان امن ۽ دوستيءَ سان رهياسين ته پوءِ پڪ اسان کي پنهنجا سچا پيار ۽ پرين نصيب ٿيندا. جيڪو اڄڪلهه جي دنيا ۾ ڏاڍو مشڪل آ. ڪن ٿورن جا ئي اهڙا نصيب ٿين ٿا. توهان اريڪسيميڪس کي نه ڇڏجو، متان هو رخنو وجهي؛ منهنجي تقرير جي مذاق ڪري. منهنجو عرض آهي ته هو ائين نه سمجهي ته منهنجي هن تقرير ۾

پاسينياس ۽ اگيٿون ڏانھن اشارو آھي، جيڪي ڀئي ڀهرحال ان جنس منجهان آهن. جو ٻئي ڇٽا ان اوائلي سچي مرد جا اڌ آھن، جنھن جي باري ۾ مون هينئر ٻئي ڳالهايو. پر منھنجي ان ڳالھائڻ مان مراد ۽ اشارو عمومي هيو، جيڪو ھر مرد ۽ عورت ڏانھن آھي، جڏھن مان ائين چوان ٿو تہ اسان جي نسل جي خوشين جو دارومدار انھيءَ تي آھي تہ اسان پيار کي پوري طرح پورو ڪيون ۽ اسان مان ھر ھڪ پنھنجي اصلي پيار کي ڳولي ھٿ ڪري. ٻين لفظن ۾ اسان پنھنجي اصلي صورت ڏانھن موٽون. ھاڻي جي اھائي بھترين ممڪن صورت آھي، تہ ان جو مطلب ٿيو تہ پوءِ بھتر ائين ٿيندو تہ اسان موجوده وقت ۾ حالتن جي آڌار ۽ اجازت موجب جيترو ممڪن ٿي سگھي، ھڪبئي کي ويجهو ٿيون ۽ ائين ڪرڻ لاءِ طريقو اھو ئي آھي تہ پنھنجي محبتن لاءِ، من گھرئي مشتاق ۽ پاڄهاري پيار جي ڳولا ڪيون.

”سو جي اسان ان ديوتا جي واکاڻ ۽ وڏائي ڪيون، جنھن اسان کي اھي فائدا بخشيا آھن؛ تہ پوءِ اسان جون سموريون ساراھون پيار ديوتا جي لاءِ ئي آھن. ڇاڪاڻ تہ اھو پيار ئي آھي، جيڪو ھن دنيا ۾ بہ پاڻ جھڙن سان ميڙو ڪرائي، پنھنجي اصلي ماھيت ڏانھن موٽائي، اسان تي وڏا وڏَ ۽ آپر احسان ڪري ٿو ۽ اسان کي آئينده لاءِ بہ پختو وچن ڏئي ٿو تہ جي اسان پرھيزگار رھياسين تہ پوءِ ھو اسان کي آخرت ۾ پنھنجي اصلي حالت ۾ آڻيندو ۽ اسان تي خوشيون، رحمتون ۽ برڪتون نازل ڪندو ۽ اسان جا زخم ڀريندو.“

”اريڪسيميڪس! پيار بابت منھنجي تقرير بس اھائي آھي. تو ڏٺو اھا تو واري تقرير کان بلڪل مختلف ھئي. سائين جن جا قرب ٿيندا جي اوھان پنھنجي مذاق جي تيرن سان ان تي حملو نہ ڪيو. ڇڏ تہ باقي ٻچيلن مان ھر ھڪ کي ٻڌون تہ ھو ڇا ٿا چون. مون کي ائين چوڻ گھرجي تہ ’باقي ٻچيل ٻن ڄڻن مان‘، ڇو تہ باقي رڳو ٻہ ڄڻا يعني اگيٿون ۽ سقراط ئي وڃي ٻچيا آھن.“

”حڪم تنھنجو، جيئن چوندين تيئن ڪندس“ اريڪسيميڪس وراڻيو. ”سچ تہ اھو آھي تہ تنھنجي تقرير مونکي ڏاڍو وڻي. سچ پچ تہ جي مونکي اھا خبر نہ ھجي ھا تہ سقراط ۽ اگيٿون پيار جي موضوع جا ماھر آھن تہ پوءِ مونکي اھو ڀؤ ھيو تہ ھيترين سارين ڳالھين ٿيڻ کان پوءِ ھينئر سندن ڳالھائڻ

لاءِ تہ ڪجهہ نہ بچيو هوندو. پر جيئن تہ ائين ناهي، سو مونکي ڪو پڙ پولو ڪونهي ۽ منهنجون منجهن جهجهيون اميدون آهن.“

”اريڪسيميڪس! تون پنهنجو وارو چڱيءَ ريت نڀائي واقعي پاڻ ملهايو.“ سقراط چيو ”پر جيڪڏهن تون ان حالت ۾ هجين ها، جنهن ۾ مان هينئر آهيان- يا ائين چوان تہ مان جنهن حالت ۾ هوندس، جڏهن اگيتون بہ پنهنجي تقرير سان پاڻ مڃائي چڪو هوندو تہ پوءِ يقيناً تو وارو عقل بہ جواب ڏئي چڪو هجي ها ۽ وڏي پريشاني ۽ مشڪلات ۾ هجين ها، جيئن مان هينئر آهيان.“

”سقراط، ڇا تون ان خوشامد سان مون تي منتر مڙهڻ ٿو گهرين؟“ اگيتون چيو ”تون دل ۾ اها ڳالهہ ڳنڍيو ويٺو آهين تہ مان اهو سوچي، شرمائي ۽ پريشان ٿي وڃان تہ حاضرين منهنجي فصاحت ۽ بلاغت بابت وڏيون اميدون لڳايون ويٺا آهن.“

”منهنجا پيارا اگيتون! مان تہ صفا ويسارو ۽ غافل ڇئبس جي اهو سمجهي ويهان تہ تنهنجي دل، هنن ڪجهہ دوستن جي موجودگي ۾ ڌڙڪڻ لڳندي ۽ تون شرمائجي ويندين. جڏهن تہ مون تنهنجي ان وقت بہ جرئت ۽ دليري ڏٺي آهي، جڏهن تون پاڻ واري ناٽڪ دوران، پنهنجي اداڪارن سان گڏ اسٽيج تي آيو هئين ۽ منڊلي (ٿيٽر) ۾ هيڏي ساري انبوهہ آڏو بنا ڪنهن پريشاني يا دهشت طاري ٿيڻ جي ڪيئن منهن ڏنو هيئي.“

”ڇا سقراط، تون سچ پچ ائين ٿو سمجهين تہ منهنجو دماغ ٿيئٽر جي هوا سان ايترو پرجي ويو آ جو مان اهو بہ نہ ٿو سمجهي سگهان تہ هڪ عقل واري انسان لاءِ ڪجهہ ڏاهن ماڻهن کي منهن ڏيڻ وڌيڪ ڏکيو آهي، بنسبت بيوقوفن جي هڪ انبوهہ جي.“

”نہ منهنجا پيارا اگيتون، نہ- جي مان تنهنجي عقل ۽ ذهانت جي باري ۾ ڪا غير شانائتي يا ان ۾ ڪا گهٽتائي هجڻ جي ڳالهہ ڪئي، تہ پوءِ مان بيشڪ غلط هوندس. مان اهو بلڪل ڄاڻان ٿو تہ تون عام ماڻهن جي مقابلي ۾ انهن جي راءِ کي وڌيڪ اهم تصور ڪرين ٿو، جن کي، تون ڏاهو ٿو سمجهين. پر شايد اسان ڏاهن منجهان نہ آهيون. ڇوتہ توکي خبر آ تہ اسان بہ ٿيٽر ۾ موجود هئاسين ۽ انهن عام حاضرين جو هڪ حصو هياسين. سو جيڪڏهن

تون، اتفاق سان، اسان مان ڪنهن ۾ هڪ جي موجودگي ۾ نہ، پر واقعي ڏاھن وچ ۾ موجود هجين تہ پوءِ توکي انهن جي سامهون ڪا بري ڳالهہ چوندي شرم محسوس ٿيندو. ڇا توکي نہ ٿيندو؟"

"هائو، ٿيندو". اگيٿون وراڻيو.

"پر توکي ڪيترن ئي عام رواجي ماڻهن آڏو شرم محسوس ڪونہ ٿيندو، جي تو ساڳي خراب ڳالهہ سندن سامهون ڪرين؟"

اتي فيڊرس سندن گفتگو ۾ مداخلت ڪندي چيو: "پيارا اگيٿون، سقراط کي ڪو جواب نہ ڏجان. ڇو تہ پوءِ هو ان جو بلڪل خيال نہ ڪندو تہ اسان آخر هت ڪهڙي ڏنڌي سان آيا آهيون؟ ۽ هو ڪهڙي بہ ڳالهہ جو ڪو خيال نہ ڪندو جي هن کي ڪوبہ همراهہ ڪچهري ڪرڻ لاءِ هٿ لڳي وڃي، خاص ڪري ڪو خوبصورت همراهہ. هونئن مان سقراط جي گفتار ۽ دليل بازي ٻڌڻ جو شوقين آهيان. پر هن وقت منهنجو اهو فرض بڻجي ٿو تہ پيار جي ساراهہ بابت سنيپار رکان ۽ اوهان مان هرهڪ کان ضرور تقرير ڪرايان. سو جڏهن اوهان ٻئي ديوتا کي ان جي واڪاڻ جو، اهڙو ڏن ڏئي چڪا هجو تہ پوءِ پلي پاڻ ۾ ڪهڙي بہ بحث ۾ لڳي وڃو."

"بلڪل ٺيڪ فيڊرس" اگيٿون چيو. "هاڻي ڪوبہ سبب ڪونهي جو مان پنهنجي تقرير شروع نہ ڪيان، سقراط هتي ئي آهي ۽ ساڻس گفتگو ڪرڻ جا ٻيا بہ ڪوڙ ئي موقعا آهن."

"منهنجو خيال آهي تہ مان پهريائين اهو ٻڌايان تہ مونکي ڪهڙي طريقي مطابق تقرير ڪرڻ گهرجي، ۽ خود تقرير ان کان بعد ڪيان. منهنجي خيال ۾ اڳين سيني مقررن، خود پيار ديوتا جي تعريف ڪرڻ ۽ ان جي فطرت کي ظاهر ڪرڻ بدران انسانذات کي انهن خوشين ملڻ تي مبارڪون ڏنيون آهن، جيڪي ديوتا انهن کي عطا ڪيون آهن. اهو خدا خود ڇا آهي. جنهن اهي نعمتون ڏنيون آهن؛ اهو ڪنهن بہ نہ ٻڌايو آ. جڏهن تہ ڪنهن جي بہ، ڪهڙي بہ، ساراهہ جو صحيح طريقو اهو آهي تہ اها شيءِ جنهن جي واڪاڻ ڪئي وڃي، پهرياڻين اهو ڏنو وڃي تہ اها خود آهي ڇا ۽ پوءِ اهو تہ اها ڇا جو سبب بڻي آهي. پلي اسان جي مداح جو موضوع ڪهڙو بہ هجي. سو اهوئي طريقو آهي، جنهن مطابق اسان کي پيار ديوتا جي تعريف بہ ڪرڻ گهرجي. پهرياڻين ان جي

تعريف ڪجي ته هو آهي ڇا ۽ پوءِ هن جي ڏاڻ ۽ بخششن جي ساراهه ڪرڻ گهرجي، جيڪي هو اسان کي عطا ڪري ٿو.

"هونئن مان چوندس ته سڀ ديوتا سکي آهن، پر جي ائين چوڻ ڪو ڏوهه ڪونهي ۽ قانون جي اندر آهي ته پوءِ مان هيئن چوندس ته سمورن ديوتائن منجهان، پيار سڀني کان وڌيڪ سکي آهي. ڇوته هي سڀني کان وڌيڪ سنو ۽ سهڻو آهي ۽ مان ٿو اوهان کي ٻڌايان ته هو سڀني کان وڌيڪ سنو ۽ سهڻو ڪهڙن سببن ڪري آهي. فيڊرس، پهريون ته هي سڀني ديوتائن کان ننڍو نينگو آهي. ۽ منهنجي ان ڳالهه جو پختو ثبوت هو پاڻ ئي آهي. ڇوته هو پوڙهائپ کان، پٺ ڏئي ڀڄي ٿو وڃي. جيڪا، جيئن اسان کي خبر آهي ته ڏاڍو تکو ڇُري ٿي، ڇوته اها اسان ڏانهن تکڙو ئي اچي پهچي ٿي، جيترو جلدي اچڻ کيس نه جڳائي. پيار، فطرتاً پوڙهائپ کان نفرت ڪري ٿو ۽ ان جي پري کان به نه ٿو لنگهي. پر سندس سڄي عمر نوجوانن سان سنگت ۽ ساٿ ۾ گذري ٿي، ڇوته ان آڳاٽي چوڻي ۾ سچ ئي آهي ته، 'سَنَ کي، سَنَ مان ئي ساءُ اچي ٿو.' جيتوڻيڪ فيڊرس جي پيار بابت ڪيل ڪيترين ئي ڳالهين سان ته مان متفق آهيان، پر منهنجو ساڻس ان ڳالهه تي اختلاف آهي ته پيار ڪو، ڪروناس ۽ آئيپٽس (13) کان به آڳاٽو آهي- نه، ائين ناهي- منهنجو اصرار اهو آهي ته هو سڀني ديوتائن کان ننڍو نينگو آهي ۽ سدائين جوان آهي. هيسائڊ ۽ پرمينيڊس، اسان کي آسمان ۾، ديوتائن جي وچ ۾ ٿيل جن پراڻن وڳوڙن بابت ٻڌايو آهي، سي 'پيار' نه، پر 'ضرورت' جي ڪري ٿيا هئا. جي سچ پچ واقعي به اهڙا واقعا ٿيا هئا. خصي ڪرڻ، قيد ۽ بند ۽ ٻيا ڪوڙ ئي اهڙي قسم جا واقعا ۽ وڳوڙ، ديوتائن جي وچ ۾ ٿين ئي ڪونه ها، جي تن ڏينهن ۾ آسمان ۾ انهن وچ ۾ پيار موجود هجي ها. (14) پر منجهن امن، آنند، شانتي ۽ دوستي هجي ها، جيئن هينئر اٿن ۽ ان وقت کان وٺي ئي آهي، جڏهن کان وٺي مٿن پيار جي بادشاهي شروع ٿي آهي.

"سو پيار ديوتا نوجوان آهي ۽ نوجوان هجڻ سان گڏوگڏ نازڪ ۽ حساس آهي. اڄ وري هڪ هومر جي ضرورت آهي، جيڪو سندس نزاڪت ۽ ڪوملتا کي بيان ڪري سگهي. جيئن هومر ايٽي (15) لاءِ چوي ٿو ته هُوءَ نه

رڳو ديوي آهي پر نازڪ بہ آهي- يا گهٽ ۾ گهٽ سندس پير نازڪ آهن. هو چوي ٿو:

پَٽ ڪان ٻہ ڪوَنئرن، پنهنجن پيرن کي ڪٽي ٿي،
پوءِ مٿيءَ نہ پر ماڻهن جي، سِينن تي هلي ٿي.

منهنجي خيال ۾ سندس نزاڪت هن سٺي انداز ۾ مناسب لفظن ۾ بيان ڪئي آهي تہ هوءَ مٽيءَ/ ڌرتيءَ تي جيڪا سخت آهي، تنهن تي نہ، پر ماڻهن جي سِينن تي جيڪي نرم آهن، تن جي مٿان ٿلي ٿي. اسان پيار جي ڪوملتا ۽ نزاڪت تي بہ، ساڳيو ئي مثال استعمال ڪري سگهون ٿا. هو ڌرتي تي بہ پير نہ ٿو ڌري ۽ نہ ئي انساني سِينن مٿان گهمي ٿو، جيڪي بهرحال ايتريون نرم ڪونہ آهن؛ پر هو دنيا ۾ وجود رکندڙ، سڀني کان وڌيڪ نرم شيءِ يعني انسانن جي دلين ۾ موجود آهي. هو اتي رهي ٿو، پَسار ڪري ٿو ۽ پنهنجو ديرو ڄمائي ٿو، ۽ ائين بہ ناهي تہ سمورين دلين ۽ روحن ۾، پر جتي ڏاڍائي، شوخي ۽ ڪنورتا آهي، اتان هو پَرَ پکيڙي اڏامي وڃي ٿو ۽ اتي وڃي واهيرو ٿو ڪري، جتي نرمي، نزاڪت ۽ مَرڻ جُرڻ آهي. ۽ پوءِ هو نہ رڳو پنهنجن پيرن سان، پر پنهنجي پوري وجود ۽ هستيءَ سان، ان سڀ کان وڌيڪ نرم جاءِ تي پنهنجو آستانو اڏي ٿو. ڇا پوءِ پيار کان وڌيڪ ٻي ڪا ڪومل، ۽ نازڪ نفيس شيءِ ٿي سگهي ٿي؟

"تہ سيني کان نوجوان ۽ نازڪ هجڻ سان گڏوگڏ، هي نرمءِ ڪونئرو بہ آهي. پلا جي هو سخت، شوم ۽ شوخ هجي ها تہ پوءِ ڪيئن هر ڪنهن کي ياڪر وجهي، وڪوڙي ۽ سموهي سگهي ها ۽ ڪيئن پهرين ئي نظر ۾، چوري چوري، لِڪ ڇپ ۾ ڪنهن جي دل ۽ روح ۾ لهي ۽ پيهي وڃي ها يا وري ڪٿان ٻاهر نڪري اچي ها. هن جي نرم ۽ ڍولائتي هجڻ جي ثابتي سندس سهڻو هجڻ آهي؛ ۽ اسان سڀئي ڄاڻو ٿا تہ اها خوبي خاص پيار جي ئي آهي- جو تہ بيدولائپ ۽ پيار جي تہ پاڻ ۾ ڪڏهن پئي ئي ڪونہ. سندس روپ رنگ، حسن ۽ سونهن جي تصديق ان منجهان ئي آهي تہ هو گلن ۾ رَسي وسي ٿو. پيار ڪڏهن بہ اهڙن ماڳن ۽ مڪانن، واهيرن ۽ وٿاڻن- پلي اهي جسم هجن يا روح يا ٻي ڪا جڳهہ- اتي نہ ٿو ٽڪي، جتي رنگيني، جوبن جواني ۽ وهي ڪونهي يا جتي ڦوهہ جواني گذري چڪي آهي. پر هو جتي ...ڪب

سگهند، سرهاڻ ۽ ڪتوري ڪاڻ ڏسي ٿو، اتي تِڪي به ٿو ۽ ديرو به ڄمائي ٿو.

”جيتوڻيڪ ديوتا جي خوبصورتي بابت ڪيترن نقطن ڪي مان پنهنجي ڳالهه ٻولهه ۾ ڇيڙي نه سگهيو آهيان. پر مون جيڪو ڪجهه چيو، بس اهو ڪافي آ. هينئر مان سندس گڻن بابت ڳالهائيندس. پيار جي وڏي ۾ وڏي عظمت اها آهي ته هو ڪنهن به انسان يا ديوتا سان نه ئي ڪو ظلم ڪري ٿو ۽ نه ئي اهي هن مٿان ڪو ظلم ڪن ٿا.

ڪابه ڳالهه جيڪا ڪيس پيش اچي ٿي، سا ڏاڍ سان نه ٿي اچي، ڇوته ڏاڍ يا ظلم ته پيار کي ڪڏهن ڇُهي به نٿو سگهي. ۽ نه ئي جڏهن هو پاڻ ڪو ڪم يا عمل ڪري ٿو ته اهو اُهه زورائي سان ڪري ٿو. ڇوته سڀ ماڻهو، سڀ ڳالهه ۾ رضا خوشيءَ سان سندس چيو مڃين ٿا ۽ جڏهن ۽ جتي، ڪجهه ڏيڻ وٺڻ ۾ باهمي راضپو آهي ته پوءِ ”رياست جا حاڪم، قانون“ چون ٿا ته اهو عمل منصفاڻو آهي.

”نه صرف اهو ته هو انصاف ڪندڙ آ، پر پيار کي پنهنجو پاڻ تي حد درجي جو ضابطو به آهي. اهو ته هرڪو مڃي ٿو ته پاڻ تي ضابطو عيشن مٿان حاڪم آهي. ۽ اهو ته ڪوبه عيش يا راحت، پيار کان وڌيڪ ۽ سگهاري ٿي نه ٿي سگهي. سو جي سموريون راحتون پيار کان گهٽ ۽ هيٺيون آهن ته پوءِ لازمي طور پيار سندن مالڪ ۽ اهي هن جون تعبيدار هونديون. سو پيار، خوشيون ۽ خواهشون جنهن جي هٿ وس ۽ تابع آهن، سو سچ پچ ته خود ڪيڏو نه پرهيزگار ۽ پاڻ تي ضابطي وارو هوندو!

”جيتري قدر بهادري جي ڳالهه آهي ته ويندي ’جنگ جو ديوتا ايريس به سندس مقابلو نٿو ڪري سگهي.‘ اهو ايريس ديوتا نه هيو: جنهن پيار کي قيد ڪيو، پر اهو پيار ئي هيو: جيئن قصي ۾ اچي ٿو، ته ايفروڊائيٽ جي پيار، ايريس کي ڪٺي گرفتار ڪيو. سو ان حساب ۾ پيار سندس سردار بڻجي. مٿس حڪم هلائيندڙ ٿيو. سگهارو هوندو آ اهو جيڪو ڪنهن کي سوگهو ڪري جهلي، نه ڪي اهو جيڪو جهلجي پئي. سو سگهاري کي سوگهو جهلڻ وارو ته لازما مڙني کان سگهارو ۽ بهادر ليکبو.

”مون سندس منصف هجڻ، پنهنجو پاڻ تي ضابطي، جرئت ۽ بهادري بابت ڪافي ڪجهه ڳالهايو. باقي وڃي سندس ڏاهپ جي ڳالهه رهي ٿي. سو

مون کي پنهنجي قابليت مطابق ان سان به پورو پورو انصاف ڪرڻ گهرجي.
پهرين ڳالهه ته هتي مان به اريڪسيميڪس وانگر پنهنجي فن کي مان ۽ مڃتا ڏيئي چوندس ته پيار خود ايڏو قابل شاعر آهي جو هو ٻين کي به شاعر بڻائي ٿو ڇڏي، جيڪو هو جيڪر نه ڪري سگهي ها جي هو پاڻ شاعر نه هجي ها. سندس ڇهاءَ ۽ ڇيهه سان هر ماڻهو شاعر ٿي پوي ٿو. ڀلي جي هو اڳ ۾ راڳ رنگ ۽ شاعري جي الف کان به اڻ واقف ۽ اجنبي' هجي: ۽ اسان اها ڳالهه ثبوت طور قبولي، ائين به چئي سگهون ٿا ته پيار سٺو شاعر (16) يا مڙني هنري تخليقن ۾ پڙ ۽ ڪامل تخليقڪار آهي. ڀلا ڪو ڪيئن ڪا شيءِ ٻئي کي ڏئي سگهندو، جيڪا موربگو وٽس هجي ئي نه؛ يا ڪنهن کي اهو سيکاري جنهن جي ڄاڻ هن کي ئي نه 'هجي. ۽ جيتري قدر سمورن جاندارن جي تخليق جو سوال آهي ته ڪير ان کان انڪار ڪندو ته اهو پيار جي ڏاهپ جو ئي نتيجو آهي، جنهن ڪري سمورا ساهه وارا ڄمن ٿا ۽ وڌن ويجهن ٿا. باقي آخري ڳالهه اها ته ڪاريگرن ۽ ڪلاڪارن منجهان، جيئن اسان کي خبر آهي ته، اهوئي مشهور ۽ ناميارو ٿيو جنهن جو استاد ۽ اتساهه ڏيندڙ پيار ديوتا ئي آهي. جڏهن ته اهو ماڻهو جنهن کي پيار ڇُهيو ئي ناهي سو رهي به گمنامي ۾ ٿو. اپالو، خواهش ۽ پيار جي سرواڻي ۾ ئي ته طبابت، تيراندازي ۽ اڳڪٿي جا هنر ايجاد ڪيا. ۽ ان ڪري ئي ڪيس پيار جو شاگرد چئي سگهجي ٿو. ساڳي ريت ميوزس جي وديا موسيقي، هيفائٽس جي لوهارڪي ڌاتوگيري، اٿيني جو اٽڻ ۽ زيوس جي 'ديوتائن انسانن مٿان حاڪميت' اهي سڀ پيار جي ڪري ئي ته آهين. اهڙي طرح پيار ديوتا جي پيدا ٿيڻ ڪري ئي ديوتائن جي دنيا مان فتنو فساد ختم ٿيو ۽ ان کي ڊول ۽ ترتيب ملي- چوته پيار ٿيندو ئي آهي، سونهن سان، ان جي بي ڊولائي ۽ بي زيبائي سان لڳي ئي ڪانه. ۽ جيئن مان شروعات ۾ به ٻڌايو ته ان کان اڳ ۾، جيئن روايتن ۾ اچي ٿو ته آسمان تي ديوتائن وچ ۾ ڪيترائي خوفناڪ ۽ خطرناڪ عمل پئي ٿيا، چوته تنهن وقت ۾ مٿانئن ضرورت جي حڪمراني هئي- پر پوءِ جيئن ئي هي پيار ديوتا ڄائو ته انهيءَ سونهن جي پيار- آسمانن ۾ ديوتائن ۽ ڌرتي تي انسانن لاءِ سٺائي ۽ رحمت کي جنم ڏنو.

سوفيڊرس، منهنجي راءِ ۾ پهرين ڳالهه ته پيار خود پاڻ سيني کان

خوبصورت ۽ سنئو آهي ۽ ٻي ڳالهه ته ٻين سمورين شين ۾ انهن ئي خصلتن ۽ خوبين جو سبب آهي، سچ پچ ته جوش ۽ جذبي وچان منهنجي دل چئي ٿي ته مان انهيءَ ڳالهه کي شعر ۾ بيان ڪيان ته اهو پيار ديوتا ئي آهي، جيڪو پيدا ڪري ٿو.

انسانن ۾ امن ۽ سمنڊ ۾ سڪون،

هوائن ۾ سانت ۽ ڏک سور ۾ ننڊ.

اهوئي پيار آهي جيڪو اسان کي اجنبيت کان آجو ڪري، پنهنجائپ سان ڀَر ڪري ٿو. اهوئي اڄ جهڙين مجلسن ۽ ميل ميلاپي کي ممڪن بڻائي ٿو. اهوئي عيدن برادن، ناچ ۽ قربانين جي موقعي تي مهندار ۽ سردار هوندو آهي- جيڪو خوش مزاجي ۽ کل پيوڳ بخشي ٿو ۽ بدمزاجي، رُڪائي ۽ کُهرائي کي جلاوطن ڪري ٿو. هن وٽ ٻين کي ڏيڻ لاءِ سدائين ديا ۽ نيڪ تمنائون هونديون آهن ۽ وٽس ڪڏهن به بددعا، بي مروتي ۽ نامهرباني ڪونهي. ٻاجهارو ۽ مهربان، چڱن جو يار، ڏاهن جو ڳوڙهو ويچار، جنهن لاءِ هڙئي ديوتا حيران. جنهن وٽ هيءَ نه هجي سي سندس لاءِ واجهون پيا وجهن ۽ جن وٽ هجي تن لاءِ چڻ قيمتي خزانو. هيءَ ئي آهي ابو نزاڪت ۽ نفاست، حسن ۽ جمال، لطف ۽ راحت، زيب و زينت، چاهه ۽ چاهت، ڪومَلتا، اڪير ۽ اُڪنڊ ۽ سڌ ۽ سِڪ جو- سٺائي جو خيال رکندڙ ۽ برائيءَ کان بي فڪر. هر هڪ ڳالهه ۽ عمل ۾، خواهش ۽ خوف ۾، بهترين سونهون ۽ سرواڻ، ساٿي ۽ مددگار. سمورن ديوتائن ۽ انسانن جو شان ۽ سينگار. بهترين، سمجهدار ۽ خوبصورت اڳواڻ. لازم آهي ته جنهن جي قدمن جي نشانن تي هر ماڻهو هلندو هلي ۽ سندس شان ۽ مداح ۾ سُر آلاپ سان جهونگاريندو رهي. ائين ان گيت ۽ ترانې جي تاڙ ۽ لات جي لَڙهه ۾ رلجي پئي. جنهن سان ئي پيار سمورن ديوتائن ۽ انسانن جي دلين تي منڊ مڙهي ٿو.

فيڊرس منهنجي تقرير بس اها ئي آهي. جنهن ۾ خوش طبعي به آهي ته گنڀيرتا ۽ سنجيدگي به. پنهنجي قابليت مطابق، اهائي گاڏر ساڏر، جيڪا مون جوڙي آ، سا آءٌ پيار ديوتا جي نالي سان ارپيان ٿو. شل ڪيس قبول پوي."

ارسٽوڊيمز ٻڌايو ته جڏهن اگيٿون ڳالهائي بس ڪئي ته سيئي ٻڌندڙ ڏاڍا سرها ٿيا ۽ مڃيائون ته نوجوان شاعر پنهنجي ۽ ديوتا جي شان وٽان ئي

ڳالهايو آهي، جنهن جا پئي لائق آهن. پوءِ سقراط اريڪسيميڪس ڏانهن ڏسندي چيو:

"اڪيومينس جا فرزند! ڇا اڄا تون ائين سمجهين ٿو تہ مون جن خوفن کان خوف پئي کاڌو، انهن خوفن لاءِ مون وٽ ڪو سبب ڪونہ هيو؟ ڇا مان سچو پيغامبر نہ هيس، جڏهن مون چيو هو تہ اگيٿون هڪ ڏندين آڱريون ڏئي ڇڏيندڙ تقرير ڪندو؟ ۽ اهو تہ مون وٽ ڳالهائڻ لاءِ باقي ڪجهہ نہ بچندو، سو اڇي پريشان ۽ ششدر ٿيندس."

"مان اگيٿون متعلق تنهنجي پيغمبرانہ راءِ کي تہ قبول ڪيان ٿو." اريڪسيميڪس وراڻيو "پر جيتريقدر تنهنجو اهو چوڻ آهي تہ تون اڇي مشڪل ۾ ڦاٿو آهين جو تو وٽ ڳالهائڻ لاءِ ڪجهہ ڪينهي؛ تہ مان اهو مڃڻ جي لاءِ تيار ناهيان."

"منهنجا منا سائين! ڀلا آخر مان يا ڪو ٻيو، ڪيئن نہ اڇي سبوڙهو ٿيندو، جنهن کي ههڙي شاندار، وسيع، سمجهہ ڀري ۽ مڪمل تقرير ٻڌڻ کانپوءِ ڳالهائڻو پوي؟ سندس تقرير جو پهريون حصو تہ حيرت ۾ وجهندڙ ئي هيو. پر ان جو پويون حصو! واهہ! ڇا تہ خوبصورتي هئي، لفظن ۽ فقرن جي! اهو ڪير ٿي سگهي ٿو، جيڪو اهي اکر ٻڌي ۽ سندس هوش خطا نہ ٿين؟ سو جڏهن مان اهو سوچيو تہ مان اهڙي خيالن جي اڏام واري معيار جي ويجهو بہ نہ ٿو وڃي سگهان ۽ مون وٽ چوڻ لاءِ ڪابہ چڱيءَ شيءِ نہ رهي آ، تہ مان شرم وچان هتان ڀڄي وڃڻ لاءِ تيار ٿي ويٺي رهيس ۽ واقعي ائين ڪيان ها جي مونکي فرار ٿيڻ لاءِ ڪا وٿي يا وجهہ ملي ها. اگيٿون جي تقرير مونکي گورگياس ياد ڏياري ڇڏيو ۽ سندس تقرير جي آخر ۾ تہ، مونکي بلڪل اهو خوف ۽ وهم ويهي ويو تہ منهنجي حالت بہ 'هومر' جي قصي جهڙي اڇي ٿي آهي ۽ هن گورگياس جي گورگين مٿي (17) پنهنجي فصاحت ۽ بلاغت سان مونکي پريشان ڪرڻ لاءِ ائين ڪيو آهي تہ جيئن مونکي منهنجي تقرير سوڌو پنڊ پهڻ ڪري ڇڏي ۽ بس ائين گونگو ۽ بي زبان بڻائي ڇڏي".

سو سقراط، ارستوڊيمز چواٽيءَ، ڪجهہ هيئن شروعات ڪئي.

"منهنجا پيارا اگيٿون، تو جيڪا هينئر شاندار تقرير ڪئي ۽ جنهن ۾ تو چيو تہ صحيح طريقو اهو آهي تہ پهريائين اهو ڏنو وڃي تہ پيار آهي ڇا ۽

ان ڪانڻ پوءِ ان جا اثر ۽ ڪرشما. شروعات ڪرڻ جو اهو انداز مونکي ڏاڍو پسند پيو. هاڻي اڇون ٿا پيار تي. تون ان جي باري ۾ سمجهه پريي نموني ڳالهايو آهي ته هو (پيار) آهي ڇا؟ مان به تنهنجو شڪر گذار رهندس، جي تون منهنجي هن سوال جو جواب ڏيندين. ڇا پيار ڪنهن شيءِ سان ٿيندو آ يا بغير ڪنهن شيءِ جي به ٿيندو آ؟ ۽ هتي مان پنهنجي ڳالهه کي اڃا واضح ڪيان. مان ائين نه ٿو چوان ته 'ڇا پيار ڪنهن پيءُ جو پيار، يا ماءُ جو پيار هوندو آ؟' ائين پڇڻ ڪل جهڙو آهي؛ پر مثال طور جي مان هڪڙو لفظ 'پيءُ' ڪٿي توکان پڇان ته، "ڇا پيءُ ڪنهنجو پيءُ هوندو آهي؛ يا نه' ته پوءِ منهنجي خيال ۾، جي تون صحيح جواب ڏيڻ چاهين ته هيئن ئي چوندين 'هائو، پيءُ، ڪنهن پٽ يا ڌيءَ جو پيءُ هوندو آهي' ڇا تون ائين نه چوندين؟"

"هائو، بلڪل ائين چوندس" اگيتون وراڻيو.

"۽ تون ماءُ جي نالي به ائين چوندين؟"

"هائو"

"مان اڃا هڪ يا ٻه سوال ٻيا به پڇندس" سقراط چيو. "مهرباني ڪري جواب ڏجانءِ ته جيئن تون منهنجو مطلب بهتر نموني سمجهي سگهين. ڇا ڀاءُ، لازماً ڪنهن جو ڀاءُ نه هوندو آ؟"

"هائو هوندو آ"

"يعني ڪنهن ڀاءُ جو يا ڀيڻ جو؟"

"هائو."

"نيڪ- هاڻي مان توکان پيار بابت پڇندس. مونکي اهو ٻڌاءِ ته ڇا پيار ڪنهن به شيءِ سان هوندو آ، يا اهڙو به ڪو پيار آهي، جيڪو ڪجهه به نه سان هجي؟"

"اهو ته بلڪل واضح آ، ته پيار ڪنهن شيءِ سان ئي هوندو آهه"

"ته پوءِ هاڻي"، سقراط چيو "اهو ياد ڪندي ته اهو ڇا هوندو آهي جنهن سان پيار هوندو آهي، (18) مونکي هن سوال جواب ڏي؛ ڇا پيار کي ان شيءِ جي سڌ ۽ طلب هوندي آ، جنهن سان ڪيس پيار هوندو آ؟"

"هائو يقيناً هوندي آهه."

"جڏهن هو اُن شيءِ سان پيار ۽ ان جي طلب رکي ٿو ته ڇا اها شيءِ

هن وٽ موجود هوندي آ، يا وٽس نہ هوندي آ. جنهن جي سڌ ۾ جنهن سان پيار ڪيس هوندو آهي."

"گهٽ ڪري تہ هن وٽ نہ هوندي."

"اونهون" سقراط وراڻيو "جي تون هڪ گهڙيءَ لاءِ بہ غور ڪندين تہ توکي معلوم ٿي ويندو تہ، 'گهٽ ڪري' جي بدران 'لازمي' لفظ ئي چئبو. ڇا اهو لازمي نہ آهي تہ سڌڙيو ان شيءِ جي ئي سڌ رکندو آ، جيڪا وٽس ڪٿل هوندي آهي. يا هو ان جي سڌ نہ ڪري ها، جيڪڏهن هن وٽ ان جي کوٽ نہ هجي ها. اگيٿون، منهنجي سمجهہ مطابق تہ اهوئي اوس سچ آهي. تون ڇا ٿو چوين؟"

"مان توسان متفق آهيان" اگيٿون وراڻيو.

"تمام سٺو. پلا اهو جيڪو وڏو هجي، ائين چاهيندو تہ هو وڏو هجي، يا اهو جيڪو سگهارو آهي، سو سگهاري هجڻ جي سڌ رکندو؟"

"اسان اڳ جنهن تي متفق ٿيا هئاسين، ان مطابق تہ ائين ناممڪن آ."

"درست، ڇوتہ هو جيڪو ڪجهہ بہ آهي تہ ان جي ئي گهر نہ ڪندو، ڇو تہ هو اهو اڳ ۾ ئي آ."

"بلاشڪ"

"۽ اڇا" سقراط چيو "جي ڪوئي ماڻهو سگهارو هوندي بہ، سگهاري ٿيڻ جي سڌ رکي، يا ڪو تکو هوندي، تکي هجڻ جي خواهش رکي يا ڪو تندرست هوندي تندرست هجڻ جي خواهش رکي تہ پوءِ ائين سمجهبو تہ هو ان شيءِ جي خواهش رکي ٿو، جيڪا وٽس اڳ ۾ ئي موجود آهي يا جيڪو هو اڳ ۾ ئي آهي. مان ان نقطي جي ايڏي پڪڙ پچاڙ ان ڪري ڪيان ٿو، جيئن ڪنهن بہ غلطي يا غلط فهمي کان بچي سگهجي. سو اگيٿون، اهو ظاهر آ تہ انهن ماڻهن وٽ اهي خوبيون موجوده وقت ۾ بلڪل موجود آهن، توڙي جو هو انهن جي سڌ رکن يا نہ- پلا ڪير ان جي ئي سڌ رکندو، جيڪو اوس وٽس آهي. ان ڪري جڏهن ڪو ماڻهو ائين چوي تہ 'مان جيڪو صحتمند آهان، ان هوندي بہ چاهيان ٿو تہ مان صحتمند هجان." يا 'مان جيڪو شاهوڪار آهيان ان هوندي بہ چاهيان ٿو تہ مان شاهوڪار هجان' ۽ 'مون کي انهن شين جي ئي گهرج آ، جيڪي مون وٽ اڳ ۾ آهن' تہ پوءِ ان کي اسان جو هي جواب

هوندو ’منهنجا دوست توهان جيڪو صحتمند آهين، شاهوڪار آهين، يا سگهارو آهين، سو حقيقت ۾ اها سڌ رکين ٿو ته اهي شيون، تو وٽ لڳاتار مستقبل ۾ به موجود رهن. ڇوته هن وقت ته تو وٽ اهي آهن، ڀلي تون انهن جي خواهش رکين به يا نه. پوءِ جڏهن تون ائين چئين ٿو ته ’مون کي ان جي ئي طلب آهي، جيڪو مون وٽ موجود آهي‘ ته ڇا اصل ۾ تون-ائين چئي رهيو آهين ته ’تو وٽ مستقبل ۾ به اهي شيون هجن، جيڪي هن وقت تو وٽ آهن. منهنجي خيال ۾ هو اسان سان سهمت ٿي، هائوڪار ئي ڪندو. ڇا هو، ها نه ڪندو؟‘

”هائو، ها ڪندو“ اگٿون وراڻيو.

”ته پوءِ“ سقراط چيو ” ان جو مطلب اهو ٿيو ته هو اها سڌ رکي ٿو ته هن وٽ هن وقت جيڪي ڪجهه موجود آهي، سو مستقبل ۾ به وٽس رهي ۽ سدائين هن سان ساڻ هجي. ٻين لفظن ۾ ائين چئجي ته هن کي ڪنهن اهڙي شيءِ لاءِ خواهش ۽ چاهه آهي، جيڪا وٽس نه آهي ۽ جيڪا هن کي اڃا تائين حاصل نه ٿي آهي.“

”يقيناً.“

”ته پوءِ هو ۽ ٻيو هرهڪ ماڻهو جيڪو، ڪابه خواهش رکي ٿو ته ان شيءِ جي خواهش رکي ٿو جيڪا اڳ ۾ هن وٽ موجود نه آهي يا ڪيس حاصل نه آهي ۽ جيڪو مستقبل آهي، حال نه آهي ۽ جيڪا وٽس ڪونهي ۽ جيڪو هو نه آهي ۽ جنهن جي گهرج ۽ احتياج هن کي آهي- اهڙي ئي قسم جي شين جي لاءِ سڌ ۽ پيار هوندو آهي.“

”هائو.“

”چڱو ته پوءِ،“ سقراط چيو ”هيننر تائين اسان جن ڳالهين تي پاڻ ۾ متفق ٿيا آهيون، تن کي سهيڙي وري ورجائي وٺون. پهريون ته پيار ڪنهن شيءِ جو ڪنهن شيءِ سان ئي هوندو آهي ۽ ٻيو ته ان شيءِ سان جيڪا ماڻهو وٽ ڪٽل هوندي آهي.“

”هائو، ائين ئي آهي.“

”چڱو هاڻي ٿورو ياد ڪر ته تون پنهنجي تقرير دوران ڇا چيو هو. جي تون چاهين ته مان ئي تو ڪئي توکي ياد ڏياريان: تو چيو هو ته خوبصورتي سان پيار آسمان ۾ ديوتائن جي بادشاهي کي ڊؤل ۽ ترتيب ڏني. ڇوته

بيبڊولائي ۽ بدصورتي سان پيار تي ٿي نہ ٿو سگھي. ڇا تون ڪجھہ اهڙي قسم جي ڳالهہ ڪونہ ڪئي هئي؟"

"هائو، مون برابر ڪئي هئي." اگيٿون وراڻيو.

"بلڪل درست، منهنجا دوست. ۽ اهو ائين ئي آ تہ پوءِ پيار خوبصورتي جو ئي هوندو آهي ۽ بدصورتي جو نہ." اگيٿون، اها ڳالهہ مڃي.

"۽ اهو تہ اڳ ۾ ئي مڃجي چڪو تہ پيار ڪنهن اهڙي شيءِ سان هوندو آ، جيڪا ماڻهو وٽ اڳ نہ هوندي آهي ۽ جنهن جي سڌ، طلب يا گهرج ڪيس هوندي آه."

"هائو."

"پوءِ ان جي معنيٰ اها تہ پيار وٽ خوبصورتيءَ جي کوٽ آهي ۽ ڪيس ان جي گهرج آهي."

"اوس ائين ئي آهي."

"پوءِ ڀلا تون ان کي خوبصورت سڏيندين، جنهن وٽ خوبصورتي آهي ئي ڪونہ. ۽ مورڳو، هو ان جو گهرجائو آهي؟"

"نہ- قطعي نہ-"

"تہ پوءِ اڃا تون ائين چوندين تہ پيار خوبصورت آهي."

"سقراط، لڳي ٿو مان الائي ڪهڙي جهان ۾ هيس ۽ الائي ڇا ڳالهائي رهيو هيس، جڏهن مون ائين چيو هو." اگيٿون وراڻيو.

"نہ، نہ، اگيٿون - اها ڏاڍي سٺي تقرير هئي! بهرحال هڪ ننڍڙو سوال اڃا آهي، جيڪو مان پڇڻ چاهيندس. ڇا سٺيون شيون پڻ خوبصورت نہ هونديون آهن؟"

"هائو"

سو جيڪڏهن پيار وٽ خوبصورتي جي کوٽ آهي ۽ جيڪا شيءِ سٺي آهي سا سهڻي بہ آ، تہ پوءِ پيار وٽ سٺين شين جي کوٽ پڻ هوندي؟"

"سقراط، توکي رد ڏيڻ يا ڪوڙو ڪري سگهڻ منهنجي وس جي ڳالهہ ناهي. بس جيئن تون چوين ٿو، پاڻ ڪٿي سمجهون ٿا تہ سچ ئي آهي."

"منهنجا مٺا اگيٿون نہ - ائين نہ چئہ البت هيئن چئہ تہ، اهو سچ ئي آهي جنهن کي ڪوڙو نہ ٿو ڪري سگهجي. ڇو تہ سقراط کي تہ آرام سان ڪوڙو

ڪري سگهجي ٿو.

”بهرحال هينئر مان تنهنجي جند ڇڏيان ٿو ۽ اوهان کي پيار بابت هڪڙو بيان ٿو ٻڌايان جيڪو مون مينٽنيا جي هڪ عورت ڊايوٽما کان ٻڌو هو. هوءَ ڄاڻ جي ٻين معاملن ۾ به ڏاڍي ڏاهي هئي. هڪ دفعي جڏهن اٿينس وارا، پليگ جي بيماري جي منهن ڪڍڻ کان اڳ بچڻ خاطر، ان کي روڪڻ لاءِ قربانيون ڏئي رهيا هئا ته هن ان بيماري کي ١٠ سال پوئتي ڪري ڇڏيو هو. هوءَ پيار بابت ڄاڻ ۾ منهنجي استاد هئي. مان هينئر اهو سيکجهه اوهان آڏو ورجائيندس، جيڪو هن مون کي ٻڌايو. شروعات، اگيٿون جي انهن قبوليتن کان ڪندي، جيڪي پڻ جيڪڏهن صفا اهڙيون نه ته انهن جهڙيون ئي آهن، جهڙيون مون ڪيون هيون، جڏهن ان ڏاهي عورت مون کان سوال پڇيا هئا. منهنجي خيال ۾ سولو ائين ئي ٿيندو ته مان اهي ساڳيا سوال ۽ جواب به، پئي ڪوشش ڪري، بهتر کان بهتر نموني، پاڻ ئي ٻڌائيندو هلان. مان به تقريباً ان ئي ٻولي ۽ انداز سان، ساٿس ڳالهايو، جيئن اگيٿون ڳالهايو آهي. پهريائين اهو ته پيار آهي ڇا ۽ بعد ۾ سندس ڪمن ۽ ڪرشمن بابت مان به اگيٿون وانگر پهريائين ڪيس ائين چيو هو ته پيار هڪ طاقتور ديوتا آهي ۽ اهو بيحد حسين به آهي. پر هن مون کي ائين دليل ڏنا ۽ ثابت ڪري ڏيکاريو، جيئن مون اگيٿون کي ثابت ڪري ڏيکاريو ته پيار خود نه ته سهڻو آ ۽ نه ئي سٺو.

”ڊايوٽما، تنهنجو مطلب ڇا آهي؟“ مون پڇيو هو ”ڇا پوءِ پيار برو ۽ بدصورت آهي؟“ ”ماٺ! عقل ڪر. اهڙيون ڳالهيون ڪيئن ٿيون آهن؟“ هن کان رڙ نڪري وئي. ”ڇا تون ائين ٿو سمجهين ته جيڪا شيءِ خوبصورت نه آهي ته اها لازمي طرح بدصورت ئي هوندي؟“ ”هائو، مان ته ائين ئي ٿو سمجهان.“ مون چيو، ”۽ اهو ته جيڪو ڏاهو نه آهي سو جاهل آهي؟ ڇا توکي خبر نه آهي ته ڏاهپ ۽ جهالت جو وچ به آهي؟“ ”ڀلا اهو ڇا آهي؟“ درست خيال/ راءِ، جن جي لاءِ ڪي دليل نه هوندا آهن.“ هن وراڻيو ”۽ سمجهه، ڄاڻ يا علم غير منطقي ۽ بغير دليلن جي ٿيندو ئي ناهي. وري انهن کي جهالت ڪوٺڻ به اوتري ئي غلطي ٿيندي، ڇو ته جهالت ته سچ تائين پهچي ئي نه ٿي سگهي. حقيقت هيءَ آهي ته درست خيال اهڙي شيءِ آهن جيڪي ڏاهپ ۽ جهالت جي وچ تي آهن.“ ”بلڪل سچ.“ مون وراڻيو. ”پوءِ ان تي هوڏ ٻڌي نه بيهه ته، اهو

جيڪو خوبصورت نہ آهي سو لازمي طور بدصورت هوندو. يا جيڪو چڱو نہ آهي، سو اَوس بُرو آهي، ۽ اهو بہ نہ سمجهي ويهہ تہ پيار جيئن تہ سهڻو ۽ سٺو نہ آهي، سو لازمي طرح بدصورت ۽ برو هوندو. پر اهو انهن ٻنهي جي وچ واري ڪا شيءِ آهي." "پر پوءِ بہ،" مون چيو "سڀ ماڻهو ائين سمجهن ٿا تہ 'پيار' هڪ عظيم ديوتا آهي."

"ڀلا جڏهن تون چئين ٿو تہ سڀ ماڻهو، تہ تنهنجو مطلب ڇا آهي تہ اهي ماڻهو جيڪي سندس باري ۾ نہ ٿا ڄاڻن يا اهي بہ ان ۾ شامل آهن، جيڪي سندس باري ۾ ڄاڻن ٿا.؟" "منهنجو مطلب آهي سڀ جا سڀ." هوءَ کلي ويئي ۽ چيائين: "سقراط مون کي سمجهہ ۾ نہ ٿو اچي تہ آخر اهي ڪيئن ان کي عظيم ديوتا چوندا، جيڪي اهو ٿي نہ ٿا مڃين تہ هو ڪو ديوتا بہ آهي." "اهي وري ڪير آهن؟" مون پڇيو، "هڪ تون" هن چيو، "ٻي مان." "اهو ڪيئن ٿو ٿي سگهي." "اهو بلڪل سولو ۽ چٽو بيٺو آهي." هن وراڻيو "ڇو تہ تون پاڻ ٿي اهو مڃيندين تہ ديوتا خوبصورت ۽ خوش آهن. ڇا تون نہ چوندين؟ ڇا تون اهڙي جرئت ڪري چئي سگهندين تہ انهن مان ڪو ديوتا خوبصورت ۽ خوش نہ آهي؟" "قطعي نہ" مون وراڻيو. "۽ خوش هجڻ مان تنهنجي مراد انهن وٽ سٺائي ۽ سونهن جو موجود هجڻ آهي؟" "يقيناً" "پر تون تہ اهو قبولي چڪو آهين تہ پيار وٽ انهن شين جي اڻاٺ آهي. تنهنڪري ٿي ان کي سٺائي ۽ سونهن جي سڌ ۽ گهرج آهي." "هائو مون ائين مڃيو آهي." "تہ پوءِ اهو ديوتا ڪيئن ٿو ٿي سگهي، جنهن وٽ سٺائي ۽ سونهن جو ڪو حصو پتي ئي ڪونهي؟" "پوءِ تہ ائين ٿو لڳي تہ هو ديوتا نہ ٿو ٿي سگهي." "نيڪ بلڪل نيڪ پوءِ هاڻي تون پاڻ ٿي ڏس تہ تون خود، پيار جي ديوتا هجڻ جو انڪاري آهين."

"پوءِ آخر پيار آهي ڇا؟" مون پڇيو "ڇا اهو امر آهي؟" "نہ بلڪل نہ". "ڀلا ڇا هي؟" "جيئن مان اڳ ۾ بہ هڪ مثال ڏنو. اهو نہ فاني آهي ۽ نہ لافاني. پر انهن ٻنهي جو وچ آهي." "ڊايوٽما! پر آخر اهو ڇا آهي؟" "اهو هڪ عظيم جذبو آهي، سقراط ۽ هر اها شيءِ جيڪا جذبي جهڙي هوندي آهي سا ايشور ۽ انسان جو وچ هوندي آهي." "ڀلا سندس اختياري ڇا آهي؟" "هو ديوتائن ڏانهن انسانن ۽ انسانن ڏانهن ديوتائن جا نياپا کڻي پهچائيندو ۽

سمجهائيندو آهي. انسانن وٽان عبادتون ۽ قربانيون ۽ ديوتائن وٽان حڪم ۽ بخششون. پنهنجي اهڙي وچٿري حيثيت هجڻ ڪري؛ هو پنهي يعني انسان ۽ ديوتا جي وچ واريءَ ورهائيندڙ وٿي کي پري ٿو ۽ سڀ کي جوڙي هڪ ڪري ٿو، ۽ هن جي ڪري ئي پيغمبرن، پنڊتن ۽ پروهتن کي الهام، وديا ۽ ڪرامتون اچن ٿيون؛ قربانين ۽ ريتن رسمن ۾ سندن جادو منتر، ٽوٽڪا ڦيڻا، دعا تعويز ۽ سمورا فن ۽ هنر، هن جي ڪري ئي آهن. ڇو ته خدا سڌو سنئون انسانن سان لهه وچڙ ۾ نه ايندو آ. پر انسانن جو ديوتا سان ۽ ديوتائن جو انسان سان سمورو رابطو ۽ ميلاپ ان پيار ذريعي عمل ۾ اچي ٿو، پوءِ ڪڏهن ننڊ ۾ يا جاڳڻ مهل. ڪو ماڻهو جيڪو انهن معاملن ۾ مهارت رکي ٿو، سو روحاني انسان سڏجي ٿو، جڏهن ته باقي اهي ماڻهو جن جي ڏاهپ ۽ مهارت ٻين معاملن جهڙوڪ وڻج واپار يا دستڪاري تائين محدود آهي، سي عام رواجي آهن. هاڻي اهڙي وچٿري قسم جا جذبا گهڻا ئي آهن ۽ مختلف به. ۽ انهن منجهان هڪڙو آهي پيار."

"پلا ڪير سندس پيءُ هيو،" مون پڇيو، "۽ ڪير سندس ماءُ هئي."

'اهو به هڪ ڊگهو قصو آهي"، هن وراڻيو. "پر تنهن هوندي به مان توکي ٻڌائيندس. جڏهن ايفروڊائيٽ ڄائي ته ان ڏينهن تي ديوتائن دعوت ڪئي. مهمانن ۾ هڪڙو ديوتا 'پورس يا جهجهائي / حرفت به هيو، جيڪو هيٽس يا ايجاد (19) جو پٽ آهي. جڏهن مانيءَ جو دور ختم ٿيو ته جيئن اڪثر اهڙن موقعن تي ٿيندو آهي، غربت، خير وٺڻ لاءِ اچي در تي سٽ هڻي. ان مهل جهجهائي/ حرفت ديوتا تمام گهڻو امرت پيئڻ ڪري صفا خمارن ۾ هيو. تن ڏينهن ۾ شراب اجا ڪونه هيو. هو گهمڻ جي خيال کان زيوس ديوتا جي باغ ۾ ويو ته ڪيس گهري ننڊ اچي وئي. غربت پنهنجي تنگ حالت ۽ زندگي کي بهتر بنائڻ لاءِ اهو سوچيندي ته ڪيس ڪو اولاد نصيب ٿئي، هڪڙي رٿ رٿي، ۽ هوءَ وڃي جهجهائي/ حرفت جي پاسي ۾ سمهي پئي ۽ ائين هو پيار سان ڳورهاري ٿي.

"سو پيار جيئن ته ايفروڊائيٽ جي ڄمڻ واري ڏينهن تي پيٽ ۾ پيو سو هي سندس تعبيدار ۽ خدمتگار آهي ۽ فطرتاً ڪيس خوبصورتيءَ لاءِ اندر ۾، تڙپ ۽ عشق آهي ڇو ته ايفروڊائيٽ خود خوبصورت آهي. وري جيئن ته

جهجهائي/ حرفت سندس پيءُ، ۽ غربت سندس ماءُ، سو سندس خصلتون، گڻ اوصاف ۽ ڀاڳ بخت بہ اهڙائي آهن. ڀهرين ڀهرين ڳالهہ تہ هو سدائين سچو ۽ غريب هوندو آ. حالانڪ گهڻا ماڻهو ڪيس نازڪ نفيس ۽ خسين سمجهندا آهن، پر اهي ٻئي خصلتون هن کان ڪوهين ڏور آهن. هو سخت جان ۽ ميرو گدلو هوندو آهي. نہ هوندي اٽس پيرن ۾ 'جتي' نہ اٽس رهڻ لاءِ ڪو گهر. اگهاڙي آسمان هيٺان، ٻنا هنڌ تيڙ جي، ڌرتيءَ تي گهرن جي درن اڳيان ۽ گهٽين ۾ سمهندو وتندو آهي. ۽ پنهنجي ماءُ وانگر سدائين مشڪلاتن، پريشانين ۽ تنگيءَ ۾ گذر اٽس. پر پنهنجي پيءُ جهجهائي/ حرفت جي حوالي سان منجهس انِ جهڙيون خصلتون بہ آهن. هو رتون رتيندو آهي تہ ڪيئن پنهنجي لاءِ سونهن ۽ سنائي ڪي هٿ ڪري. سدائين هڪڙي نہ ٻي اٽڪل گهڙيندو رهي ٿو. ڏاهپ جي ڳولا ۾ سرگردان، تدبيرون وٽس ڪوڙ. ڏاهپ ۽ فلسفي جو سچي عمر لاءِ ٻڌو عاشق. ماهر جادوگر، ڪامڻگور، ۽ هڪ سچو سافسٽ. هو پنهنجي فطرت ۾ نہ فاني آهي نہ لافاني. پر ساڳي ئي ڏينهن تي هڪ گهڙي، جڏهن هو جهجهائي ۾ آهي تہ جيئرو آهي، آباد آهي، سائو آهي ۽ ٻي گهڙيءَ وري مئل آهي. ۽ انِ کان پوءِ پنهنجي پيءُ کان ورثي ۾ مليل مردانگي، ٻَل ۽ سگهہ سبب وري زنده ٿي پوي ٿو. جيڪو ڪجهہ هو ڪمائي ٿو، سو وري ويجائي ڇڏي ٿو. سو هن وٽ نہ ڪا اميري ۽ سَڪر آهي ۽ نہ غريبي ۽ ڏکر آهي. هو نہ ڏاهو آهي ۽ نہ ئي جاهل، پر انهن ٻنهي جو وچ آهي.

"سو معاملي جي حقيقت هيءَ آهي: ڪوبہ ديوتا نہ ئي ڏاهپ جو متلاشي آهي ۽ نہ ئي ڏاهي هجڻ جي سڌ رکي ٿو. ڇو تہ هو اڳ ۾ ئي ڏاهو آهي. ۽ نہ ئي انِ انسان کي ڏاهپ جي ڳولا هوندي، جيڪو اڳ ۾ ئي ڏاهو آهي. ٻئي طرف نہ ئي ڪو جاهل ڏاهپ جي ڳولا ڪري ٿو ۽ نہ ئي اهڙي سڌ رکي ٿو. ڇو تہ جهالت جي اها ئي تہ خرابي آهي تہ اهو ماڻهو جنهن وٽ نہ سونهن آهي نہ سنائي، ۽ نہ ڪو عقل ۽ ذهن، سو پنهنجو پاڻ مان بلڪل مطمئن رهي ٿو. هو انِ شيءِ جي طلب ئي نہ ٿو رکي، جنهن جي کوٽ ئي کيس محسوس نہ ٿي ٿئي.

"پر ڊايوتما" مون پڇيو، "پوءِ آخر ڏاهپ جا عاشق آهن ڪير، جيڪڏهن اهي جيڪي ڏاهپ جي ڳولا ۾ آهن، سي نہ ئي ڏاها آهن ۽ نہ ئي

ڄاهل؟" "ان جو جواب تہ نندڙو پار بہ ڏئي ويندو،" هن وراڻيو، "اهي انهن ٻنهي جو وچ آهن. جيئن پيار آهي. جيئن تہ ڏاهپ بيحد خوبصورت شين منجهان هڪ آهي ۽ پيار، خوبصورتيءَ جو پيار ٿي هوندو آهي. سو پيار لازماً ڏاهپ جو عاشق آهي. ۽ ڏاهپ جو عاشق هجڻ، ڏاهي ۽ ڄاهل جي وچ ۾ هجڻ جي برابر آهي. ۽ اهڙي حالت ۾ هجڻ جو سبب، سندس ڄمڻ بہ آهي. ڇو تہ سندس پيءُ تہ برابر شاهوڪار ۽ ڏاهو هيو پر سندس ماءُ غريب ۽ بي عقل. منهنجا پيارا سقراط! اها اٿئي پيار جي جذبي جي حقيقت. پيار بابت تنهنجي ويچار ۽ خيال ۾ غلطي بہ قدرتي هئي ۽ جيتريقدر تنهنجي ڳالهين مان مون سمجهيو تہ تو کان اها غلطي ان مونجهاري جي ڪري ٿي تہ تو ائين سمجهيو تہ پيار عاشق نہ پر معشوق آهي. جنهن جي ڪري ئي تون ائين سمجهڻ تي مجبور ٿئين تہ پيار خوبصورت آهي. جڏهن تہ محبوب ئي اصل ۾ حسين، نازڪ، ڪومل، ڪامل ۽ مبارڪ هوندو آ. پر پيار جو اصول ۽ حقيقت ڪجهہ ٻي ئي آهي ۽ اهڙي جيڪا مون هينئر بيان ڪئي."

"اي اجنبي خاتون"، مون چيو، "تنهنجون ڳالهيون واقعي ويساه جوڳيون ۽ درست آهن. پر جيڪڏهن پيار جي حقيقت اها آهي، جيئن تون ٻڌائين ٿي تہ پوءِ پيلا اهو انسان لاءِ ڪهڙي ڪم ڪارج جو آهي؟" "سقراط، مان هينئر توکي اهوئي ٻڌائڻ ۽ سمجهائڻ جي ڪوشش ڪنديس. ان جي اصليت ۽ ان جي ڄمڻ جي باري ۾ تہ توکي ٻڌائي چڪي آهيان. ۽ تو اهو بہ مڃيو آهي تہ پيار خوبصورتي جو ئي هوندو آهي. پر مثال جي ڳالهہ ڪير اسان کان ائين اچي پڇي تہ 'سقراط ۽ ڊايوٽما، خوبصورتي جي پيار مان مراد ڇا آهي؟' مونکي سوال کي ايجا وڌيڪ واضح ڪري رکڻ گهرجي تہ 'جڏهن ڪو سونهن سان پيار ڪري ٿو تہ ڪيس ڇاجي گهرج هوندي آهي؟'"

"ان جي تہ اها سونهن جيڪر هن کي حاصل ٿئي" مون ڪيس جواب ڏنو. "پر پوءِ بہ،" هن چيو، "تنهنجي ان جواب مان وري هڪ سوال اڀري ٿو. ان کي سونهن حاصل ڪرڻ مان ورندو ڇا؟" مون ڪيس ٻڌايو تہ ان سوال جو مون وٽ، اتي جو اتي، ڪو جواب ڪونهي". "چڱو" هن چيو، "پيلا مان سونهن' لفظ کي مٽائي ان جاءِ تي 'سٺو' لفظ استعمال ڪيان ٿي. ۽ سوال کي هڪ دفعو وري ورجايان ٿي 'اهو جيڪو سٺائي جو عاشق آهي، سو سٺائي سان

پيار ڇو ٿو ڪري؟،" "سنائي کي حاصل ڪرڻ لاءِ" مون وراڻيو. "۽ ڪيئن سنائي کي حاصل ڪرڻ مان ڇا ملندو؟"

"ان سوال جو جواب ڏيڻ ۾ مون کي ڪا ڏکيائي نہ ٿيندي،" مون وراڻيو، "هن کي خوشي ملندي."

"بلڪل" هن چيو، " ماڻهو خوش ان ڪري هوندا آهن جو ڪين سنائي حاصل هوندي آهي. ۽ جيڪڏهن ڪو هڪ دفعو انهيءَ جواب تي پهتو تہ پوءِ ان سان اها پڇا ڳاڇا بہ پنهنجي پڄاڻيءَ تي پهتي. ڇو تہ پوءِ ان سوال پڇڻ جي باقي ضرورت ئي نہ ٿي رهي تہ ماڻهو جي خوشي جي سڌ رکندا آهن تہ ڇو رکندا آهن؟ ڇو تہ جواب اڳ ئي طئہ ٿي چڪو." "تون درست آهين" مون چيو.

"پلا تون ائين سمجهين ٿو تہ اها سڌ ۽ اهو پيار سڀني انسانذات ۾ عام هوندو آهي؟" ڊايوتما چيو، "۽ اهو تہ سڀ ماڻهو سدائين سنائي جي حصول جي سڌ رکندا آهن؟ تون ڇا ٿو چوين؟" "مان بہ بلڪل اهوئي ٿو چوان،" مون وراڻيو.

"حقيقت هيءَ آهي تہ اسان پيار جي هڪ قسم کي ڪٽي، ان جي سڄي نالي، پيار سان سڏيون ٿا. ۽ ائين ٻين معاملن ۾ بہ اسان وري غلط نالا استعمال ڪندا آهيون." "مثال طور؟" مون پڇيو. "توکي خبر آهي تہ تخليق انيڪ قسمن جي شاعري کي چئبو آهي. ڇو تہ شاعري جي اصل معنيٰ آهي تخليق. سو جڏهن بہ ڪا شيءِ عدم وجود مان متجي، وجود ۾ اچي ٿي، ان جو سبب لازمي طور تخليق يا شاعري هوندو آهي. ۽ سمورن هنرن جا طريقا تخليقي هوندا آهن ۽ سمورا تخليقڪار شاعر آهن." "سورنهن آنا سچ". "پر ان هوندي بہ" هن چيو، "تون ڄاڻين ٿو تہ انهن سڀني کي شاعر نہ ٿو سڏيو وڃي. پر انهن جا نالا ٻيا آهن. ۽ تخليق جي سڄي ميدان مان رڳو هڪ حصو جنهن جو تعلق موسيقي ۽ قافيي رديف سان آهي، تنهن کي جدا ڪري، ان ئي حصي کي 'شاعري' ۽ انهن کي ئي 'شاعر' چيو وڃي ٿو، جن جو موضوع اهو هوندو آهي."

"بلڪل درست"

"پيار جي معاملي ۾ بہ اهائي ساڳي ڳالهہ آهي. ٿلهي ليکي ائين ئي چئجي تہ سنائي ۽ سرهائي جي حصول لاءِ هر هڪ سڌ ئي اصل ۾ پيار آهي. گهڻي سگهہ وارو، گرفتار ڪرڻ وارو پيار. ۽ اهي ماڻهو جن وٽ اها سڌ، پئسي سان

پيار، راند روند يا ڏاهپ سان پيار جي صورت ۾ ظاهر ٿئي ٿي، ته اهڙن کي عاشق نه ٿو سڏيو وڃي، پر رڳو انهن کي، جن جي محبت هڪ خاص رنگ ڍنگ ۾ دڳ وٺي ٿي، تن کي ئي عشق ڪندڙ ۽ عاشق جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو. جيڪو نالو حقيقت ۾ ته سيني پيار ڪندڙن جي لاءِ آهي." "توهان جي ڳالهين ۾ مون کي صداقت نظر اچي ٿي." مون وراڻيو. "بلڪل". هن چيو، "۽ تون ماڻهن کي ائين چوندي به ٻڌو هوندو ته عاشق اهي انسان هوندا آهن، جيڪي پنهنجي ٻي اڌ جي ڳولا ۾ هوندا آهن. پر منهنجا دوست، منهنجو خيال هي آهي ته، نه انهن پنهي کي پنهنجي ڪنهن اڌ جي تلاش آهي ۽ نه ئي ڪنهن سڄي جي، جيستائين اهو اڌ يا سڄو سٺو به هجي. ماڻهو ته پنهنجي رضا خوشيءَ سان پنهنجا هٿ پير به وڍائي اڇلائي ڇڏڻ لاءِ تيار ٿي ويندو، جي ڪيس اها خبر پئي ته اهي بيماري ۾ ورتل آهن. سو منهنجي خيال ۾ حقيقت هي آهي ته ماڻهو ڪنهن شيءِ سان ان ڪري پيار نه ڪندا آهن جو اها شيءِ سندن هوندي آهي. ها اتفاق سان سواءِ ڪنهن اهڙي ماڻهوءَ جي جيڪو ائين چوي ته هيءَ شيءِ جيئن ته ا سندس آهي سو اها سٺي آهي، ۽ هوءَ خراب آهي جيڪا پئي وٽ آهي. سو ماڻهو ڪنهن به شيءِ سان نه پر رڳو، سٺائي سان پيار ڪندا آهن." "هائو". مون چيو. "پلا پوءِ اسان کي ان ۾ اهو اضافو به ڪرڻ گهرجي، يا نه ڪرڻ گهرجي ته سندن پيار جو مقصد سٺائي کي حاصل ڪرڻ هوندو آهي." "هائو اهو اضافو ڪرڻ گهرجي" "۽ نه رڳو حاصل ڪرڻ، پر هميشه لاءِ حاصل ڪري ڇڏڻ؟". "هائو انهن لفظن جو واڌارو به ٿيڻ گهرجي". "ته پوءِ سرسري طور ائين چئجي،" هن پڇيو، "ته پيار سٺائي جو هميشه جي لاءِ حاصل هجڻ جي سڌ آهي". "آوس اهو ئي سچ آهي." مون پڇيو.

هن پنهنجي ڳالهه جاري رکي. "هاڻي جڏهن اسان اهو سمجهي ورتو آهي ته پيار اصل ۾ آهي ڇا، ته پوءِ تون مونکي اهو ٻڌائي سگهندين ته ماڻهو ان جي ڳولا ڪهڙي طريقي سان ڪندا آهن؟ ۽ ڪهڙي قسم جي عمل ذريعي ان جي ان بي حد سڌ، چاهه، تپش ۽ تاءَ جو اظهار ڪن، جو ان کي عشق چئجي. اها ڪهڙي وات آهي؟ مون کي جواب ڏي". "نه ڊايوتما نه،" مون وراڻيو، "جي مان اهو سڀ ڪجهه ڄاڻان ها ته پوءِ مان نه ته تنهنجي ڏاهپ جو ايڏو مداح هجان ۽ نه ئي تو وٽ اهو سڀ ڪجهه سکڻ ۽ سمجهڻ لاءِ

ڪَهي اچان ها." "چڱو،" هن چيو "تہ مان ئي تي ڪٿي توکي ٻڌايان: " انهن جيَ اڳيان اهو مقصد هوندو آهي تہ سونهن کي تخليق ڪجي، جيڪا جسماني بہ ٿي سگهي ٿي ۽ روحاني بہ". "ان الهام جي وضاحت گهرجي ٿي". مون چيو، "مان تنهنجي اها ڳالهہ سمجهي نہ سگهيس." "مان ان کي واضح ڪيان ٿي" هن وراڻيو.

"سقراط منهنجي چوڻ جو مطلب هي آهي تہ سمورا انسان شعوري ۽ جسماني طور ڳورهارا هوندا آهن. سو جڏهن هو وهيءَ کي رسي بالغ ٿيڻ تا تہ کين، فطري طور، تخليق ڪرڻ جي سڌ ستائي ٿي. ۽ تخليق جيڪا رڳو خوبصورتي ۾ ٿي سگهي ٿي ۽ بدصورتي ۾ ڪڏهن بہ نہ. ۽ اهو سچو معاملو الاهي آهي. ڇو تہ ڳرڀ سان ٿيڻ يا خيالن جو سرجڻ ۽ پوءِ ان کي جنم ڏيڻ يا تخليق ڪرڻ، هڪ فاني انسان کي لافاني بڻائي ڇڏين ٿا. پر اهو سچو عمل ناسازي ۽ اڻبڻت واري ماحول ۾ نہ ٿو ٿي سگهي. ڇو تہ بدصورتي هر الاهي شيءِ سان نااهہ ۽ نفاق ۾ رهندي آهي، جڏهن تہ خوبصورتي ان سان سرچاءَ ۽ صلح ۾ هوندي آهي. سو سونهن ديوي مقدر جي دائي آهي، جيڪا ويم يا تخليق ڪرائيندي آهي. اهوئي سبب آهي جو هڪ ڳورهارو انسان جڏهن سونهن جي ويجهو ٿئي ٿو تہ هو ٻاجهارو ٿيڻ وڃي ٿو ۽ گد گد ٿئي ٿو، اوتجي ٿو پوي ۽ کيس سڪون ۽ اطمينان ملي ٿو ۽ پوءِ ئي اهو جڻي ۽ تخليق ڪري سگهي ٿو. پر جڏهن بدصورتي سندس ويجهو ٿئي ٿي تہ هو اداس ۽ نراس ٿي، ڪومائجي وڃي ٿو ۽ ان کان وَنءُ وڃي ٿو. ۽ ائين وڏي پيڙا ۽ سور سهندي، ان ڳرڀ/ خيال کي سانڍي ۽ سمائي رکي ٿو، جيڪو سندس اندر ۾ سرجي رهيو آهي ۽ تخليق نہ ٿو ڪري سگهي. هاڻي اهڙو ماڻهو جنهن جي اندر ۾ اڳ ئي سڌ سرجي ۽ سامائجي چڪي آهي، جڏهن ڪا سونهن پسي ٿو تہ ان ڏانهن وڏي شدت سان ڇڪجي ۽ متوجهہ ٿئي ٿو. سندس اندر جي اُچل ۽ اٿل پٿل کيس بي خود ڪري وجد وازي ڪيفيت تائين پهچايو ڇڏي. ڇو تہ اها سونهن ئي کيس ويم/ تخليق جي سورن کان نجات ڏياري ٿي. سو سقراط، جيئن تون سمجهين ٿو، پيار صرف سونهن لاءِ ئي نہ هوندو آهي."

"پلا پوءِ ڇا لاءِ هوندو آهي." "خوبصورتي کي جڻڻ/ تخليق ڪرڻ جو پيار." "سچ پچ!" "هائو سچ پچ" هن وراڻيو "پر جڻڻ/ تخليق ڪرڻ جو.

چو؟' 'چو تہ هڪ فاني جيو لاءِ ڄڻڻ/ تخليق ڪرڻ ئي اهڙي شيءِ آهي، جيڪا ڪيس امر ڪري، ۽ دائمي بقا بخشي ٿي. ۽ جيئن اسان اڳ ۾ اهو مڃي آيا آهيون تہ پيار، سنائي جو هميشہ لاءِ پاڻ وٽ هجڻ جي سڌ آهي؛ سو لازمي طور، سڀ انسان، سنائي سان گڏ امرتا بہ چاهين ٿا. سو اسان جو هي بحث اسان کي انِ لازمي نتيجي تي پهچائي ٿو تہ پيار، امرتا جو پيار پڻ آهي."

ڊايوٽما مون کي اهو سڀ ڪجهہ سيکاريو، جڏهن بہ هن مختلف موقعن تي مون سان پيار بابت ڳالهايو. ۽ مون کي ياد آهي، هن هڪ دفعي مونَ کان پڇيو هو "سقراط، تنهنجو ڇا خيال آ تہ انهيءَ سڌ جو سبب آخر آهي ڇا؟ سمورن ساهوارن، حيوانن توڙي پکي پکڻن کي ڪڏهن نہ ڏٺو اٿئي؟ جڏهن منجهن ڄڻڻ جي سڌ سامائبي آهي، تہ هو ڏاڍي درد ۽ پيڙا واري حالت ۾ هوندا آهن، جو ڪين پيار جي سڪ ستائيندي آهي ۽ سندن پهريون پهريون مقصد ميلاپ هوندو آهي ۽ ان کانپوءِ پنهنجي ان اولاد/ تخليق جي پر گهور لهڻ، جنهن جي حفاظت لاءِ ڪمزور کان ڪمزور بہ هڪ تمام وڏي ويڙهوءَ سان جنگ جوٽڻ لاءِ سندرو ٻڌي، سنيري بيهي ٿو ۽ مرڻ مارائڻ لاءِ تيار ٿي وڃي ٿو. هو فاقا ڪڍڻ، پيڙا پوڳڻ يا کهڙا بہ ٻيا سور ۽ سختيون سهڻ کان نہ ڪيٻائيندا تہ جيئن سندن اولاد/ تخليق زنده ۽ محفوظ رهي. انسانِ پاران اهڙي عمل ۽ هلتِ جو سبب تہ خير سندن شعور ۽ سمجهہ آهي، پر حيوانن ۾ اهڙي جوشيلي جذبي جو سبب ڇا آهي؟ تون ٻڌائي سگهندين؟" مون وري بہ اعتراف ڪيو تہ مون کي ڄاڻ ڪونهي. تنهن تي هن چيو "پوءِ تون پاڻ، پيار جي معاملن ۾ ماهرَ ٿيڻ جي اميد ڪيئن ٿو رکين، جي توکي ايتري بہ خبر نہ آهي؟"

"پر ڊايوٽما، مان توکي اڳ ۾ ئي ٻڌائي چڪو آهيان تہ منهنجي اها جهالت ۽ اڻڄاڻائي ئي مونکي هت تو وٽ وٺي آئي آهي. مان ڄاڻان ٿو تہ مون کي هڪ استاد جي ضرورت آهي، سو تون مون کي ان جو سبب بہ ۽ پيار جا ٻيا مڙئي اسرار ۽ رمزون سمجهاءِ."

"چڱو تہ پوءِ ٻڌ. جي تون ائين مڃين ٿو تہ پيار، پيار آهي امرتا جو، جنهن ڳالهہ تي اسان هڪ نہ پر ڪيئي ڀيرا متفق بہ ٿي چڪا آهيون، تہ پوءِ توکي مٿئين سوال جو جواب بہ حيران نہ ڪندو. ڇو جو هتي بہ ان ساڳئي اصول مطابق هر فاني جيو، پوءِ ڀلي انسان هجي يا حيوان، ممڪن حد تائين

ڪوشش ڪري ٿو تہ هو امر بڻجي وڃي ۽ واحد طريقو جنهن سان هو اهو مقصد حاصل ڪري سگهي ٿو، سو ڇڻڻ/ تخليق ڪرڻ آهي. ڇو تہ ائين ڪرڻ سان پراڻي جي جڳهہ تي نئون وجود اچي، ان کي دائميت بخشي ٿو. ۽ ان تي غور ڪر تہ ڪوبہ ساهوارو، جا زندگي جيئرو هجي ٿو تہ ڇيو وڃي ٿو تہ هو ساڳيو ئي رهي ٿو. مثال طور انسان جنهن کي پنهنجي ننڍپڻ کان وٺي پيرسني تائين ساڳيو ئي ماڻهو سڏيو وڃي ٿو، حقيقت ۾ هو ساڳيا اوصاف ۽ گڻ برقرار نہ ٿو رکي. پر هو سدائين، وقت گذرڻ سان، هڪ نئون انسان بڻجندو ٿو رهي ۽ وڃائي وري حاصل ڪرڻ، جي هڪ مسلسل عمل منجهان گذرندو رهي ٿو. سندس وار، سندس ماس، هڏا ۽ رت، يعني سندس سڄو جسم ان عمل مان متاثر ٿئي ٿو. ۽ نہ صرف سندس جسم پر سندس خيال ۽ ويچار بہ. هن جو مزاج ۽ سڀاءُ، عادتون ۽ اطوار، رايا ۽ تجزيا، سڌون ۽ خواهشون، خوشيون، ڏک ۽ سور، انديشا ۽ خوف اهي سڀ ڪڏهن بہ ساڳيا نہ ٿا رهن. نوان ايندا ٿا وڃن ۽ پراڻا گم ٿيندا وڃن ٿا ۽ ويچارڻ جهڙي ڳالهہ تہ وري هيءَ آهي جو ڄاڻ جي مضمونن/ سائنس سان بہ ساڳي ڪار آهي؛ ۽ رڳو ائين نہ آهي جو ڪي سائنسون ايري اچن ٿيون ۽ وري زوال پذير ٿي وڃن ٿيون ۽ اسان، انسان، انهن جي نسبت ۽ پيٽ ۾ پنهنجي اها ساڳي حيثيت برقرار نہ ٿا رکون؛ پر خود سائنسن کي بہ اسان وانگر ساڳي مستقل تبديلي جي تجربي مان گذرڻو پوي ٿو. ۽ جڏهن اسان 'يادگيري' يا 'سانير' جو لفظ استعمال ڪندا آهيون تہ ان کي ڄاڻ جي موڪلاڻي واري مفهوم ۾ استعمال ڪندا آهيون. ويسر ڄاڻ جي موڪلاڻي آهي ۽ سانير ان جي جاءِ تي نئين ڄاڻ جي اچڻ جو نالو آهي ۽ اها اسان جي ڄاڻ کي سنڀالي ۽ سانڍي رکي ٿي. سو اها ڄاڻ بظاهر ساڳي نظر اچي ٿي، پر حقيقت ۾ ان منجهہ جدت ۽ نواڻ هوندي آهي. ان طريقي ۽ اصول سان ئي هر فاني شيءِ پاڻ کي محفوظ ۽ دائم رکندي اچي. ائين نہ تہ سدائين ساڳي ئي رهي، جيڪا صرف ديوتائن جي ئي خوبي ۽ خصوصيت آهي. پر مٽا سٽا ۽ تبديلي جي هڪ اهڙي عمل مان گذرندي رهي ٿي، جنهن ۾ پراڻي پوڙهي ٿيل فاني شيءِ، پنهنجي پٺيان پاڻ جهڙو پر نئون جنم ۽ وجود ڇڏيندي وڃي ٿي. سقراط صرف ان طريقي ئي فاني شيءِ جسماني طور يا ڪنهن بہ ٻئي حساب ۾ دائميت ماڻي، امر بڻجي وڃي ٿي؛ ٻئي طريقي سان نہ

سو ان ڳالهہ تي عجب ۾ نہ پئہ تہ هر جيو پنهنجي اولاد/ تخليق سان ايڏو گهڻو پيار ڪري ٿو. سندن اها بي انتها سڌ ۽ اهو اڻ ميو پيار، امرتا حاصل ڪرڻ لاءِ ئي هوندو آهي."

مان سندس اهي ڳالهيون ٻڌي حيران ٿي ويس ۽ پڇيم "اي ڏاهي ڏايوتما! ڇا واقعي اهو سڀ سچ آهي؟" "ها بلڪل سچ - تون خاطري ڪر." هن ڪامل استاد واري انداز ۾ چيو، "۽ سقراط جي تون غور ڪندين تہ توکي انسانن جو عزم ۽ ارادو، ان سچائي جي ثابتي ۽ شاهدي ڏيندو ۽ جي تون هي مون واريون ڳالهيون دل ۾ ياد نہ رکيون تہ پوءِ توکي ماڻهن جو حقيقت کي نظرانداز ڪري وڃڻ ۽ بي سمجهہ ٿي بيهڻ تي حيراني ئي ٿيندي. هو شهرت ماڻڻ جي خواهش ۾ عجيب ڀيانڪ صورتحال ۾ بہ هليا ويندا آهن؛ اهو نانءُ ۽ شان جيڪو ڪڏهن بہ نہ مري، سدا امر رهي. هو ان عزت ۽ شهرت جي حصول خاطر، انهن خطرن کان بہ وڌيڪ وڏا خطرا کڻڻ ۽ جان جوکي ۾ وجهڻ لاءِ تيار ٿي ويندا، جيترا هو پنهنجي اولاد کي بچائڻ خاطر کڻندا آهن. پنهنجو مال ملڪيت لٽائڻ، هر قسم جي ڪشالن ڪڻڻ ۽ قرباني ڏيڻ، ويندي موت کان بہ نہ ڊڄندا آهن. ڇا تون ائين ٿو سمجهين تہ الڪيٽس، ايڊيميٽس کي بچائڻ لاءِ موت قبوليو هوندو؛ اڪائيلس، پئٽروڪلس جو بدلو وٺڻ لاءِ، ۽ توهان جو پنهنجو ڪوڊرس، پٽن لاءِ پنهنجي بادشاهي بچائڻ خاطر؟ نہ، نہ - ائين ڪونہ ٿيو. هنن کي اها پڪ هئي تہ سندن بهادري، مردانگي ۽ گڻ، امر بڻجي ماڻهن جي دلين ۾ ياد رهندا، جيئن اهي اڄ بہ اسان جي دلين ۾ موجود آهن." هن چيو، "حقيقت اها آهي تہ اها ابدي ناموس، هاڪ ۽ شهرت جي سڌ ئي آهي، جيڪا انسانن کي هر عمل ڪرڻ تي اتساهي ۽ اڪسائي ٿي ۽ اهي جيترو بهتر هوندا تہ اوترو ئي هو وڌيڪ ڪندا، ڇو تہ هو امرتا سان پيار ڪندا آهن ۽ سڌ رکندا آهن.

"سو اهي جيڪي جسماني طور ڳورهارا هوندا آهن، سي عورتن ڏانهن راغب ۽ راهي ٿيندا آهن ۽ اولاد ڄڻيندا آهن. سندن پيار اهڙن ٻچڻن وارو هوندو آهي. هو سمجهندا آهن تہ ائين اولاد پيدا ڪرڻ سان ئي هنن پنهنجي لاءِ خوشيون، نانءُ ۽ امرتا حاصل ۽ محفوظ ڪري ورتي، ان ايندڙ وقت لاءِ جڏهن هو هن دنيا ۾ نہ هوندا. پر اهي جيڪي روحاني طور ڳورهارا هوندا آهن - ۽

اهڙا آهن ۽ جيڪي جسماني طور نه پر خيالن ۽ ويچارن کي تخليق ڪرڻ جا آسروند ۽ وڏيڪ اهل هوندا آهن. ۽ اهڙي اولاد جا، جيڪا ان مناسبت سان جڻي/ تخليق ڪري سگهبي آهي. پلا اهو ڪهڙو اولاد/ تخليق؟ جواب آهي ته ڏاهپ ۽ ڳڻ ٿلهي ليکي. ۽ ان صف ۾ اهي تخليقڪار ۽ سرجڻهار، اهي شاعر، ڪاريگر، هنرمند ۽ اهي نقاش اچي وڃن ٿا، جيڪي نيون شيون تخليق ڪن ۽ ڳولهي لهن ٿا ۽ جن کي 'موجد' جو نالو ڏنو ويو ٿو. پر ڏاهپ جو سڀ کان اعليٰ ۽ خوبصورت قسم اهو آهي، جنهن جو تعلق رياستن ۽ خاندانن جي معاملن، انتظامن ۽ دستورن سان آهي ۽ جنهن کي اسان رواداري ۽ انصاف سڏيون ٿا. سو اهڙو انسان جنهن جي دل ۾ ننڍپڻ کان وٺي ئي اهڙا جذبا جاڳيل آهن ۽ منجهس اُتساه ڀريل آهي، جڏهن ۽ جنهن گهڙيءَ عمر جي ان ڳهربل حد کي پهچي ٿو ته پوءِ ڪيس تخليق ڪرڻ جي سڌ اچي ستائي ٿي ۽ هو ان سونهن جي تلاش ۾ سرگردان رهي ٿو، جنهن جي حصول سان سندس تخليق ڪرڻ جي سڌ پوري ٿئي. ڇو ته بدصورتي ۾ ته هو ڪڏهن به، ڪجهه به تخليق ڪري نه ٿو سگهي. سو ڳورهارو هوندي، فطري طور، ڪيس بدصورت ۽ بيڊولي بدن کان هڪ خوبصورت جسم وڌيڪ ئي وڻي ٿو ۽ وري جي ڪيس انهيءَ خوبصورت جسم ۾ هڪ خوبصورت مهربان، اتم ۽ اعليٰ ظرف روح به ملي وڃي ته پوءِ ڄڻ سون تي سهاڳو ٿي پيو ۽ هو ان جسم ۽ روح ڌڻي جو وڏي اُتساه سان آدرياءُ ڪري ٿو، ۽ پوءِ اهڙي همراه سان ڳُڻن بابت گفتگو ڪرڻ لاءِ وٽس گهڻو ڪجهه آهي. ۽ جيئن هڪ سٺي انسان کي هجڻ ۽ عمل ڪرڻ گهرجي، هو ائين ساڻس پيش اچي ٿو ۽ ان جي تعليم، تربيت ۽ سکيا، پنهنجي هٿ ۾ کڻي ٿو. پنهنجي انهيءَ دوست ۾ سمايل سونهن سان ويجهي سنگت ۽ گهري لاڳاپي جي ڪري هو تخليق ڪري ٿو جيڪا سالن کان هن جي اندر سانديل هئي. هن کي اهو هر وقت ياد آهي، توڙي جو هو موجود نه به هجي، ۽ هو پنهنجي ان دوست سان گڏجي، ان جي سارسنڀال ۽ حفاظت ڪري ٿو جيڪو هن تخليق ڪيو آهي. سندن وچ ۾ دوستي به تمام گهاٽي ۽ سندن وچ ۾ پيار ۽ جذبن جا ٻنڌڻ به انهن عام قسم جي والدين کان وڌيڪ سگهارا ۽ مضبوط ٿين ٿا. ڇو ته ٻار جيڪي هنن جي مشترڪ اولاد/ تخليق هوندا آهن، سي عام انساني ٻارن کان سونهن ۾ به سرس هوندا

آهن، ۽ اهي امر به آهن. ۽ هر هڪ چاهيندو ته ڪيس اهڙا پار چمن، بجاءِ عام انساني پارن جي. مثال طور هومر، هيسئائڊ ۽ ٻين سٺن شاعرن کي ئي ڏس. ڪير انهن جي اولاد/ تخليقن سان ريس نه ڪندو، جيڪا هو پنهنجي پٺيان ڇڏي ويا آهن؟ اهڙي اولاد جنهن پنهنجي والدين/ تخليقڪارن کي لافاني هاڪ ۽ ناماچار بخشيو ۽ سندن ياد کي تازو رکيو آهي. يا لائيڪر گس قانوندان (20) کي ئي ڪٽي وٺ. ڪير ان جهڙن پارن/ تخليقن جي سڌ نه رکندو جن نه رڳو اسپارٽا کي آزاد رکيو پر ائين به چئي سگهجي ٿو ته سڄي يونان کي. ۽ توهان اٿينس وارن وٽ ته هو سولون (21) جو آهي، جنهن کي سندس جوڙيل قانونن ڪري عزت جي نگاه سان ڏٺو وڃي ٿو، ۽ ڪيترين ئي ٻين جاين تي، ڪيترائي اهڙا انسان آهن يونان ۾ به ۽ غير يونانين ۾ به جن دنيا کي ڪيترن ئي اعليٰ شاهڪارن ۽ عملن سان نوازيو ۽ هو هر قسم جي خصلتن جا سرجڻهار آهن ۽ پنهنجين اهڙين ئي تخليقن ڪري، انهن جي شان ۾ ڪوڙ عبادتگاهون جوڙيون ويون آهن. جيڪي ڪڏهن به، ڪنهن به اهڙي انسان جي شان ۾ قطعي نه جوڙيون ويون آهن، جنهن فاني/ انساني اولاد ڄڻيو هجي.

”سو سقراط، اهي اتئي پيار جا ڪجهه هلڪا ڳجهه ۽ اسرار، جيڪي هن وقت تائين، مون توکي بيان ڪري پڌرايا آهن ۽ جن ۾ تون به پير پائي سگهين ٿو. پر ڇا تون پيار جي انهن اتم ۽ اونهن اسرارن کي به سمجهي سگهندين، جيڪي هنن ڳجهن جا تاجَ ۽ ڇتَ آهن؟ ۽ جن ڏانهن، جيڪڏهن ڪوئي به نيڪ جذبن سان، بنا ڀٽڪڻ جي، درست دڳ ۽ سکيا سان هلي ته اهي اسرار سندس رهنمائي ڪندا. مان اهو ته چئي نٿي سگهان ته تون انهن ۾ پڙ، ماهر ۽ ڪامل به ٿي سگهندين؛ پر جيتريقدر منهنجي ڳالهه آهي ته مان ان ۾ بلڪل ارهي نه ٿيندس ته توکي اهو ڪجهه سمجهايان. پوءِ جي تون انهن تي هلي سگهين ته اهڙي ڪوشش ضرور ڪجان.“

”هاڻي اهو انسان جيڪو انهيءَ مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ صحيح واٽ سان هلڻ چاهي ته پوءِ ان لاءِ اهو ضروري آهي ته ڪيس پنهنجي نوجواني واري عمر کان ئي، خوبصورت جسمن سان ملاقاتون، رهاڻيون ۽ لاڳاپا رکي شروعات ڪرڻ گهرجي. پوءِ جي سندس سونهين ۽ رهبر، سندس درست

رهنمائي ڪئي ته هو پهريائين پهريان رڳو هڪ ئي سهڻي ماڻهوءَ سان عشق ۾ گرفتار ٿي ويندو. ۽ انهيءَ سان سنگت جي ڪري منجهس اعليٰ، اتم ۽ خوبصورت جذبا ۽ سوچون جنم وٺڻ لڳنديون. تنهن ڪانپوءِ هو پنهنجو پاڻ ئي اهو سهي ڪري ۽ سمجهي وٺندو ته ڪنهن هڪ انسان ۾ جيڪا جسماني خوبصورتي آهي سا ته اهڙي آهي جيڪا ٻي ماڻهو ۾ به آهي. ۽ جيڪڏهن هو خوبصورتي جي جوهر جي تلاش ڪِي ئي پنهنجو مقصد رکي ٿو ته، پوءِ هو بيوقوف ليکبو جي هن ائين نه سمجهيو ته سمورن جسمن جي خوبصورتي اصل ۾ ساڳي ۽ هڪجهڙي آهي. هاڻي جڏهن هو ان نتيجي تي پهچندو ته پوءِ هو سمورن سهڻن جسمن سان پيار ڪرڻ لڳندو ۽ ڪنهن هڪ مخصوص ماڻهوءَ سان پنهنجي پيار جي شدت ۾ گهٽتائي آڻي ڇڏيندو ۽ ان پيار کي ايڏو نه پائيندو ۽ گهٽ اهميت ڏيندو. ان ڏاڪي ڪانپوءِ هو ٻي منزل مان گذرندو، جنهن ۾ کيس محسوس ٿيندو ته سيرت جي سونهن، صورت جي سونهن کان وڌيڪ قدر قيمت واري آهي. نتيجو اهو نڪرندو ته جڏهن کيس گڻن ۽ خصلتن وارو ڪو همراه ملي ويو، جنهن ۾ جسماني خوبصورتي ڀلي ايڏي نه به هجي، تڏهن به هو ان کي پيار ڪرڻ ۽ ساڻ ۾ سانڍڻ لاءِ بلڪل راضي ۽ تيار هوندو ۽ پوءِ اهڙيون سوچون ۽ ويچار تلاش ۽ تخليق ڪندو، جيڪي نوجوانن کي بهتر بڻائن ۽ ائين هو خوبصورتي بابت گهرو سوچ ويچار ڪرڻ لڳندو. ۽ کيس سماجي سرشتن، ريتن رسمن ۽ قانونن ۾ خوبصورتي نظر ايندي ۽ اها شناسائي ٿيندس ته هتي ڀڻ اها سموري سونهن اصل ۾ ڇڻ ساڳي ئي حسب نسب جي آهي؛ ۽ اهو ته جسماني خوبصورتي ته بلڪل خسيس شيءِ آهي. رسم رواج، دستورن ۽ قانون کان پوءِ هو ڄاڻ/ سائنس ڏانهن مائل ٿيندو، ۽ انهن جي خوبصورتي بابت غور ويچار ڪندو. ائين سندس نگاهون خوبصورتيءَ کي انهيءَ وسيع معنيٰ ۾ پسنديون. ۽ هو هينئر سونهن جي ڪنهن هڪ خاص مثال ڏانهن، ڪوتي چاهه ۽ نيچ جذبي سان، وڌيڪ ان جو غلام نه رهندو، ڀلي ڪٿي سندس اهو پيار ڪنهن به ڇوڪري، ڪنهن به انسان، يا ڪنهن ڪرت سان هيو. پر سونهن جي ان وسيع، وشال ۽ بي انت بحر تي نهاري، جيڏانهن هينئر اچي سندس ڏيان ڇڪيو آهي، هو، ڏاهپ سان پنهنجي اهڙي اڻ مٽي پيار جي نتيجي ۾ ڪيترائي شاندار، سهڻا ۽ فلسفي سان پُر، ويچار ۽ خيال تخليق

ڪندو. تان جو پنهنجي تجربي سبب، قابليت، لياقت ۽ سمجهه ۾ پختگي حاصل ڪندي، هو آخر هڪ لاثاني سائنس جو مشاهدو ماڻي ٿو. جنهن کي سونهن جي سائنس چئجي ٿو. مان هينئر ان جي باري ۾ ئي ڳالهائيندس، مون ڏانهن پنهنجو پورو ڌيان ڪري، ڪن ڏئي ٻڌجان.

'اهو انسان جنهن کي پيار جي اسرارن ۽ معاملن ۾ ائين رهنمائي ملي هجي ۽ جنهن ماٺهو سونهن کي ائين نيڪ، ڏاڪي به ڏاڪي، ترتيبوار پسيو، پرکيو، سوچيو، سمجهيو ۽ انهن مان گذريو هجي، سو ائين اچي پنهنجي ان جستجو جي پڇاڙي ۽ آخري درجي ۽ پَد کي پهچي ٿو ته کيس اوچتو هڪ اچرج ۾ وجهندڙ سونهن جو مشاهدو نصيب ٿئي ٿو، ۽ سقراط اهائي سنندس سمورن پورهين ۽ ڪشالن جي منزل مقصود آهي: پهرين پهرين ڳالهه ته اها سونهن سدائين قائم ۽ دائم آهي. اها نه ڄمي ٿي، نه مري ٿي، نه وڌي ٿي نه گهٽجي ٿي. ٻي ڳالهه اها ته، نه ان جو ڪجهه حصو سهڻو ته وري ڪجهه حصو ڪوجهو آهي؛ نه ئي ڪنهن وقت تي خوبصورت ته ڪنهن وقت بدصورت، نه ئي هن نسبت سان سهڻي ۽ هُن نسبت ۽ خوالي سان ڪوجهي؛ ۽ نه ئي ڏسندڙن جي حساب ۾ هتي، هن هنڌ خوبصورت ۽ ڪنهن ٻئي هنڌ بدصورت. اهڙي انسان کي اها سونهن نه ئي ڪنهن چهري، هٿن يا جسم جي ڪنهن ٻئي حصي جي خوبصورتي ۾ نظر ايندي، يا ڪنهن بحث ۽ سائنس جي سونهن جهڙي؛ ۽ نه ئي ڪنهن اهڙي سونهن وانگر جيڪا ڪنهن ٻي شيءِ ۾ موجود هجي، مثلاً ڪنهن به ساهواري شيءِ ۾ يا آسمان يا ڌرتي تي، يا ٻي ڪنهن شيءِ ۾ جيڪا ڪٿي ٻئي هجي. هن کي هاڻي اها ئي هڪ سونهن نظر ايندي، مطلق ۽ ڪامل، رڳو پنهنجي اڪيلي تنها وجود سان: بينظير، يگاني، لاثاني ۽ لازوال. ٻيون سموريون خوبصورتيون منجهانئس ئي حصيدار بڻجن ٿيون، سو به اهڙي انداز ۽ طريقي سان جو جڏهن اهي منجهانئس جنم وٺن ٿيون يا زوال پذير ٿين ٿيون ته ان جي سونهن ۾ نه ئي واڌ اچي ٿي ۽ نه ئي ڪوٽ ۽ نه ئي ڪا ٻي تبديلي.

"سو جڏهن اهو ماڻهو جيڪو ائين سچن ۽ نيڪ جذبن سان جسماني خوبصورتي/ڇوڪرن سان پيار ڪان شروع ڪندي، ان جي آثار تي اڳتي وڌندي، پنهنجو رستو ٺاهيندو هلي ٿو ته پوءِ کيس اها سونهن نظر اچڻ شروع

ٿئي ٿي ۽ هو ان ڪامل راز تي پهچي ٿو. مان ٿي توکي هدايان ته پاڻ پيار ڪرڻ يا ڪنهن ٻئي جي رهنمائي ۾ اوڏانهن وڌڻ جي صحيح واٽ هيءَ آهي ته: هن دنيا ۾ موجود خوبصورتي جي نمونن ڪان شروعات ڪجي ۽ انهن کي هڪ ڪامل سونهن جي منزل تائين پهچڻ لاءِ صرف ڏاڪن طور اڳتي وڌندو هلجي. جسماني خوبصورتي جي هڪ نموني ڪان ٻن نمونن ڏانهن؛ ٻن ڪان سمورن ڏانهن؛ پوءِ صورت جي سونهن کان سيرت جي سونهن ڏانهن؛ تنهن کان پوءِ دستورن، قانونن ۽ ڄاڻ/ سائنس کان پوءِ ماڻهو هڪ سيني ڪان وڌي اعليٰ ۽ ڪل ڄاڻ/ سائنس جي سونهن ڏانهن، ۽ آخر ۾ مختلف قسم جي ڄاڻن/ سائنسن تائين پهچي ٿو. جنهن جو مقصد رڳو هڪ مطلق سونهن آهي ۽ پوءِ ائين کيس خبر پوي ٿي ته سونهن جو جوهر ۽ حقيقت ڇا آهي:

”منهنجا پيارا سقراط“ مينٽينيا جي ان اجنبي اتساه پريل عورت پنهنجي ڳالهه جاري رکندي چيو، ”اهائي اها زندگي آهي، جيڪا ٻين سيني ڪان مٿانهين آهي ۽ جيڪا ان ڪامل سونهن بابت گهرو غور ويچار ڪندي، ماڻهن کي گذارڻ گهرجي ۽ جيڪڏهن هڪ دفعو توکي اها سونهن نظر اچي وئي ته جيڪر توکان سون، قيمتي پوشاڪون ۽ اهي خوبصورت ڇوڪرا ۽ نوجوان به وسري وڃن، جن جو حسن ۽ درشن، هينئر توکي ۽ ٻين ڪيترن ئي تو جهڙن کي موهي ۽ اکين ڇڪن ڪري ٿو ڇڏي ۽ ان تي به راضي ٿي ويندؤ، جي اوهان کي انهن جو ديدار ۽ درشن ۽ ساڻن گڏ رهڻ ۽ گفتگو ڪرڻ ڏني وڃي، پوءِ پيلي کائڻ پيئڻ لاءِ ڪجهه به نه ملپو- ۽ جيڪڏهن ائين ڪاڏي پيتي ڪان سواءِ گذر ڪرڻ ممڪن هجي ۽ ڪري سگهجي- ته ان لاءِ به تيار بيٺا هوندؤ ۽ جيڪر ته پنهنجو سڄو وقت بس انهن کي نهارڻ ۽ گڏ گهارڻ ۾ گذاريو. پر ان انسان کي ڪيڏي نه سعادت ۽ سرهائي نصيب ٿئي ٿي، جيڪو سچي ۽ ڪامل سونهن پسي ٿو، جيڪا نج ۽ خالص آهي ۽ جيڪا انساني ماس ۽ رنگ، جوڀن ۽ جواني واري فاني ۽ فني ناس ٿي ويندڙ سونهن جهڙي نه آهي. تون ڇا ٿو ڀانئين ته اها ڪا اهڙي تهڙي زندگي هوندي، جيڪو اهو ماڻهو پنهنجي پوري هستي ۽ ذهني شڪتي سان ان ڪامل سونهن ڏانهن نهاريندي ۽ ان بابت گهرو غور ويچار ڪندي، ان سان گڏ گذاريندو؟ تورو ذهن تي زور ڏيندين ته توکي معلوم ٿي ويندو ته ائين ئي ان ماڻهوءَ لاءِ ممڪن ٿيندو ته ان خوبصورتي کي

اندر جي اک سان ڏسندي، جنهن سان ئي ان کي پسي سگهجي ٿو. هو سونهن ۽ سنائي جا خيالي عکس نه، پر خود سچائي، سنائي ۽ سونهن کي تخليق ڪندو. چوته هتي پهچڻ کان پوءِ هينئر هن جو واسطو ڪنهن عڪس يا پاڇولي سان نه پر سچاين ۽ ساييان سان آهي ۽ ائين سچايون ۽ سنايون تخليق ڪندي ۽ انهن جي پر گهور لهندي، هو خدا جو دوست ۽ محبوب بڻجي ويجي ٿو- ۽ جيڪڏهن انسان امر ٿي سگهي ٿو- ته هو خود امر بڻجي ويندو".

فيڊرس- ۽ مان رڳو توسان ئي نه، پر توهان سيني دوستن سان مخاطب آهيان- ڊايوٽما مونکي اهو ڪجهه ئي ٻڌايو ۽ سمجهايو، جنهن تي منهنجو سچيءَ دل سان ايمان آهي ۽ جڏهن مونکي خود انهن ڳالهين ۾ يقين ۽ ايمان آهي ته پوءِ مان ڪوشش ڪيان ٿو ته ٻين کي به اهو سمجهايان ته اهڙي مراد جي حصول ۾ انسان کي پيار کان وڌيڪ ٻيو ڪوبه بهتر مددگار نه ٿو ملي سگهي. تنهن ڪري منهنجو خيال اهو آهي ته اهو هر انسان جو فرض بنجي ٿو ته پيار کي مان ۽ مڃتا ڏئي. جيئن مان خود به پيار جي وڏي عزت ۽ احترام ڪيان ٿو ۽ ان جي رستن ۽ اسرارن تي عمل پيرا آهيان ۽ ٻين کي به همٿايان ٿو. مان پيار جي طاقت، دليري ۽ بسورنمائي جو پنهنجي وس پڄندي ڀرپور ۽ بهترين صلاحيتن سان هينئر به ۽ هميشه لاءِ مداح آهيان ۽ رهندس.

فيڊرس! بس منهنجي تقرير اهائي آهي. هاڻي جي تون چاهين ته ان کي پيار جي واکاڻ ڪوٺين يا ڪو ٻيو نالو ڏئينس، جيڪو توکي وڻي؛

جڏهن سقراط ڳالهائي بس ڪئي ته سڄي سنگت واه واه ڪئي. ارستوڊيمز ٻڌايو ته، ارسٽوفينز سقراط جي تقرير ۾ ڏنل، هن جي پنهنجي تقرير مان هڪ حوالي بابت، جواب ۾ ڪجهه چوڻ وارو ئي هيو ته اوچتو گهر جي دروازي تي وڏي آواز سان ٺڪ ٺڪ ٿي ۽ هَلَ ٿيو، جيڪو ڄڻ پيتلن جي ڪنهن ٽولي جو هجي. بانسري وڄائڻ واري ڇوڪري جو آواز پڻ ٻڌڻ ۾ پئي آيو. اگيٿون نوڪرن کي چيو، "اڙي ڇوڪرؤ، وڃي در تي ڏسو ته اهي وري ڪهڙا اڻ ڪوٺيا آيا آهن. جي اسان جا دوست آهن ته پوءِ کين اندر اچڻ لاءِ چئجو، نه ته ٻي صورت ۾ کين ٻڌايو ته شراب جو دؤر پورو ٿي ويو آ ۽ اسين هينئر آرام ڪرڻ وڃون پيا". گهڙيءَ کن کان پوءِ کين اڱڻ تي السيبيادس جو آواز ڪن پيو. لڳو پئي ته هو ڪو وڏن خمارن ۾ هيو ۽ سندس ٻاڪار لڳي

پيئي هئي. اصل واکي مٿان واکو هيس. ’اگيٿون ڪٿي آ؟ مونکي اگيٿون ملايو‘ ۽ آخر بانسري وڄائيندڙ ڇوڪري ۽ پنهنجي ڪجهه سنگتين جي مدد سان هو اندرئين ڏر تائين پهچي بيهي رهيو. هن جو مٿو بنفشي ۽ عشق پيچ جي گلن مان ٺهيل هارن سان سٽيو ۽ سجيو پيو هو ۽ مٿي تان ڪوڙ ساريون لڙهيون هيٺ پئي لڙڪيس. هن چيو:

’سلام دوستو- ڇا توهان هڪ پيتل، بلڪ نهايت پيتل ۽ مدهوش کي پنهنجي محفل ۾ شامل ڪندؤ؟ يا مان رڳو اگيٿون کي هار پارايان جيڪو ئي منهنجي هيڏانهن اچڻ جو مقصد هيو ۽ پوءِ موٽي هليو وڃان؟ ڇو جو مان تنهن ڏينهن تقريب ۾ شريڪ ٿي نه سگهيس، سو اڄ اچي حاضر ٿيو آهيان، ته هارن کي پنهنجي مٿي تان لاهي، هن سموزن انسانن کان ڏاهي ۽ حسين- جي مون کي ڪيس ائين سڏڻ جي اجازت ڏني وڃي- جي مٿي تي پارائي سعادت ماٺيان. توهان مون تي کلندؤ. ڇا واقعي کلندؤ؟ ان ڪري ته مون ڏاڍو پيتو آهي- ڀلي اوهان کي کلڻ جي اجازت آ- پر توهان کي ٻڌائي ڇڏيان ته مان جيڪو ڪجهه چئي رهيو آهيان، سو بلڪل سچ ئي آهي ۽ مون کي ان جو يقين آهي. پر ترسو- ڀيلي ڳالهه ڪيو سڏي ۽ مون کي اگ ۾ اهو ٻڌايو ته مان توهان جي محفل ۾ مٿين ٻڌايل شرطن هيٺ شامل ٿي سگهان ٿو يا نه؟ توهان به مون سان گڏ پيئندؤ يا نه؟‘

سيني يڪ راءِ ٿي رڙ ڪئي ته هو سندن محفل ۾ هليو اچي ۽ ان سان گڏ اگيٿون ڪيس شريڪ ٿيڻ جي رسمي دعوت به ڏني. سو هو انهن ئي همراهن جي سهاري، جيڪي ساڻ گڏ هئا، در کان سِري اندر اچڻ لڳو. ۽ ائين هلندي ۾، هو اگيٿون کي پارائڻ جي خيالن کان، مٿي تان هار لاهڻ لڳو. سو هار سندس اکين آڏو جو اچي ويا ته هو سقراط کي ڏسي نه سگهيو، جيڪو تورو سِرڪي بيٺو هو ته جيئن هو اگيٿون تائين پهچي سگهي. سو السيبيادس اگيٿون جي پرسان خالي جڳهه ڏسي ويهي رهيو ۽ ائين سقراط سندس ٻئي پاسي ڏانهن ٿي ويو. ائين جڳهه وٺندي هن اگيٿون کي ياڪر پاتو ۽ ڪيس مٿي تي گلن جو تاج پارايو.

’السيبيادس جا بوٽ لاهيو،‘ اگيٿون نوڪرن کي حڪم ڏنو. ’ته جيئن آرام سان پير مٿي ڪري ويهي ۽ هن ساڄي صوفي تي ٽيون ڄڻو ٿئي.‘

’بهتر‘ السيبيادس وراڻيو. ’پر اسان جي هن اچو کي محفل ۾، پنهنجو پيالي پيائي، هن ئي صوفي تي ٽيون ڇڻو آهي ڪير‘؟، ائين چوندي هو ڦيرو ڪائي مڙيو تہ سندس نظر سقراط تي جو نظر پئي تہ ٽپو ڏئي اٿي ڪڙو ٿيو ۽ رڙ نڪري ويس. ’منهنجا خدا! هيءَ ڪهڙي آفت اسان وٽ آ؟ سقراط! منهنجي انتظار ۾ وري هتي بہ اچي نڪتو آهين؟ تون اهو ڪيئن سدائين اتي اوچتو ظاهر ٿيندو آهين جتي مون کي تنهنجي اچڻ جو ڪو وهم ۽ گمان بہ نہ هوندو آ. پلا بڌاءِ اڄ هتي ڪهڙي ڪرت سان آيو آهين؟ ۽ تون ان جاءِ تي ڪيئن ويٺو آهين؟ تو کي تہ ارسٽوفينز جي ويجهو يا ڪنهن چرچا سڪڻ جي شوقين مڙس جي پرسان ويهڻ گهرجي. پر ان جي بدران تون ڪهڙي حرفت هلائي، هن ڪمري ۾ سڀ سنگت مان سيني ڪان وڌيڪ خوبصورت جي پر ۾ جاءِ ورتي آهي؟‘

سقراط، اگيتون ڏانهن منهن ڪري چيو: ’اگيتون، هاڻي منهنجي مالڪي ڪجان. ڇو تہ هن همراهہ سان پيار تہ هاڻي مون کي ڳچيءَ ۾ پئجي ويو آ. جڏهن ڪان مان پهريون ڀيرو سندس مداح بڻيو آهيان، تنهن وقت ڪان وٺي، هي مون کي ڪنهن ٻئي خوبرو سان ڪوُ هڪ اکر ڳالهائڻ يا رڳو هڪ نگاهہ وجهڻ بہ نہ ٿو ڇڏي. جي ڪٿي مان ائين ڪيان بہ ٿو تہ حسد، ساڙ ۽ ريس وچان، صفا آپي ڪان نڪري ٿو وڃي ۽ بداخلاقي سان پيش ٿو اچي ۽ نہ صرف گارگند ڏئي ٿو، پر باقاعدي اچي هٿ ٿو کڻدي. سو قرب ڪري يا تہ منهنجو هن سان ناهہ ڪراءِ يا اهو خيال رکجان تہ جي هي همراهہ هتي بہ اهڙي ڪا هٿ چراند ڪري تہ پوءِ مون کي بچائجان. سچ پچ تہ مان سندس انهيءَ ديوانگي واري روبي ۽ سندس پيار جي ايڏي جذباتي شدت ڪان ڏاڍو خوفزده آهيان.‘

’تنهنجو ۽ منهنجو ناهہ تہ تي ئي نہ ٿو سگهي،‘ السيبيادس چيو، ’مان تہ هاڻي ئي تو توکان حساب ڪتاب چڪايان ۽ سزا ڏيان. پر بيهہ. رڳو ڪي گهڙيون ترس.‘ ۽ هن اگيتون ڏانهن منهن ڪري چيو، ’مهرباني ڪري مون کي هارن منجهان ڪجهہ لڙهون واپس ڪنديين تہ مان هن جڳ پڌري ظالم جي ذهين مٿي کي بہ پهريان، نہ تہ هي مون سان شڪايت ڪندو تہ مان اهي رڳو تنهنجي مٿي تي سجايون ۽ هن کي نہ ليکيم. هي شخص، جنهن جا لفظ، دنيا جي هر ماڻهو جي دل فتح ڪري وٺن ٿا ۽ ائين رڳو هڪ دفعو نہ، جيئن تون صرف ٽيون ڏينهن هئين، پر هت سدائين لاءِ اها ڪار آهي.‘

ائين چوندي هن ڪجهه لڙهيون ڪانئس ورتيون ۽ انهن کي سقراط جي مٿي تي سجايائين ۽ پوءِ وري ويهي رهيو. تنهن کان پوءِ چيائين: ’دوستو! پلا هي ڇاهي؟ توهان ته مون کي صفا پرهيزگار ٿا لڳو. ائين ڪم ڪونه هلندو. توهان کي ضرور پيئڻ گهرجي- ڇو ته مان ان ئي اقرار تي اندر آيو هيس. پوءِ مان ساقي مقرر ڪيان ٿو- پاڻ کي، ته جيئن توهان به جهجهو پيئو. اگيٿون! وڏي ۾ وڏي صراحي، جيڪا تو وٽ هجي، سا ته نوڪرن کان گهرائي وٺ. نه، پر ترس- ڇوڪرا! اجهو اهو وڏو شراب وارو مٽڪو ڪٺي ونجان.‘ هن نوڪر کي اهو شراب وارو مٽڪو ڪٺي اچڻ لاءِ چيو، جنهن تي سندس نِگهه پئجي وئي هئي ۽ جنهن ۾ اٽڪل اڌ گئلن کان وڌيڪ شراب ماپيو پئي. هن، ان سڄي کي پرايو ۽ پهريون پاڻ اهو سڀ پيتائين. پوءِ اهو پيهر، سقراط لاءِ پري ڪٺي اچڻ لاءِ، نوڪرن کي حڪم ڏنائين ۽ چيائين، ’يارؤ!-اوهان ڏسندؤ ته منهنجي هيءَ چالاڪي ۽ اٽڪل به سقراط تي ذرو اثر نه وجهندي، ڇو ته هن کي جيترو چئبو، اوترو شراب پي ويندو ۽ وري جي نه چاهي ته هڪڙي سُرڪ کان سواءِ ئي گذارو ڪري ويندو.‘ سقراط اهو سڄو پيئي خالي ڪيو جيڪو نوڪر هن لاءِ پري ڪٺي آيو هيو.

پوءِ اريڪسيميڪس چيو: ’السيبيادس، هي سڀ ڪجهه ڇا آهي؟ ڇا اسان جام پيئڻ مهل نه ئي گفتگو ڪيون ۽ نه ئي ڪجهه جهونگاريون، بس رڳو ائين پيئندا ويجون، ڇڻ ته اسان رڳو ان لاءِ ئي اڃايل هجون؟‘

’سلام، اريڪسيميڪس، سلام! السيبيادس وراڻيو. ’قابل پيءُ جو قابل پٽ تون، تنهن وانگي پرهيزگار به تون!‘

’منهنجو به توکي سلام‘ اريڪسيميڪس وراڻيو، ’پر اسان هاڻي ڪيون ته ڪيون ڇا؟‘

’جيڪو تون چاهين، جيئن تون چوين، اسان لاءِ جهڙو حڪم ڪندين، تيئن ڪنداسين.

”ڏاهي طبيب مهارت سان، ڦٽ ڇتايا اسان جا“

سو اسان لاءِ، جيڪو به تون چاهين، اهو تجويز ڪر.‘

’ته پوءِ ٻڌ.‘ اريڪسيميڪس چيو. ’تنهنجي اچڻ کان اڳ اسان اهو طئي ڪيو هيو ته اسان مان هر هڪ پنهنجي پنهنجي واري تي، کابي کان ساڄي

ڏانهن، پيار جي واکاڻ ۾ پنهنجي چاڻ آهر بهترين تقرير ڪندو. اسان سڀ ڳالهائي چڪا آهيون. باقي وڃي تون بچين ٿو. جنهن ڳالهايو ته ڪجهه ناهي ۽ پاڻ کي نڙيءَ تائين پيري به پيتو آهي. سو توکي ئي هينئر تقرير ڪرڻ گهرجي ۽ جڏهن تون ڳالهائي بس ڪرين ته پوءِ توکي جيڪو ذمو وٺي سقراط تي رک ۽ هو وري پنهنجي ساڄي پاسي ويٺل همراهه تي ۽ ائين سلسلو اڳتي هلي.

'اريڪسيميڪس. ڳالهه ته ٺاهوڪي ڪئي اٿئي!' السيبيادس وراڻيو.

'پر هڪ مدهوش ماڻهو جي تقرير جي ڀيٽ انهن ماڻهن جي تقرير سان ڪرڻ، جيڪي پرهيزگار لڳا پيا آهن- ڀلي، اها نيت ناهي- ۽ منهنجا مٺا. تو مٺان رحمتون، مان اهو به ڄاڻڻ چاهيندس ته ڇا توهان واقعي ان تي يقين ڪيو ٿا، جيڪو ڪجهه سقراط ڳالهايو؟ ڇو ته مان اوهان کي يقين سان ٿو چوان ته هن جيڪي ڪجهه ڳالهايو هوندو، سچ ان جي ابتڙ ئي آهي. ۽ وري مان، جي سندس سامهون ڪنهن ٻئي جي تعريف ڪئي، پوءِ ڀلي اهو ديوتا هجي يا ڪو انسان ته هي همراهه مون سان جهيڙيندو.'

'تهيو هاڻي. حياءُ ڪر' سقراط چيو.

'جناب! اوهان جي احتجاج جي ضرورت ئي ناهي.' السيبيادس وراڻيو.

'مان توهان جي موجودگي ۾ ٻئي ڪنهن جي به ساراهه ڪونه ڪندس.'

'ٺيڪ آ،' اريڪسيميڪس وراڻيو، 'جي تون ائين ئي چاهين ٿو ته پوءِ شروع ٿي وڃ ۽ سقراط جي ساراهه ۾ تقرير ڪر.'

'ڇا مطلب؟' السيبيادس وراڻيو. 'اريڪسيميس! مان واقعي ائين ڪيان؟ ڇا مان هن سڄي سنگت جي سامهون، مٿانئس وارَ ڪيان ؟ ۽ ڪيس سندس سزا ڏيان؟'

'تنهنجي نيت نيٺ آهي ڇا؟' سقراط چيو، 'تون اها منهنجي ساراهه ڪندين يا مون تي ٺٺوليون ڪري ماڻهو کلائڻ ٿو چاهين؟ تنهنجو مطلب اهو آهي يا ٻيو ڪو ٻيو؟"

'مان صرف سچ ڳالهائيندس، ڇا تون مونکي ان جي اجازت ڏيندين؟'

'مان نه رڳو توکي اهڙي اجازت ڏيان ٿو، پر حڪم به ڪيان ٿو ته تون سچ ڳالهاءِ.'

'پوءِ ته مان هاڻ ئي ٿو شروع ٿيان:' السيبيادس وراڻيو 'هيڏي ڏس، مان

اهو ٿو چاهيان ته جيڪڏهن مان ڪا اهڙي ڳالهه چوان، جيڪا سچ نه هجي ته مونکي وچ تقرير ۾ ئي روڪجان ۽ چئجان ته "اجهو اهو ڪوڙ آهي." پڪ ڄاڻ ته مان ڄاڻي ٻجهي ڪوڙ نه ڳالهائيندس. ۽ تون اچرج ۾ نه پئجان، جي مان اهي ڳالهيون ياد ڪندي، هيڏانهن جو هوڏي هليو وڃان. ڇو ته مان هن وقت جنهن حال ۾ آهيان، اهڙي حالت ۾ ڪنهن ماڻهوءَ لاءِ تنهنجي غير معمولي گڻن ۽ نرالن خصلتن کي رواني ۽ ترتيب سان هڪ هڪ ڪري پيش ڪرڻ، ڪو سولو ڪم نه آهي.

"معززو! مان سقراط جي تعريف تشبيهن سان ڪرڻ چاهيندس. شايد هو ائين سمجهي ته مان ڪو سنڌس، ڪل ٺٺولي جهڙي تصوير چٽڻ چاهيان ٿو. پر اهڙين تمثيلن مان منهنجو مقصد رڳو سچ ثابت ڪرڻو آ، مذاق ڪرڻ نه آهي. منهنجي خيال ۾ هن جا مهانڊا سائلينس (22) جي انهن مجسمن جهڙا آهن، جيڪي مجسمن جي دڪانن تي پيا هوندا آهن ۽ جن جي وات ۾ بانسري يا توتارو پيل هوندو آهي. جيئن ڪاريگرن اهي ٺاهيا آهن ۽ ان ڪري کوکلا هوندا آهن. انهن کي وچ تان کوليو وڃي ته انهن جي اندران ديوتائن جون ننڍيون ننڍيون مورتون لڪيل هونديون آهن. مان هي به چوندس ته هي مارسياس (23) ون ديوتا وانگر آهي. بهرحال سقراط! تون پاڻ ئي ان ڳالهه کان انڪار ڪري نه ٿو سگهين ته تنهنجو منهن مهانڊو، انهن ڀنهي جهڙو آهي. ۽ ها تون ٻين سيني ڳالهين ۾ به ساڻن مشابهت رکين ٿو. مثال طور هڪ ته تون داداگير آهين. ڇا تون ناهين؟ جي نه ٿو مڃين ته مان ان جي شاهدي پيش ڪرڻ لاءِ تيار آهيان. ڇا تون بانسري وڄائيندڙ ناهين؟ هونئن بظاهر ته تون واقعي به نه آهين، پر ڇا ته عجب انداز سان تون مارسياس کان به وڌيڪ اثرائتي نموني اهو ڏنڌو ڪرين ٿو. مارسياس کي ته هڪ ساز جي ضرورت پئي ته جيئن پنهنجي منهن مان نڪرندڙ قوت سان هو ماڻهن کي موهي ۽ اها قوت اڄ به انهن ۾ آهي، جيڪي سنڌس سُر ۽ آلاپ، آلاپيندا آهن. جن سُرن ۽ آلاپن جو لاڳاپو اولمپس سان ڏيکاريو ويندو آهي، مان انهن کي مارسياس جا ئي ڪري ڳڻيان ٿو، جنهن ئي اولمپس کي اهي سيکاريا هئا.

سنڌس اهي سُر پلي پوءِ ڪو وڏو استاد ۽ ماهر مرد وڄائي يا ڪا عام

رواجي بانسري وڄائيندڙ چوڪري، پر پنهنجي الاهي اصليت سبب ڪري، اهي سڀ ماڻهن کي بيخود ڪري ڇڏيندا آهن. ۽ اهڙن انسانن کي پڌرو ڪري بيهاريندا آهن، جيڪي ان جستجو ۽ تڙپ ۾ هوندا آهن ته ڪهڙي معرفت ڪين ديوتائن ۽ انهن جي اسرارن جي ويجهڙائي نصيب ٿئي. پر سقراط! تون مارسياس کان به گهڻو مٿانهون انڪري آهين، جو تون پنهنجن لفظن سان، ساز کان سواءِ ئي، اهي ساڳيا سڙ ۽ منڊ مڙهين ٿو. جڏهن اسان ڪنهن ٻئي ڳالهائيندڙ کي ٻڌون ٿا، پوءِ ڀلي اهو ڪيڏو نه سٺو ۽ ڪامل مقرر هجي، پر ڇا به ٿي پئي، ان جو اسان تي اثر يا ته بلڪل گهٽ، يا مورڳو ٿئي ئي ڪونه ٿو. جڏهن ته تنهنجا چيل رڳو ڪجهه جملا، پوءِ ڀلي اهي ٻئي جي واتان ٻڌل هجن يا انهن کي اڌوگابرو ورجايو ويو هجي، تڏهن به اهي اسان جي اندر جي گهراين ۾ لهي ٿا وڃن ۽ اسان کي منڊي ٿا ڇڏين. پوءِ تنهنجون ڳالهيون ڪنهن مرد، عورت يا ڪنهن ڳڀرو نوجوان ئي ٻڌيون هجن، سڀني تي ساڳيو سحر ۽ اثر ٿئي ٿو. ۽ مهربانو! جيڪڏهن مونکي اهو خوف نه هجي ها ته توهان مون کي صفا مدهوش سمجهندا هوندؤ، ته پوءِ مان اها ڳالهه ساک پت تي چوان ها ته هن جي لفظن مون تي ڪيڏو نه اثر ڪيو آهي؛ اهڙو اثر جيڪو اڄا تائين قائم آهي. مان جڏهن به ڪيس ٻڌندو آهيان ته منهنجي دل اڳيءَ کان وڌيڪ ڌڙڪڻ لڳندي آهي، ڄڻ مون تي ڪا ديوانگي طاري ٿي وئي هجي ۽ منهنجي اکين مان ڳوڙها نڪري ڳلن تان وهڻ لڳندا آهن. مان ڏٺو آهي ته ڪوڙ سارن ٻين سان به ساڳي حالت ٿئي ٿي. مان پيريڪلس ۽ ٻين ڪيترن سٺن مقررن کي ٻڌو آهي، پر مون سان اهڙي ڪار ڪڏهن به نه ٿي آهي. مان مڃيان ٿو ته انهن به سٺو ڳالهايو هوندو، پر منهنجو من ڪڏهن به جنبش ۾ نه آيو ۽ نه ئي اچي مونکي ان ڳڻتي ورايو ۽ خوف ۽ افسوس ٿيو ته منهنجي زندگي ته غلام کان به بهتر ڪونهي. اهو اسان جو هي نئين دؤر جو مارسياس ئي آهي، جيڪو مونکي اها ڳالهه مڃائي ويندو آهي ته مان جنهن نموني زندگي گذاريان پيو سا بلڪل بيڪار آهي. ۽ سقراط تون ان ڳالهه جي سچائيءَ کان انڪار ڪري نه سگهندين. ۽ ماڻ ڄاڻان ٿو ته جي مان هينئر به هن شخص کي ڪن ڏئي ٻڌو ته مان وري به پاڻ بچائي نه سگهندس ۽ ساڳيو حشر ٿيندم. ڇو ته هي مون کي اهو اعتراف ڪرائڻ تي مجبور ٿو ڪري وجهي ته مان بلڪل ڳهيلو

آهيان ۽ مون کي ائين زندگي نہ گذارڻ گهرجي، جيئن مان هاٿي ڪچاين ۽ غلطين جو گهر ٻڌجي گذاريان ٿو. ۽ پنهنجي حقيقي فائدن جي پرواهہ نہ ڪندي، اٿينس جي عوام جي اجاين معاملن ۾ پاڻ کي وچڙائي رکيو اٿم.(24) سو مان پنهنجو پاڻ تي جبر ڪري، پنهنجا ڪن ڪٽي بند ڪيان ٿو ۽ ائين پڄي جند ڇڏايان ٿو، جيئن يوليسس، سائرنس کان پاڻ بچايو (25) نہ تہ جيڪر مان هن وٽ اوستائين سوگهو ٿيو ويٺو رهان، جيستائين ڪراڙو ٿي وڃان. ۽ هي ٻئي اهو واحد شخص آهي، جنهن جي موجودگي ۾ مونکي اهو ڪجهہ محسوس ٿئي ٿو، جيڪو اوهان سيني کي خبر آهي تہ هوندن منهنجي طبيعت ۽ فطرت ۾ شامل ئي نہ آهي- ڪنهن ٻئي جي اڳيان لڄي ٿيڻ. سو مان صرف هن جي اڳيان ئي لڄي ۽ شرمندو ٿيندو آهيان، ٻئي ڪنهن جي بہ اڳيان نہ. ان جو سبب هي آهي جو مان چاهان ٿو تہ مون وٽ هن جي ڪنهن بہ دليل جو ڪو جواب ڪونهي، جو ڪٿي ڪيس چوان تہ مان ائين نہ ڪندس جيئن هو چوي ٿو.پر جڏهن مان ڪانئس پري آهيان تہ پوءِ عوامي شهرت جو پيار مون تي غالب اچي ٿو وڃي. سو مان هڪ ڀاڄوڪڙ غلام وانگر آهيان، جيڪو هن کان پڄي بہ وڃان ٿو ۽ وري جڏهن ساڻس ملان ٿو تہ ڏاڍو شرمسار ٿيان ٿو، جو هن جي آڏو ڳالهيون مڃي ۽ اعتراف ڪري اٿيو هيس. ڪيترائي ڀيرا مون ائين سوچيو تہ جيڪر هي شخص هن ڌرتيءَ جي گولي تان ئي گم ٿي، مري کپي وڃي تہ مان ڏاڍو خوش ٿيندس. پر مان اهو چاهان ٿو تہ جي ائين ٿيو تہ مونکي خوشيءَ کان وڌيڪ افسوس ئي ٿيندو. سو حقيقت هيءَ آهي تہ مون کي بلڪل سمجهہ ۾ نہ ٿو اچي تہ مان هن سان ڪيئن پيش اچان.

۽ هن بانسري- وڄائيندڙ ون ديوتا جي اثر هيٺ ڪيترن کي بہ مون وانگر، متاثر ڪيو آهي. پر اچا مونکي ٻڌو جو مان اوهان کي اهو ڏيکاريندس تہ هي انهن سان ڪهڙين ڳالهين ۾ هڪجهڙائي رکي ٿو، جن سان مان سندس ڀيٽ ڪئي آهي ۽ ڇا تہ عجيب انداز آهي! ٻڌو، مان ٿو اوهان کي ٻڌايان. جو تہ مان يقين سان چوان ٿو تہ توهان کي هن جي اصل طبيعت جي خبر ئي نہ آهي. سو مان ڪيس اوهان آڏو پيش ڪندس. ۽ جي شروع ٿيو آهيان تہ پوءِ چپ ڇا جي. توهان کي خبر آهي تہ سقراط کي خوبصورت

نوجوانن سان نيٺهن لڳائڻ وارا نيڻ آهن. هو سدائين انهن جي موھ ۾ رهي ٿو ۽ انهن جو ئي ڪٺل آهي ۽ وري ظاهر ايئن ڪري ٿو ته ڪيس اهڙي ڪنهن معاملي جي ڪا خبر چار ڪانهي ۽ چڻ هي هر ڳالهه کان بي خبر ۽ اياڻو آهي- سندس ٻاهريون ڏيکاءُ اهڙي قسم جو آهي ۽ ان ڳالهه ۾ هي ٻسالينس جهڙو آهي. اصل ۾ سالينس جي مجسمي وانگر هن ۾ اهي اهڃاڻ به مٿاڇرا ئي آهن. منهنجا معزز پيالي يائرو! توهان کي خبر آهي ته هن جي اندر ۾ ڇا آهي؟- پاڻ تي ضابطو. ۽ توهان سوچي ئي نٿا سگهو ته ڪيترو- مون تي يقين ڪندؤ ته هن لاءِ اهو رتي جيترو به مسيئلو ناهي ته ڪوئي خوبصورت به آهي. توهان تصور ئي نه ٿا ڪري سگهو ته هي حسن کان ڪيڏي نه حد تائين نفرت ڪندو آ ۽ ان تي اک ئي نه پڌندي اٿس. نه ئي هن کي ڪنهن جي شاهوڪاري يا شهرت جي ڪا ذري برابر به پرواهه آهي، جيڪا ماڻهن ليکي وڏي ڳالهه هوندي آهي. پر هن لاءِ اهو سڀ ڪجهه بلڪل بيڪار آهي ۽ اسان پڻ ڪجهه به ناهيون، سندس نظر ۾! ها اهو ٻڌائي ڇڏيانو، ٻين ماڻهن کي تماشو بڻائي ۽ پاڻ وري اياڻپ جو سانگ رچائي ٿو- پنهنجي عمر ائين گذاري ٿو. پر مون کيس کولي سندس گنڀيرتا ۽ اصليت توڙي ارادا ڏٺا آهن. سندس اندر جا اهي خزانا شايد ئي ڪنهن کي معلوم هجن. بهرحال مون هڪ دفعو انهن جو مشاهدو ماڻيو آهي، ۽ مون کي اهي ايڏا ته الاهي، املهه، خوبصورت ۽ من موهيندڙ لڳا جو مون کي ان ڪانسواءِ ٻي ڪا واهه ئي نه پئي سُجهي ته بس ان گهڙيءَ ئي جيئن سقراط چوي، جهٽ ڪٽي ائين ڪيان. مون کي اهو وهم ويهي ويو ته هي منهنجي حسن تي موهت ۽ اکن ڇڪن تي پيو آهي. مون سوچيو اها ته منهنجي لاءِ نعمت ئي ۽ پلا ڀاڳ چئبا جو مان خوبصورت هجڻ سبب اهڙي موقعي ۾ آهيان ته سقراط کي ائين راضي ڪري، ڪانئس اهو سڀ ڪجهه ٻڌان ۽ ڄاڻي وٺان جيڪو ڪجهه هن وٽ آهي. ڇو ته توهان کي خبر آ ته تن ڏينهن ۾ مون کي پنهنجي حسن تي جيڪو ناز ۽ غرور هيو ۽ پڻ ان جي جيڪا هاڪ هئي، انهن ٻنهي جي ڪا حد ئي نه هئي. سو اها اٽڪل ويڙهائي ۽ ارادو رکي مان پاڻ واري نوڪر کي موڪل ڏئي ڇڏي. توهان کي ٻڌايان ته ان کان اڳ مان ڪڏهن به سواءِ ڪنهن نوڪر چاڪر کي ساڻ ڪرڻ جي اڪيلو سقراط ڏانهن نه ويندو هئس. پر ان ڏينهن کان پوءِ مان سدائين اڪيلو هن

ڏانهن نڪري ويندو هئس. مان اوهان سان سچي ڳالهہ سچي ڪيان ٿو ۽ اوهان مهرباني ڪري ڏيان سان ٻڌجو. ۽ تون بہ سقراط، جيڪڏهن مان ڪٿي ڪوڙ ڳالهايان تہ بيشڪ ان گهڙيءَ ئي پڪڙي وٺجان. سو مون ائين هن سان ملاقاتون شروع ڪيون ۽ اسان پئي بلڪل اڪيلا هونداسين. مان اصل ڪپڙن ۾ ئي نہ پئي ماپيس جو مون ڀانيو تہ جڏهن اسان وٽ ٻيو ڪير بہ موجود ڪونهي تہ هي اجهو ٿو اهڙي قسم جي ڳالهہ ٻولهہ ۽ سرگوشيون شروع ڪري، جيئن هڪ عاشق پنهنجي معشوق سان اڪيلائي ۾ ڪندو آهي. پر ڪجهہ بہ نہ؛ اهڙي قسم جي ڪا ڳالهہ ئي ڪونہ ٿي- هو مون سان ڏينهن ائين ئي گذاريندو رهيو جنهن جو عام طرح هي هيراڪ آهي. جڏهن اسان جو ڪو ڏينهن سٺو پئي گذريو تہ هي هميشه موڪلائي هليو ويندو هو. ان کان پوءِ مون هن کي آکاڙي ۾ پاڻ سان گڏ ڪثرت ڪرڻ ۽ سکيا وٺڻ جي ٻهاني ساڻ ڪنيو. مان اتي ساڻس ڪني رهيم تہ من هنيئر ڪو ڪامياب ٿيان. هو مون سان گڏ ڪثرت ڪندو هو ۽ ڪيترا دفعا ڪشتي وڙهندي منهنجي بلڪل ويجهو بہ هيو ۽ ان مهل ٻيو ڪو بہ ماڻهو موجود نہ هوندو هو. سوچيم تہ متان ان ٽَلَ سان مان پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب ٿيان. پر صفا چاڙهو نہ ٿيو. آخر سيني اٽڪلن ۾ ناڪام ٿيڻ کان پوءِ مون اهو فيصلو ڪيو تہ مون کي اچا وڏيڪ پختا اُپاءَ وٺڻ گهرجن ۽ مٿانئس سڌوسنئون وار ڪرڻ گهرجي. ۽ اهو تہ مون هڪ ڏفعو جيڪو ارادو ڪيو آهي، تنهن کي اڌ ۾ نہ ڇڏيندس. ڇو تہ مان معاملي جي پاڙ تائين پهچڻ پئي چاهيو. سو مون ڪيس رات جي ماني جي دعوت ڏني. بلڪل ائين ڄڻ هو ڪو حسين محبوب هجي ۽ مان ڪو حرفتي عاشق، جو ڪيس اٽڪلن سان سوگهو ڪري رهيو هجان. پهريون تہ هن بلڪل مڃيوئي نہ پئي. نيٺ هٺندي مارينديِ، ايلاز منٿن سان مس وڃي اچڻ لاءِ راضي ٿيو. پهريون دفعو جڏهن هو آيو تہ ماني کائڻ کان پوءِ هن جلدي موڪلايو ۽ ان واري مان بہ ڪيس لڄ وچان روڪي نہ سگهيس. پر مان آهيان جو ڪٿي ٿو مُڙان، سو ساڳيو وار وري ڪيم. ۽ هن ٻيري ماني کائڻ کان پوءِ رات جو دير تائين ساڻس ڪچهري ڪندو رهيس ۽ پوءِ جڏهن هن موڪلائڻ پئي چاهيو تہ مان ڪيس ٽڪي پوڻ لاءِ زور ڀريو؛ اهو بهانو ڏئي تہ جيئن تہ رات ڪافي گذري چڪي آهي سو هينئر ايڏو دير سان، اويلو وڃڻ بهتر نہ ٿيندو.

سو هو مون واري پستري جي پرسان واري ان صوفي کي ٽئي هنڌ طور استعمال ڪندي، آهلي پيو. جنهن تي ويهي هن رات جي ماني کاڌي هئي. ڪمري ۾ اسان ٻن ڄڻن کان سواءِ، پيو ڪير به ستل ڪونه هيو. هاڻي هيستائين مان جيڪو قصو اوهان کي ٻڌايو آهي سو ٻنا ڪنهن جهجهڪ جي ڪنهن کي به ٻڌائي سگهجي ٿو. پر قصي جو جيڪو پويون حصو آهي. اهو، جيڪڏهن مان سنجيده ۽ سرتيو هجان ها ته توهان کي ڪونه ٻڌايان ها. پر هينئر ٻن سببن ڪري اوهان کي ٻڌايان ٿو. پهريون ته جيئن چوڻ آهي ته "شراب سچو آهي" ۽ ڪو ان ۾ اهو به واڌارو ڪري سگهي ٿو ته "پار به سچا آهن". جيڪو واڌارو بهرحال هينئر اهم ناهي(26). ٻي ڳالهه ته اهو به انصاف نه ٿيندو ته مان سندس تعريف ته ڪيان، پر هن جي طرفان ايڏي مغروري ۽ ظلم سان ڪيل استحصال ۽ ٻي واجبي ڪي لڪايان. وڌيڪ اهو ته مان به، جيئن چوندا آهن ته "نانگ جو ڏنگيل"، اٿين آهيان. ۽ "خبر ڪاڏن ڪي پوي" جي مصداق، ڏنگيل به پنهنجون پيڙائون ۽ ڏک سور انهن کي ڏسيندو آهي، جن کي اڳ ۾ ئي اهڙو جذبو هوندو آهي. ڇو ته رڳو اهي ئي ڪيس سنمجهي سگهندا. ۽ جيڪڏهن ڏنگيل ڪان سخت تڪليف ۽ پيڙا جي ڪري، ڪي اهڙا اڪر نڪري ويا يا ڪو اهڙو عمل ۽ رويو به ٿيو ته هو متاثڻس ناراضگي ۽ سختي نه ڪندا. ته ٻڌو: مونکي سڀ ڪان وڌيڪ زهريلي ۽ سور ڪرائيندڙ ڪپر ڏنگيو آهي ۽ اهو به ان جاءِ تي، جنهن ڪان وڌيڪ حساس ۽ سور ڪندڙ هنڌ ٻيو ٿي ئي نه ٿو سگهي- دل، روح يا اوهان ان کي جيڪي ڪجهه چئو- مون کي هن شخص جي فلسفي ڏنگيو آهي ۽ گهائي وڌو اٿس. فلسفي جو ڏنگ جيڪو وڌيڪ آزار ڏيندڙ به آهي ۽ جيڪو ڪپر ڪان به وڌيڪ مضبوطيءَ سان چنبڙي ۽ چهٽي پئي ٿو، جڏهن اهو ڪنهن مهربان ۽ فراخدل نوجوان جي اندر جي گهراين ۾ پهچي ٿو. ۽ جيڪو ڪيس ڪابه ڳالهه چوڻ ۽ ڪرڻ لاءِ تيار ٿو ڪري وجهي ۽ جڏهن ته چوڌاري، سنگت به اهڙي ويٺي آهي- فيدرس، ۽ اگيتون، اريڪسيميس، ارسٽوفينز ۽ ارسٽوڊيمز، سقراط جي نالي وٺڻ جي ته ضرورت ئي ناهي- ۽ ٻيا به گوڙ سارا ويٺا آهيو. ڇاڪاڻ ته اوهان سڀ به ڏاهپ/ فلسفي جي حصول جي شوق ۾ ان پيڙا ۽ ان چريائپ منجهان گذريا آهيو، سو اوهان به اهو سڀ ڪجهه ٻڌو ته مون سان ڇا وهيو واپريو ۽ مونکي ان وقت جي

ڪيل عملن ۾ هينئر ڇيل لفظن جي معافي ۾ ڇڏيچوٽ ڏجو. باقي جيتري قدر نوڪرن ۾ پين اڻ گهڙيلن جي ڳالهه آهي ته اهي پنهنجي ڪن کي آڱريون ڏئي ڇڏين.

’سو مهربانو! جڏهن نوڪر ٻاهر هليا ويا ۽ ٻتي به وسامي وئي ته مون فيصلو ڪيو ته هاڻي ٻنا ۽ ڪنا، وٽيون ۾ پاسا مور نه ونندس، پر مونکي سڻون سڏو جرئت سان پنهنجي جذبن جو اظهار ڪرڻ گهرجي. سو مون ڪيس ٿورو لوڏو ڏنو ۽ پڇيو، ”سقراط! ننڊ اچي وئي ڇا؟“ ”نه، اڃا ته اهڙي ڳالهه ئي ڪانهي“ هن وراڻيو. ”توکي خبر آهي ته مان ڇا سوچي رهيو آهيان؟“ ”نه - ڇا؟“ ”مان سوچيان ٿو ته منهنجي مڙني عاشقن منجهان تون ئي اهو واحد عاشق آهين جيڪو ئي منهنجو مستحق ٻه آهين پر تون وري ايڏو لڄارو آهين، جو پنهنجي جذبن جي اظهار ڪان به ڊڄين ٿو. توکي ٻڌايان ته مان ڪيئن ٿو سمجهان: مان ائين ٿو سمجهان ته مان وڏي بيوقوفي ڪندس، جيڪڏهن انهي معاملي ۾ توکي راضي نه ڪيم. سو جيڪڏهن ٻي به ڪا گهرج جيڪا توکي هجي يا جيڪو به مال ملڪيت مون وٽ يا منهنجي دوستن وٽ هجي ته اهو سڀ ڪجهه تنهنجي لاءِ حاضر آ. ڇو ته مان ڳڻن کي حاصل ڪرڻ کان وڌيڪ ڪنهن به شيءِ کي قيمتي نه ٿو سمجهان. ۽ منهنجو پختو ايمان آهي ته ان مراد ماڻڻ ۾ منهنجي جيتري مدد تون ڪري سگهين ٿو، ٻيو ڪير نه ٿو ڪري سگهي. پوءِ مان ڏاهن آڏو لڄي ٿيندس، جيڪڏهن مون توکي راضي نه رکيو، ان کان ٻه وڌيڪ لڄي، جيترو هونئن بيوقوفن جي هڪ ميڙ آڏو ٿيندس، ڇو ته سندن سمجهه مطابق ته مون پنهنجو پاڻ کي تنهنجي آڏو بي شرمائي سان حوالي ڪري ڇڏيو.“

’هن منهنجي اها سڄي ڳالهه ٻڌي ۽ پوءِ پنهنجي ان مخصوص ٽوڪ واري انداز ۾، اوتريءَ ئي معصوميت سان جواب ڏنائين، جيترو پاڻ کي ابوجهه ظاهر ڪندو آهي: ”منهنجا پيارا السيبيادس! تنهنجو آدرش ته واقعي اعليٰ ڇئبو ۽ تون ڏاڍو ذهين ڇئبين. تون هينئر منهنجي لاءِ جيڪو ڪجهه چيو جيڪڏهن اهو سچ به آهي. ۽ اهو ته مون ۾ اهڙي قابليت ۽ لياقت آهي، جنهن سان تون بهتر بڻجي سگهين ٿو ۽ تو مون ۾ ڪا اهڙي اڻلڀ سونهن ڏٺي آهي، جيڪا تنهنجي خوبصورتي جي ڀيٽ ۾ به تمام مٿانهين ۽ اعليٰ آهي. سو جيڪڏهن پنهنجي ان ڪوجنا ڪان پوءِ تون مونسان ڏيتي ليتي ڪرڻ ۽ پنهنجي سونهن جي

مٿا، منهنجي سونهن سان ڪرڻ ٿو چاهين ته پوءِ ظاهر آ تون مونکي سودي ۾ ماري وئين. ڇو ته پوءِ تون ڪوتي سونهن جي بدلي، سچي سونهن ٿو حاصل ڪرڻ گهرين. حقيقت ۾ تون ڊايوميڊي وانگر سون سان مَٽَ مٽائڻ ٿو گهرين. پر منهنجا مٺا دوست! تنهنجي مٿان رحمتون! ٿورو وڌيڪ غور ڪر ۽ چڱي نموني ڪوجنا ۽ جاسوسي ڪري ڏس ته توکي معلوم ٿيندو ته مان ڪجهه به نه آهيان. ۽ اهو ته تون منهنجي قدر قيمت جي ڪاٿي ڪرڻ ۾ ڪٿي ڀليل ته نه آهين؟ ڇو ته عقلي مشاهدو ۽ اندر جي نظر ان وقت ئي درست ۽ صاف ڏسڻ ۽ پرکڻ شروع ڪري ٿي، جڏهن عام اکين جي نظر ۽ مشاهدو پنهنجي منزل گذاري چڪي ٿو ۽ تون اڃا ان ماڳ کان گهڻو پوئتي آهين." (27)

'اهو ٻڌندي مون چيو "بس، مونکي، توکي اهو ئي ٻڌائڻو هيو ۽ مون جيڪو ڪجهه به چيو، سو منهنجي سچن جذبن جو ترجمان ئي آهي. مون پنهنجو بار لاٿو، هاڻي اها تنهنجي ذميواري آهي ته تون منهنجي ۽ پنهنجي لاءِ جيڪو مناسب ۽ بهتر سمجهين اهو سوچ."

"چڱو، نيڪ آ" هن وراڻيو "پوءِ ڪنهن ٻئي دفعي اسان ويهي غور ڪنداسين ۽ هنن معاملي ۾ ۽ ٻين معاملن ۾ به، جيئن پاڻ ٻنهي لاءِ بهتر ۽ مناسب سمجهه ۾ آيو، تيئن ڪٿي ڪنداسين".

'ان گهڙيءَ ئي مون ڪي گمان ٿيو ته هي بس ڪَسجي ويو، جو مون سندس جواب ٻڌي اهو اندازو هڻيو ته لفظن جا تير، جيڪي مون ڪيس ڪُپايا هئا، تن هن کي زخمي ڪري وڌو آهي، سو ان ڪان اڳ جو هو وڌيڪ ڪجهه چئي، مان ٽپو ڏيئي اٿبس ۽ پنهنجو چوغو، هن جي مٿان اڇلي، مان پاڻ سندس ڪُٽل چوغي جي اندران لڪي ويم- ڇو ته اها سياري جي مُند هئي- ۽ ائين هن عجيب ۽ حيرت ۾ وجهندڙ شخص، هن راڪاس کي، مان پنهنجي ٻانهن ۾ ويڙهي ۽ وکوڙي، سڄي رات سمهيو رهيس. ۽ سقراط! هتي به تون ائين نه چئي سگهندين ته مان ڪو ڪوڙ ٿو ڳالهايان. بهرحال منهنجي ان سموري جدوجهد ۽ جاکوڙ جي باوجود، هي شخص، منهنجي سونهن، وينتين ۽ منٿن ڪان مٿانهون ثابت ٿيو ۽ انهن جي مٿان سوڀارو ٿيو. ۽ منهنجي حسن کي ايذي ڌڪار، نفرت ۽ مغرورائپ سان ٺڏي ڇڏيائين، جنهن سونهن جي بنياد تي ئي مان ڪَڏيم پئي ۽ اهو گمان هيم ته سچ پچ ان ۾ ڪشش ۽ سحر آهي. پر او

جج صاحبو! اوَ منصفو! ٻڌو- ۽ مان توهان کي ان ڪري منصف سڏيان ٿو، جو هن مهل اوهان جي آڏو سقراط جي ان مغرور ۽ هٺيلي رويي جو ڪيس داخل آهي ۽ توهان کي ان بابت فيصلو ڪرڻ ۽ فتوئي ڏيڻي آهي- مان آسمان ۾ موجود سمورن ديوتائن ۽ ديوين جو قسم کڻي چوان ٿو ته اسان ٻنهي جي وچ ۾ وڏيڪ ڪجهه ٻيو نه ٿيو. ۽ جڏهن مونکي صبح جو جاڳ ٿي ته ائين لڳو ڄڻ رات مان پيءُ يا وڏي ڀاءُ سان ستو هيس !.

"توهان ڇا ٿا سمجهو ته اهڙي نامنظوريءَ کان پوءِ منهنجي ذهني ڪيفيت ۽ محسوسات ڇا هوندا.. هڪ طرف مون محسوس ڪيو ته منهنجي بيعزتي ڪئي وئي آهي. پر ٻئي طرف مون کي سقراط جي اخلاق، پاڻ تي ضابطي ۽ مردانگي جي لاءِ ڏاڍي عزت ۽ احترام پيدا ٿيو. مان هڪ اهڙي شخص سان مليو هئس، هن ڌرتي تي جنهن جهڙي ڏاهپ، بردباري ۽ ڌيرج جو مشاهدو ماڻڻ جو، مون ڪڏهن تصور به نه ڪيو هو. نتيجو اهو نڪتو ته نه ئي مان مٿانئس ڪاوڙ ڪري سگهيس ۽ ڪانئس سنگت ياري نه ڇني سگهيس ۽ نه ئي ڪيس فتح ڪرڻ لاءِ ڪو ٻيو ئي طريقو سوچي سگهيس. مون تي اهو واضح ٿي ويو ته هي همراهه رشوتن قبول ڪرڻ ۾ ان کان به گهڻو گهڻو سخت ۽ پڪو پختو هيو، جيترو اجيڪس تلوار جي زخم کائڻ کان. پنهنجي خوبصورتيءَ سان ڪيس زير ڪرڻ جي ان آخري ڳالهه ۾ جنهن ۾ مان سوچيو هو ته هو نازڪ آهي ۽ مان ڪيس کهائي، ڪاميابي ماڻي سگهان ٿو، ان ۾ آءٌ ناڪام ٿي ويس، سو منهنجا هوش حواس ۽ عقل بس جواب ئي ڏئي وينا- ڪير به، ڪڏهن به، ڪنهن جو اهڙو غلام ۽ قيدي ڪونه ٿيو، جهڙو مان هن جو ٿيس.

'اهو سڀ ڪجهه اسان جو پوتيڊيا جي مهم (28) تي وڃڻ کان اڳ ٿيو هو. ان مهم دوران هو منهنجو ويڙهي- ڀائي هيو. اتي مون کي، سندس تڪليف سهڻ ۽ تڪ برداشت ڪرڻ جي حيرت انگيز قوت جو مشاهدو ٿيو ۽ ان معاملي ۾ هن پنهنجو پاڻ کي نه صرف مون کان، پر سڄي فوج کان مٿانهون ثابت ڪري ڏيکاريو. ۽ ڇا ته شاندار سندس سهپ ۽ صبر جي قوت هئي. جڏهن اسان رَسد کان ڪٽجي ويندا هئاسين، جيئن اڪثر جنگ ۾ ٿيندو آهه- ۽ اسان کي کاڌي پيتي کانسواءِ ئي اُڪتي وڌڻو پوندو هو، ته نه صرف مان، پر

کير بہ اهڙو نہ هيو، جنهن جي ان معاملي ۾ سائنس پيٽ ڪري سگهجي. هو اسان سيني کان متانهون هو. ۽ وري جڏهن پاڻي جهجهو هوندو هو يا ڪو جشن ٿيندا هئاسين تہ ڪير بہ اهڙو ڪونہ هو، جيڪو واقعي ان مان حقيقي طور لطف اندوز ٿي سگهي، خاص ڪري مڌ پيئڻ مهل. جيتوڻيڪ هو تڏهن پيئندو هو، جڏهن ڪو کيس مجبور ڪري ۽ پوءِ هو پيئڻ ۾ اسان سڀني کي مات ڏئي ويندو هو- ۽ وڌيڪ عجب جي ڳالهہ اها تہ اڄ ڏينهن تائين، هن دنيا ۾ ڪنهن بہ ماڻهو، ڪڏهن بہ کيس مدهوش نہ ڏٺو آهي ۽ ان جو ثبوت اجهو ئي اوهان ڏسندؤ جي مان غلط نہ آهيان. ۽ بس زڳو اهو ئي نہ هيو. سرديءَ کي سهڻ جي سندس سگهہ بہ هڪ عجيب اسرار هئي. انهن علائقن ۾ سيءَ بہ ڦهر جا پوندا هئا. هڪ دفعي جي ڳالهہ آ تہ ٻاهر پارو پئي پيو ۽ هر ماڻهو يا تہ در اندر ويٺو رهيو يا جيڪڏهن ڪو ٻاهر ويو بہ پئي تہ پاڻ کي لٽن ڪپڙن سان ويڙهي سيڙهي، ستي ۽ ٻتون هٽي ٻاهر نڪتو پئي. ۽ پنهنجي پيرن کي ان يا رڍ جي کل سان ويڙهي ۽ ٻڌي پوءِ گهميو پئي. اهڙي صورتحال ۾ سقراط، اگهاڙن پيرن سان ۽ پنهنجي ان عام چوغي ۾ ئي ٻاهر نڪتو ۽ برف تي انهن ماڻهن کان وڌيڪ آرام سان گهميو پئي، جن کي بوٽ پاتل هئا. پين فوجي سپاهين هن کي شوخيءَ ۽ شڪ سان پئي ڏٺو. هنن ائين سمجهيو تہ هن جي ائين ڪرڻ جو مقصد ڪين شرمندو ڪرڻ هيو.

”مون ان موضوع تي ڪافي ڳالهايو. پر ’هڪ ڪارنامو ٻيو، سورمي جيڪو ڪيو‘ بہ ٻڌڻ وٽان آهي، جڏهن هو جنگي مهم تي هيو. هڪ صبح جو هُو ڪا ڳالهہ سوچي رهيو هو پر اها ڪا ڪانئس حل نہ پئي ٿي. ۽ هي ان ئي جاءِ تي، ان بابت سوچ ۾ ويٺو رهيو: ايجا بہ هو ان کي سلجهائي نہ سگهيو ۽ ان تي سوچڻ ۾ محو رهيو، تان جو منجهند ٿي وئي. ان مهل ڪنهن جي نظر متانئس پئجي وئي ۽ ان عجب وچان ٻئي کي، جنهن وري ٽئين کي ٻڌايو. ائين اچرج ۾ اچي ويندڙ انبوهہ ۾ اهو هل ٿي ويو تہ سقراط، سج اُيري کان وٺي ڪنهن سوچ ۾ ٻڏو پيو آهي. آخرڪار سانجهيءَ جو رات جي مانيءَ کان پوءِ ڪن آيونن، تجسس وچان پنهنجا تڏا ٻاهر آڻي وڇايا- اهي اونهاري جا ڏهاڙا هئا- تہ جيئن ٿڌڙي هوا ۾ آرام بہ ڪن ۽ ساڳئي وقت سقراط کي بہ ڏسن تہ ڇا هو سڄي رات بہ ائين ئي بيٺو رهندو. ۽ هو سڄي رات ائين آپ پيري، ڪُتل

بينو رهيو. تان جو وري اچي سج ايريو. پوءِ هن سج جي پوڄا ڪئي ۽ هليو ويو.

'اوهان جي اجازت سان هينئر مان توهان کي جنگين جي باري ۾ به ٻڌائڻ چاهيندس. هن اتي ٻنهي ڪيڏي نه جرئت ڏيکاري هئي! سو سائنس، ان حوالي سان به اسان کي انصاف ڪرڻ گهرجي. جنهن جنگ ۾ مون کي بهادري ۽ شجاعت ڏيکارڻ ڪري انعام عطا ڪيو ويو هو، ان ۾ اهو سقراط ئي هيو، جنهن منهنجي جان بچائي هئي. جڏهن ته پيو ڪير به مون کي بچائڻ ڪونه آيو. مان زخمي ٿي پيو هيس، پر هي ڪٿي ٿو مون کي اڪيلو ڇڏي ڏي. هن مون کي به ۽ منهنجي هٿيارن کي به بچائي ورتو. شجاعت ۽ بهادري جو اهو انعام ڪيس ملڻ گهرجي ها. جيڪو جنرلن مون کي بخشڻ پئي چاهيو. ۽ سقراط توکي ياد هوندو ته مان جنرلن کي ان وقت به ائين ئي چيو هو ۽ سقراط، تون هتي به نه ان کان انڪار ڪندين ۽ نه ئي مون کي الزام ڏيندين. جنرل منهنجي حق ۾ ٿي بيٺا ها. ان ڪري جو هڪ ته منهنجو عهدو وڏو هو ۽ ٻيو ته هي سقراط خود، جنرلن کان به اڳا سرس، ان جو خواهشمند هيو ته اهو انعام، هُو نه، پر، مان وصول ڪيان. مهربانو! مان اوهان کي هڪ ٻيو واقعو به ٻڌايان، جنهن ۾ سقراط جو نظارو ڏسڻ وٽان هيو. جڏهن ڊيليم جي جنگ ۾ فوج وٺي ڀاڄ ڪاڏي، مان گهوڙي سوار دستي ۾ هيس، جڏهن ته هي پيادن ۾ هيو. هي ۽ ليڪيس گڏ هئا. مان به هنن وٽ اچي پهتس ۽ کين چيم ته دل نه لاهجو، مان به اوهان سان ساڻ آهيان ۽ توهان کي اڪيلو ڇڏي نه ويندس. ۽ هتي مون کي سقراط جو پوٽيڊيا کان وڌيڪ بهتر نموني مشاهدو ڪرڻ جو موقعو مليو. ڇو جو مان گهوڙي تي سوار هيس، ۽ ان ڪري خطري کان ٻاهر هجڻ ڪري، گهٽ خوفزده هيس. پهرين ڳالهه ته مون هن کي ليڪيس کان وڌيڪ پرسڪون ۽ استقلال سان پُر ڏٺو ۽ ٻي ڳالهه ته- ارسٽوفينز، جيڪڏهن مان توکان تنهنجو هڪ محاورو اڌارو وٺي انهن لفظن ۾ چوان ته هن جي ٽور ۽ چال اهائي هئي، جيڪا عام طور اٿينس جي گهٽين ۾ هوندي اٿس. "پيئڻ پکي وانگر، مٿو هوا ۾ جهلي، تيکر سان سيتجي هلندي، ٻنهي پاسن تي اکيون ڦيرائي نگاهه وجهندي" ۽ بلڪل آرام سان دوستن ۽ دشمنن جي حرڪت کي نظر ۾ رکندي، پري کان ئي ائين ظاهر ۽ واضح ڪري رهيو هو ته جيڪڏهن ڪنهن مٿس آگر به رکي ته ان جو ڪيس منهن ٽوڙ جواب ملندو. ۽ ائين هي ۽

سنڌس ساٿي سلامتي سان نڪري آيا. اهي جيڪي جنگ ۾ ائين بهادري سان وڙهن ٿا، تن جو خير ڪو وار ونگو ٿئي ٿو؛ پيڇو انهن جو ٿئي ٿو، جيڪي اُڀرو ونءِ ڀاڄ ڪائين ٿا.

'سقراط جي ساري ۾ سنڌس ڪوڙ ساريون اهڙيون حيرت ۾ وجهندڙ ڳالهيون آهن، جيڪي بيان ڪري سگهجن ٿيون؛ سنڌس عام زندگي جا ڪي وهنوار ۽ عادتون ٻين ماڻهن ۾ به ساڳيون ٿي سگهن ٿيون، پر هن جي حقيقي اچرج ۾ وجهندڙ ڳالهه هيءَ آهي ته هي دنيا جي ڪنهن به ٻئي ماڻهو، آڳاٽي يا هاڻوڪي، جهڙو نه آهي. جي اڪائليس جهڙو ڪو ٻيو ڳوليندؤ ته توهان کي بريسيياس (29) ملي ويندو ۽ اهڙا ڪوڙ مثال ملي ويندا، جي اوهان ائين ڪيٽرن ئي ٻين مشهور ماڻهن جي پاڻ ۾ ڀيٽ ڪيو. پر هي اسان وارو يار اهڙو ته منفرد ۽ عجيب آهي پنهنجي شخصيت ۽ گفتگو ۾، جو مجال آ جو هن جهڙو ڪو ٻيو لهي ويجو. هن ئي پيڙهي ۾ يا ڪنهن اوائلي جُڳ ۾، جيڪو هن سان پري جي به مشابهت رکندو هجي! نه، جيستائين توهان انسانن سان ڀيٽ ڪرڻ کي ڇڏي ڏيو ۽ سائيلينس ۽ ون ديوتا جي مجسمن سان ڀيٽ ڪري ڪا واهه ۽ تدبير ڪيو، جنهن جو مون خود به پنهنجي تقرير ۾ ذڪر ڪيو آهي. ۽ اهي نه صرف پنهنجي شڪل شباهت ۾، پر پيغام ۽ شبدن ۾ به ساڻس مشابهت رکن ٿا.

'اصل ۾ مونکي منڍ ۾ اهو ٻڌائڻ وسري ويو هو ته هن جون ڳالهيون به سائيلينس جهڙيون آهن، جڏهن انهن کي کوليو وڃي. ڪير به جڏهن سقراط سان ڪيس ڳالهائيندو ٻڌندو ته ڀريائين اهي ڳالهيون ڪيس مسخري لڳنديون. اهي اهڙن ته عجيب اکرن، جملن ۽ ٻوليءَ ۾ اوڊيل هونديون، ڄڻ ڪنهن گهٽي ڳالهائيندڙ ون ديوتا جي کَلَ آهن. ڇو ته هن جو ڳالهائڻ، خچرن، لوهار، موچي، سوچي ۽ چمار (چمڙو رنگيندڙ) جي باري ۾ هوندو آهي. ۽ ڄڻ ته سدائين ساڳيون ڳالهيون، ساڳين لفظن ۾ ورجائيندو پيو وتندو. سو جيڪڏهن ڪو جاهل ۽ هن ڪان اڻ واقف ماڻهو، سنڌس اهي ڳالهيون ٻڌي ته کلڻ کانسواءِ رهي نه سگهندو. پر جيڪڏهن ڪو هن مجسمي کي کولي، اندر پيهي وڃي سقراط جي ڳالهين جو مول متو سوجهي، پروڙي ۽ پڌرو ڪري ته هن کي خبر پوندي ته سنڌس لفظن ۾ هڪ واضح معنيٰ ۽ مقصد ڙکيل آهي. ۽

اهو تہ سندس گفتگو چڻ ديوتا جي آهي ۽ اها پنهنجي اندر اعليٰ ۽ آدرشي گڻ، خصلتون ۽ خوبيون سانڍي ۽ سمائي ٿي ۽ ان جو اطلاق وسيع آهي. حقيقت ۾ سندس گفتگو جي وستار ۽ وسعت انهن سمورن موضوعن مٿان آهي، جن جي ان ماڻهو کي ضرورت آهي، جيڪو هڪ سٺو، معتبر ۽ مانوارو انسان بڻجڻ چاهي ٿو.

’دوستو! مونکي سقراط جي ساراهہ ۾ بس اهوئي چوڻو آهي. مان پنهنجي تقرير ۾ هن جي مٿان مون کي اهنج ۽ ايذاءُ رسائڻ جو ڏوهہ ۽ ميار بہ مڙهي آهي ۽ توهان کي ٻڌايو اٿم تہ هن ڪيئن منهنجي بيعزتي ڪئي. مان اوهان کي اهو بہ ٻڌايان تہ رڳو مان ئي نہ آهيان، جنهن ائين ڀوڳيو هجي. پر گلاڪون جو پٽ ڪارميدس ۽ ڊايوڪليس جو پٽ يوٿاڊيمز ۽ ٻيا ڪيترائي اهڙا آهن، جن سان بہ ساڳيو ڪجهہ وهيو واپريو آهي. هي شروعات ۾ تہ انهن سان پيار ڪرڻ جو سانگ رچائي ٿو ۽ پوءِ حقيقت ۾ پاڻ عاشق بدران معشوق بڻجي ويجي ٿو. تنهن ڪري اگيٿون، مان توکي اهو ٻڌايان ۽ خبردار ٿو ڪيان تہ مٿان هن جي هٿان ٺڳيو آهين. منهنجي تجربي مان پراءِ ۽ بيوقوف نہ ٿي. هوشيار رهج ۽ جيئن چوڻي آهي تہ ”ان ٻار وانگر نہ ٿيو، جيڪو باهہ ڪان ڊڄڻ، ان ۾ سڙڻ کان پوءِ سکندو آهي.“

’جڏهن السيبيادس ڳالهائي بس ڪئي تہ سندس، ان بنا رک رکاءُ جي سڀ ڳالهيون چئي ڏيڻ تي سڀني ويٺل ڏاڍو کليا. ڇو تہ ڏسڻ ۾ ائين آيو تہ هي همراه اڃا تائين سقراط سان عشق ۾ گرفتار هيو. پوءِ سقراط ڳالهائڻ شروع ڪيو ۽ چيو ”السيبيادس، تون تہ بلڪل باهوش آهين، نہ تہ ٻي صورت ۾ تون پنهنجو اصل مقصد لڪائڻ لاءِ، پنهنجي ان ون ديوتا جي واکاڻ ۾ اها ايڏي ڊيگهہ پتاڻ نہ ڪرين ها ۽ چڻ آخر ۾ چيل ڳالهہ واقعي توکي اڄهو ياد آئي هجي. جڏهن تہ حقيقت ۾ تنهنجي تقرير جو مکيہ مقصد ۽ تنهنجي منشا، منهنجي ۽ اگيٿون جي وچ ۾ وٿي وجهڻ آهي. تنهن جو مطلب اهو آهي تہ مان تنهنجو عاشق هجان ۽ ٻئي ڪنهن سان بہ نہ، پر رڳو توسان پيار ڪريان. ۽ اگيٿون تنهنجو ئي معشوق هجي ۽ ٻيو ڪير بہ نہ پر رڳو تون ساڻس پيار ڪرين. پر تنهنجي ان ون ديوتا ۽ سائليننس ڊرامي جو پلاٽ پڌرو ٿي، پڪڙجي پيو آهي. منهنجا پيارا اگيٿون! ڪيس ان ۾ ڪامياب ٿيڻ نہ ڏجان.

پنهنجي ۽ منهنجي وچ ۾ ڪنهن به ماڻهو کي اٿبٺت ۽ ڦڪائي وجهڻ ۽ پاڻ ۾ جهيڙجي پوڻ کان پاسو ڪجان."

"سقراط! تون بلڪل سچو آهين" اگيٿون وراڻيو. "مان ته سمجهان ٿو ته هن جو تنهنجي ۽ منهنجي وچ ۾ اچي ويهڻ جو مقصد به اهوئي اسان کي ڌار ڪرڻ هيو، پر هي پنهنجي ان چال ۾ ڪامياب ٿي نه سگهندو، جو مان اٿي، ايڏانهن تنهنجي پرئين پاسي اچي ويهان ٿو."

"ها، ها، اچ- منهنجي هن پاسي اچي ويهه." سقراط وراڻيو.

"يا خدا!" السيبيادس چيو "ڏسو ته سهي، هي همراهه مون سان ڪهڙو نه ورتاءُ ٿو ڪري، هن چڻ ته هتي ئي نه پر هر هنڌ ۽ هر ڀيري مون تي سوڀارو ٿيڻ جو پڪو پهه ڪري ڇڏيو هجي. ڀلا اي آزار! جي تون ائين راضي نه ٿي آهين ته پوءِ مان توکي منت ٿو ڪريان ته اگيٿون کي پرئين پاسي نه پر گهٽ ۾ گهٽ پنهنجي ۽ منهنجي وچ ۾ ئي ويهڻ ڇڏ."

"اهو ممڪن نه آهي" سقراط وراڻيو. "ڇو ته تون هينئر هينئر منهنجي واکاڻ ۾ ڳالهايو آهي، ۽ هاڻي اهو منهنجو وارو آ ته، مان وري پنهنجي ساڄي پاسي واري همراهه جي ساراهه ۾ ڳالهايان. سو جيڪڏهن اگيٿون تنهنجي مرضيءَ مطابق اتي اچي ويٺو ته هن کي وري پهرين منهنجي ساراهه ڪرڻي پوندي ۽ ائين تقريرن جي ترتيب بگڙجي ويندي. جڏهن ته واري مطابق اڳ ۾ مون کي هن جي ساراهه ڪرڻ گهرجي. سو منهنجي ڳالهه مڃ ۽ منهنجي، سندس ساراهه ڪرڻ تي ازهو نه ٿي. ساڙ نه ڪر. ۽ هونئن به مونکي هن جوانڙي جي ساراهه ڪرڻ جي ڏاڍي سڌ آهي."

"واه واه!" اگيٿون رڙ ڪئي. "السيبيادس مان ته هتي هن گهڙيءَ ترسي ئي نه ٿو سگهان. مون کي هاڻي جو هاڻي ضرور پنهنجي جاءِ متائڻي ئي پوندي، ته جيئن سقراط طرفان ساراهه جي سعادت ماڻيان!"

"سدائين ائين ئي ٿيندو آ." السيبيادس وراڻيو، "جتي سقراط هجي، اتي ٻئي ڪنهن لاءِ ڪوبه موقعو ڪونهي ته هو به ڪنهن خوبرو سان سر ملائي يا ياري رکي! ڏسو ته سهي هن ڪيئن نه اتي جو اتي اگيٿون کي پنهنجي پاسي ڪرڻ جو بظاهر هڪ سچو بهانو هٿ ڪري ورتو!"

اگيٿون، سقراط جي پرسان ويهڻ جي خيال کان اٿيو ئي مس ته اوچتو

هڪ مست، البيلن ۽ نچڻ ٽپڻ جو ٽولو، جيڪو در وٽان پئي لنگهيو، سو گهر جو در کليل ڏسي- جيڪو شايد ٻاهر ويل ڪو همراهہ کليل ڇڏي ويو هو- تنهن مان ٽپي اهي ڪمري ۾ اندر گهڙي آيا ۽ سڄي محفل جو مزو خراب ڪري، ڌرٽو هٽي ويهي رهيا: ائين رولو پئجي ويو ۽ هُل هنگامو مچي ويو. ڪوبہ تسلسل برقرار رهي نہ سگهيو ۽ مجبوراً سڄي سنگت کي جهنجهي مئي پيئڻي پئجي وئي."

ارستوڊيمز ٻڌايو تہ اريڪسيميڪس، فيڊرس ۽ ڪجهہ ٻيا ان گهڙيءَ هليا ويا ۽ هن کي پاڻ کي بہ ننڊ اچي وئي. ۽ جيئن تہ سال جي انهن ڏهاڙن ۾ راتيون ڊگهيون هيون. سو ننڊ جا هڪ ٻہ سوپا هڻي ورتائين. پرهہ ڦٽي مهل ڪڪڙن جي ٻانگن تي اچي ڪيس جاڳ ٿي ۽ هن ڏٺو تہ ٻي سڄي سنگت يا تہ وڃي چڪي هئي يا سُتي پئي هئي. باقي رڳو ٽي ڄڻا، ارستوفينز، اگيٿون ۽ سقراط جاڳي رهيا هئا. هو هڪ وڏي صراحي منجهان پي رهيا هئا، جيڪا هنن واري تي ڪاٻي ڪان ساڄي پاسي پئي ڦيرائي ۽ سقراط ساڻن بحث ۾ رڌل هيو. ارستوڊيمز ٻڌايو تہ هو بحث جو گهڻو حصو ياد نہ رکي سگهيو. ڇو جو هن گفتگو شروع کان بہ نہ ٻڌي هئي ۽ هو چڱي ريت سجاڳ نہ ٿيو هو، جو اڃا ڪيس ننڊ جا جهوٽا اچي رهيا هئا. باقي اها ڳالهہ جيڪا هو ياد رکي سگهيو، سا اها تہ سقراط ٻنهي کي اهو مڃڻ لاءِ زور ڀري رهيو هيو تہ مزاحيہ ناٽڪ لکندڙ، ڏک ڀريل ناٽڪ بہ لکي سگهي ٿو ۽ هڪ قابل ڏک ڀريل ناٽڪ لکندڙ هڪ ماهر مزاح نويس بہ هوندو آهي. هو هن جي جواب ۾ بس هائوڪار پئي ڪندا ويا، جو سندن اکيون ننڊ سان ڀريون پئي ويون ۽ هو سندس دليلن ۽ بحث کي پوري ريت ۽ صحيح نموني نہ سمجهي رهيا هئا. ائين پهريائين ارستوفينز ڦڙهہ ٿي سمهي رهيو ۽ پوءِ جڏهن سج ڪني ڪڍي چڪو هو تہ اگيٿون کي بہ ننڊ کڻي وئي.

سو سقراط، ساڻس ٻنهي گفتگو ڪندڙن کي ائين ننڊ ڪرائي اٿي کڙو ٿيو ۽ هلڻ لڳو ۽ ارستو ڊيمز معمول مطابق سندس پويان لڳو. لائڪيم (30) وٽ هن تڙ ڪيو ۽ پوءِ روزاني جي معمولي مطابق سڄو ڏينهن گذاريائين ۽ شام جو آرام ڪرڻ لاءِ گهر ڏانهن رَاهي ٿيو.



ڏيک: جڏهن سقراط کي زهر جو پيالو پيش ڪيو ٿو وڃي- سندس سنگتي ساٿي روئي رڙي رهيا آهن، حڪومتي ڪارندو بہ ڏکڀريي انداز سان، ڪيس پيالو پيش ٿو ڪري، پر سقراط زهر - پيالو موج مستيءَ سان ٿو وٺي.

# ڏاهيون ڏکڏسن

(اپالاجي APOLOGY)

-اي اٿينس جا رهواسيو! خبر نه آهي ته مون تي الزام لڳائيندڙن توهان کي ڪيترو متاثر ڪيو آهي. پر جيتري قدر منهنجي ڳالهه آهي ته سچ ته هنن ايتري ته پُرفريب انداز ۾ ڳالهايو آهي جو مون کان پاڻ کان ئي اهو وسري ويو آهي ته مان آهيان ڇا؟- ۽ ايتري هوندي به هنن جيڪي ڪجهه چيو آهي، تنهن ۾ ذرو به سچ ڪونهي. هنن جيڪي ڪوڙ ڳالهايا تن مان هڪڙي ته مون کي ڏنڍين آڱريون ڏئي ڇڏيون: اهو اهو ته توهان پاڻ سنڀالجو متان مون جهڙي پُراثر ۽ پلوڙ ڳالهائيندڙ جي ڳالهين ۾ اچي ڏتارجي ۽ ٺڳجي نه وڃو. مان سوچيان ٿو ته هنن کي اهڙو ڪوڙ ڳالهائيندي ۽ غلط بياني ڪندي ڪا لڄ، ڪو شرم بلڪل ئي نه آيو. ڇو ته کين خبر هجي ته هو اجهو ئي ڪوڙا ثابت ٿيندا جڏهن مون ڳالهائڻ شروع ڪيو ۽ اهو واضح ٿيندو ويو ته مون ۾ مقرر هجڻ جو ذرو به ڏانءُ ڪونهي- پر، ها، جيڪڏهن پر اثر مقرر مان سندن مراد سنئون سڌو سچ ڳالهائيندڙ جي آهي ته پوءِ ٺيڪ آهي- جيڪڏهن هنن جو مطلب اهوئي هيو ته پوءِ مان چوندس ته مان هڪ سٺو مقرر آهيان، پر انهن جهڙو نه. ڇو ته جيئن مون اڳ به چيو ته هنن هڪڙو اکر به سچ نه ڳالهايو آهي. جڏهن ته مون کان اوهان صرف سچ ئي ٻڌندؤ. جيتوڻيڪ انهن وانگر اڳ ۾ ئي ٺهيل ٺڪيل، موتين سان پوئيل مالها جيان ليائيندڙ اکرن ۽ انداز ۾ نه. زيوس ديوتا جو قسم! مون کي ٿڏي تي ئي، دل ۾، جتان آيو ۽ جيئن آيو، تيئن ڳالهائيندو ويندس. ڇو ته جڏهن مون کي پنهنجي مقصد، دڳ ۽ ويچارن جي سچائي ۾ يقين آهي ته پوءِ جملن جي جڙاءُ ۽ لفظن جي تڪرار ۾ پوڻ جو ڪهڙو ضرور؟- سو مون کان سچ کان سواءِ ٻي ڪنهن به شيءِ جي ڪا اميد نه رکجو. اي اٿينس واسيو! پنهنجي عمر جي هن حصي ۾ مان اوهان آڏو پاڻ کي ڪنهن نوجوان اسڪولي ڇوڪري وانگر، لفظن سان راند ڪندڙ جوشيلي مقرر وانگر پيش ڪري نه ٿو سگهان.

ها، معزز شهريو! مان اوهان کان هڪڙي رعايت وٺڻ لاءِ ضرور عرض ڪندس، اهو ته جي اوهان مون کي ان ئي لهجي ۾ ڳالهائيندي ٻڌو، جيئن بازار ۾ هنڌين وارن (1) وٽ ڳالهائڻ جي هير اٿم يا شهر جي ڪنهن گهٽ تي يا ڪنهن ٻئي هنڌ جتي اوهان مون کي ٻڌو هجي ته پوءِ مهرباني ڪري انهيءَ سبب ڪري نه ئي عجب ۾ پئجو ۽ نه ئي منهنجي ڳالهائڻ ۾ رخنو وجهجو. حقيقت هيءَ آهي ته منهنجي عمر ستر سالن کان به مٿي ٽپي چڪي آهي ۽ پنهنجي زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو عدالت ۾ پيش ٿيو آهيان، سو عدالت سڳوري ۾ ڳالهائڻ جي انداز، آداب ۽ طور طريقن کان بلڪل اڻ واقف آهيان، تنهن ڪري مون کي اهڙو اجنبي سمجهندي معاف ڪري ڇڏجو، جيڪو پنهنجي اباڻي وطن جي ريتن ۽ رواج موجب عوامي ٻوليءَ ۾ ڳالهائيندو هجي. ڇا منهنجو عرض واجبي ناهي؟ ته پوءِ اوهين ان جو فڪر نه ڪريو ته منهنجي ڳالهائڻ جو انداز ڪهڙو آهي- جيڪو ڀلي سٺو هجي يا نه، پر اوهان صرف ان هڪ ئي نقطي بابت سوچ ويچار ڪجو ۽ ان ڏانهن ئي پنهنجو سمورو ڌيان ڏجو ته- منهنجا دليل واجبي آهن يا نه. هڪ منصف جو پهريون فرض ۽ خوبي اهائي آهي. جڏهن ته ڳالهائيندڙ جو فرض وري اهو آهي ته هو سچ ئي ڳالهائي.

منهنجا سائين! منهنجي لاءِ بهتر ائين ٿيندو ته پهريائين مان پنهنجي خلاف لڳايل پراڻين تهمتن ۽ پراڻن الزامن لڳائيندڙن جا جواب ڏيان ۽ پوءِ پوين الزامن ۽ الزام مڙهيندڙن جا، ڇو ته اهڙا ڪوڙ ماڻهو آهن، جن هڪ عرصي کان مون تي الزام هڻي، اوهان کي ڀڙڪايو آهي، جڏهن ته انهن الزامن ۾ ڪا صداقت به ڪونهي. مون کي اينيٽس ۽ سندس ساٿارين (2) جي مقابلي ۾ انهن پراڻن کان وڌيڪ خوف ٿئي ٿو. جيتوڻيڪ خطرناڪ هي به آهي پر وڌيڪ خطرناڪ پراڻا آهن، ڇو ته اهي اوهان جي ننڍپڻ کان وٺي ئي شروع ٿيا آهن ۽ اوهان جي ذهنن تي ان وقت کان وٺي اثرانداز ٿيل آهن. سو به ڪوڙ تي ۽ اهو ٻڌائيندي ته "سقراط نالي هڪڙو همراهه آهي، جيڪو ڏاڍو سياڻو آهي. هو مٿي آسمان جي ڳجهن جون ڳالهيون به ڪري ٿو ته هيٺ ڌرتيءَ جي گهراين ۽ رازن ۾ به وڃي پهتو آهي ۽ جيڪو غلط ڳالهين کي به دليلن ذريعي درست ثابت ڪري ٿو." اهي جيڪي منهنجي لاءِ اهڙا افواه ڦهلائين ٿا، سي

متهنجي لاءِ وڏيڪ خطرناڪ الزام تراش آهن. چاڪاڻ ته انهن جون اهڙيون ڳالهيون ٻڌندڙ اهوئي يقين ڪري ويهندا ته اهڙي قسم جا ماڻهو جيڪي چاڻڻ چاهين ٿا، ڪوبجنا ڪرڻ چاهين ٿا، سي ڄڻ خدا جي وجود ۾ ايمان نه ٿا رکن. ويتر ظلم اهو ته اهڙا ماڻهو آهن به ڪوڙ ۽ انهن جا الزام به پراڻي وقت کان وٺي آهن ۽ اوهان کي اهي ان وقت ٻڌايا ويا جڏهن اوهان پنهنجي عمر جي ان حصي ۾ هيؤ جڏهن ماڻهو هر ڳالهه جهٽ قبولي وٺندو آهي- جڏهن اوهان ٻار هيو ۽ اوهان مان ڪي ڳڀرو جوان؛ تڏهن هنن پنهنجي منشا ۽ مقصد، منهنجي غير حاضري ڪري حاصل ڪري ئي ورتو. وري ڏچو ته اهو به آهي جو مون کي انهن جي نالن جي به خبر نه آهي جو ڪٿي اوهان کي ٻڌايان. سواءِ هڪ مزاحيه ناٽڪ نويس جي.(3) انهن جنهن وڏي ڪيني ۽ ساڙ وچان اوهان کي ميڄرائي ورتو- انهن ڀهريون پاڻ کي پاڻ يقين ڏياريو ۽ مڃايو ۽ پوءِ ٻين کي- تن سان منهن ڏيڻ ڏاڍو ڏکيو آهي؛ ڇو ته انهن مان ڪنهن کي به نه ته هتي عدالت ۾ آڻي سگهجي ٿو ۽ نتيجي طور نه ئي ڪائنن آڏي پڇا ڪري ڪين ڪوڙو ثابت ڪري سگهجي ٿو. سو مون کي رڳو پاڇولن سان ئي جهيڙٽو پوندو ۽ دليل ڏيڻا پوندا.

مان ان ڪري ئي اوهان کي به چوندس ته توهان اها ڳالهه ذهن ۾ ويهاريو ته مون تي الزام هڻندڙ ٻن قسمن جا آهن؛ هڪڙا هي جن تازو مون تي الزام هنيا آهن ۽ ٻيا پراڻا جن جو مون هينئر ذڪر ڪيو. منهنجي خيال ۾ مان ڀهريائين پنهنجن پراڻن الزام هڻندڙن جا جواب ڏيان. ڇو ته اوهان الزام به اڳ ۾ انهن جا ئي ٻڌا آهن. ۽ وڏي ڳالهه ته نون الزامن جي مقابلي ۾ جهجهي تعداد ۾، وقت بوقت ۽ گهڻي عرصي کان ٻڌا.

چڱو، ته پوءِ مون کي ڪين جواب ڏيڻ گهرجي. مان ڪوشش ڪندس ته هن ٿوري وقت اندر ان بدگماني کي پاڙون پٽي ڦٽو ڪيان جيڪا منهنجي خلاف ڪنهن وقت کان وٺي اتي اوهان جي دلين ۾ گهر ڪري ويٺي آهي ۽ ائين اوهان جي ذهنن کي صاف ڪيان. مان چاهيندس ته مون کي ڪاميابي ٿئي جيڪڏهن اها ڪاميابي منهنجي ڀلي لاءِ به هجي ۽ اوهان جي ڀلي لاءِ به. مان اميد ڪندس ته مون کي اهو مقصد حاصل ٿئي. پر مان سمجهان ٿو ته اهو ڪم ايڏو سولو نه آهي. ۽ اهو ڪيترو ڏکيو آهي، تنهن جو اندازو به اٿم.

بهرحال جيئن خدا کي منظور هوندو ائين ئي ٿيندو. مون کي هر حال ۾ قانون جي پوئواري ڪندي پنهنجي وڪالت شروع ڪرڻ گهرجي.

اڃو ته واپس شروعات ڏانهن هلون ۽ اهو ڏسون ته آخر اهي ڪهڙيون تهمتون هيون جن جي ڪري ئي مون کي هيءَ بدنامي پلئه پئي آهي ۽ حقيقت ۾ ميليٽس کي به همتايو آهي ته اهي ئي الزام مون تي وري هڻي، مقدمو قائم ڪري. اچو ته ڏسون ته مون تي الزام هڻندڙ ڇا ٿا چون. مان عدالت ۾ داخل سندن بيان ۾ لڪايل الزامن کي ورجايان ٿو: "سقراط هرويرو جي مداخلت جو ڏوهاري آهي. ڇو ته آسمان جي اوچاين ۽ زمين جي گهراين ۾ شين بابت ڄاڻڻ گهري ٿو ۽ ڳجهن جي ڳولا ڪري ٿو. هو غلط ڳالهين کي به دليلن سان صحيح ثابت ڪري ويجي ٿو ۽ وري اهي سموريون ڳالهيون ٻين کي به سيکاري ٿو." مون تي الزام ڪجهه اهڙي قسم جا آهن ۽ اوهان پاڻ به ارسٽو فينز جي مزاحيه ناٽڪ ۾ ائين ڏٺو آهي جنهن ۾ هن هڪ ڪردار سقراط جي نالي سان ڏيکاريو آهي جيڪو جهولا ٿو ڪائي ۽ چوي ٿو ته هو، هوا تي گهمي رهيو آهي(4) ۽ اهڙيون ٻيون ڪيتريون ئي واهيات ڳالهيون مون سان منسوب ڪيل آهن جن جي مون کي ٿوري ته ڇا اصل ڪا خبر ئي ناهي- مون کي اهڙي قسم جي ڪائناتي علم جي ڄاڻ جي اهميت کان انڪار ڪونهي ۽ نه ئي ڪنهن اهڙي ڏاهي کان ڪا نفرت اٿم جيڪو اهڙي ڄاڻ رکي ٿو. مون کي افسوس ئي ٿيندو، جيڪڏهن ميليٽس منهنجي خلاف اهڙو ڪو الزام هڻي ٿو. پر اي اٿينس واسيو! سچ ته اهو آهي ته منهنجو اهڙي علم سان پري جو به واسطو نه آهي. هتي موجود ماڻهن منجهان ڪيترائي ان جي شاهدي ڏيندا ۽ مان ڪين اهڙي اپيل به ڪندس، ته پوءِ اوهان آهي سيئي ڳالهايو جن مون کي گفتگو ڪندي ٻڌو آهي ۽ توهان ۾ ڪوڙ ئي اهڙا آهن ۽ پنهنجي پرسان ٻين ويٺلن کي به ٻڌايو ته اوهان ڪڏهن به مون کي انهن موضوعن تي ڪو هڪڙو اکر، فقرو يا جملو ئي سهي، ڳالهائيندي ٻڌو آهي؟... (ماڻهو سقراط جي حق ۾ شاهدي ڏين ٿا. سنڌيڪار)...

اوهان انهن جا جواب ٻڌا؟. ۽ مون تي لڳايل الزامن جي هن حصي جي جواب ۾ هي جيڪو چون ٿا پيا، ان مان ئي اوهان کي اها خبر پئجي ويندي ته مون تي لڳايل باقي الزامن ۾ به ڪيتري سچائي هوندي.

حقيقت ۾ انهن الزامن ۾ ذرو به سچ ڪونهي ۽ جيڪڏهن ڪنهن اوهان

کي ائين نہ پڙايو آهي تہ مان پاڙهيندو نہ آهيان ۽ ان جي بدلي في نہ وٺندو آهيان تہ اهو نہ نسوري ڪوڙ کان سواءِ پيو ڪجهہ نہ ناهي. پر ان هونديءَ بہ مان اهو چوانِ ٿو تہ واقعي جي ڪنهن وٽ اهڙو علم، هنر ۽ قابليت آهي تہ هو ٻين کي سيکاري سگهي ۽ انِ جي بدلي اجورو وٺي تہ پوءِ منهنجي خيال ۾ اهو هن لاءِ وڏو اعزاز آهي. ۽ اهڙا سافسٽ(5) آهن بہ. مثال طور ليونٽيم شهر وارو گورگياس، ڪوس جو پراڊيڪس ۽ ايلس جو هپياس. اهي شهرن ۾ هليا ٿا وڃن ۽ نوجوانن کي اهو بہ مڃائي ۽ ريجهائي ٿا وڃن جو هو پنهنجي شهر واسين جي ان سنگت کي بہ ڇڏي ٿا ڏين، جيڪا کين مفت ۾ پاڙهي ٿي ۽ هنن يارن سان اچي گڏجن ٿا، جن کي نہ رڳو في ڏين ٿا پر سندن ٿورائتا بہ هجن ٿا.

مون کي معلوم ٿيو آهي تہ اڄڪلهہ اسان جي شهر اٿينس ۾ پئروس کان آيل هڪ ڏاهو رهيل آهي. مون کي ان جي باري ۾ هپانيڪس جي پٽ ڪيلياس وٽان خبر پئي، جنهن سافسٽن تي خزانا لٽائي ڇڏيا آهن. هن کي ٻہ پٽ آهن. 'ڪيلياس' مون هن کان پڇيو، 'جيڪڏهن تنهنجا ٻئي پٽ ڪودڙا يا گابا هجن ها تہ اسان کي ڪنهن اهڙي ماڻهو جي ڳولها ۾ تڪليف نہ ٿئي ها، جيڪو سندن سارسنڀال لهي ها. اسان ڪنهن سيس يا هاريءَ کي ڪٺي وٺي اچون ها ۽ هو انهن کي سندن حساب ڪتاب مطابق سڪيا ۽ تربيت ڏئي هوشيار ۽ تيار ڪري ها. پر هينئر جيئن تہ هو انسان ئي آهن، سو تون سندن تربيت لاءِ ڪنهن ماڻهوءَ جي باري ۾ سوچيو آهي؟ ڇا سياسي ۽ سماجي وهنوارن ۽ انساني گڻن ۽ خصلتن جي سکيا لاءِ ڪو اهڙو ماهر آهي؟ تو ضرور ان جي باري ۾ سوچيو هوندو، ڇو تہ آخر تون بہ ٻن جو پيءُ آهين. ڇا اهڙو ڪوئي ماڻهو آهي؟- يا ڪونهي؟' 'نہ، نہ. اهڙو آهي' جواب ڏنائين. 'ڪير آ اهو' مون پڇيو. 'هن جو نالو ڇا آهي؟ ڪٿان جو آهي ۽ هن جي في ڪيتري آهي؟' 'هن جو نالو ايويناس آهي ۽ هو پئروس کان آيل آهي ۽ هن جي في پنج مينا آهي.' بختاور آهي ايويناس، مون دل ۾ چيو جيڪڏهن واقعي هن وٽ ڏاهپ ۽ فن آهي ۽ ايتري واجبي في ۾ پڙهائي ٿو، مان واقعي پاڻ پڙايان ۽ فخر ڪيان ها ڇي مون کي بہ اهڙي ڄاڻ هجي ها. پر حقيقت هيءَ آهي تہ مون وٽ اهڙي ڪا ڄاڻ ڪونهي.

توهان مان ضرور ڪو روڪي. مون ڪان ائين پڇندو 'پوءِ ڀلا سقراط تون آخر ڏنڌي ڪهڙي سان آهين؟ تنهنجي مٿان لڳايل تهمتون ۽ الزام آخر آيا ڪٿان؟ جي ڪم سان ڪم رکين ها تہ مڙيئي خير ٿي وڃي ها. پر ضرور اهڙي ڪا مختلف قسم جي ڳالهہ آهي، جيڪا تون ڪندو رهيو آهيان. ڇو تہ اهي افواهہ ۽ ڳالهين جي جيڪا پرمار ۽ ڇوٻڇو لڳي پئي آهي، ضرور تڏهن ٿي شروع ٿي آهي، جو تون ٻين عام ماڻهن وانگر نہ آهين. سو ٻڌاءِ تہ آخر انهن جو سبب آهي ڇا- تہ جيئن اسان توڏانهن بہ ٻي خيالا ۽ بي پرواهہ ۽ غافل نہ رهون ۽ پنهنجي ليکي ابهرا ٿي ڪجهہ ٻيو نہ سمجهي ويهون.' ۽ اهو بلڪل واجبي آهي بہ جي ڪو ائين پڇي ٿو. پوءِ مان ڪوشش ڪندس تہ اوهان کي اهي سبب ٻڌايان جن جي ڪري مون کي ڏاهو بہ سڏيو وڃي ٿو ۽ مون کي اها بدنام شهرت بہ ملي آهي، تہ پوءِ ڌيان سان ٻڌو. شايد توهان مان ڪو ائين سمجهي تہ مان يوڳ نڪاءُ ڪري رهيو آهيان، پر يقين ڪريو تہ مان جيڪي ڪجهہ چوندس، سو سمورو سچ ئي چوندس.

اي اٿينس جا باشندؤ! منهنجي ان شهرت جو ٻيو ڪوبہ سبب ڪونهي، سواءِ هڪ قسم جي ڏاهپ جي؛ جي اوهان مان ڪنهن پڇيو تہ ڏاهپ جو ڪهڙو قسم؟ تہ منهنجو جواب هوندو 'اها سنئين سڌي عام انساني ڏاهپ' جيڪا ئي انسان وٽ ٿي سگهي ٿي. جڏهن تہ اهي مهان ڏاها جن جو مون هينئر ذڪر ڪيو، انهن وٽ مافوق البشر ڏاهپ آهي، جيڪا عام انساني ڏاهپ ۽ شعور جي حدن کان ٻاهر آهي يا جنهن کي مان بيان ڪري نہ ٿو سگهان. ڇو تہ مون کي اهڙي قسم جي ڏاهپ بابت ڪا ڄاڻ ڪونهي ۽ جيڪڏهن ڪو چوي ٿو تہ مون کي آهي تہ هو ڪوڙ ٿو ڳالهائي ۽ مون کي بدنام ڪرڻ لاءِ ٿو ڳالهائي.(6)

معزز شهريو! مهرباني ڪري هن وقت منهنجي ڳالهائڻ ۾ رنڊڪ نہ وجهجو، جي ڪٿي اوهان کي ائين سمجهہ ۾ اچي بہ تہ مان ڪا اڏنگي ڳالهہ ڪري رهيو آهيان يا ٻتاڪ ٿو هڻان، پر مان جيڪا ڳالهہ چوندس سا منهنجي دليؤن جڙيل ناهي. آءٌ شاهدي طور اوهان کي هڪ اعتبار جوڳي هستي جو حوالو ڏيندس. مان پنهنجي ان ڏاهپ- جيڪڏهن واقع اها ڏاهپ آهي تہ- ۽ ان ڏاهپ جي نوعيت بابت شاهدي طور ڊيلفي جي ديوتا(7) کي پيش ڪيان ٿو.

توهان شيرفون کي تہ سچاتو. هو منهنجو بہ ننڍپڻ کان دوست هيو ۽ اوهان منجهان بہ گھڻن سان سنگت هيس، جو هو اوهان سان جلاوطني دوران بہ گڏ هيو ۽ واپس موٽي اچڻ مهل بہ. توهان کي خبر آهي تہ شيرفون هر ڪم ڪار ۾ ڪيڏو نہ تکڙو ۽ اُبهرو هيو. هو هڪ دفعي ڊيلفي ڏانهن ويو ۽ وڏي جرئت سان اپالو ديوتا کان سوال ڪيائين- مهرباني ڪري گوڙ نہ ڪيو، جيئن مون اڳ ۾ بہ اوهان کي عرض ڪيو- هن ان کان منهنجي باري ۾ پڇيو تہ 'ڇا سقراط کان وڌيڪ ڪو ڏاهو ڪو ماڻهو آهي؟' الهام ۾ جواب مليو تہ 'نہ، ٻيو ڪوبہ ڪونهي.' شيرفون تہ زنده نہ آهي، پر سندس ڀاءُ اڄ هتي عدالت ۾ موجود آهي ۽ هو انهيءَ ڳالهہ جي تصديق ڪندو.

مان اوهان کي اهو قصو ڇو ٻڌايو؟ رڳو ان ڪري جو مان اوهان کي پنهنجي بدنامي جو اصلي ڪارڻ ٻڌائڻ چاهيان ٿو. مون جڏهن اهو جواب ٻڌو تہ پنهنجو پاڻ کان پڇيم، 'ديوتا جو ان مان ڇا مطلب آهي؟ ان ٻرولي جي معنيٰ ڇا آهي؟ ڇو تہ مون کي پوري ريت خبر آهي تہ مان بلڪل ڏاهو نہ آهيان، ڪنهن بہ معاملي ۾ ٿورو يا گھڻو. پوءِ هن جي ان چوڻ جو مطلب ڇا آهي تہ مان سيني ماڻهن کان ڏاهو آهيان. جيئن تہ هو ديوتا آهي، سو پڪ سان هو ڪوڙ بہ نہ ٿو ڳالهائي سگھي، ڪيس قطعي طور ڪوڙ ڳالهائڻ ئي نہ گھرجي.' ڪو وقت تہ مان انجي معنيٰ تي سوچيندو رهيس. پر ڪجھہ ڪين وريو. نيٺ مان ان سوال کي آزمائڻ لاءِ، آخر هڪ طريقو ڳولي ئي ورتو. مون سوچيو تہ ڪنهن اهڙي ڏاهي کي ڳولي هٿ ڪيان، جيڪو مون کان وڌيڪ ڏاهو هجي. ۽ رڳو ائين ئي مان ديوتا کي ڪوڙو ڪري سگھان ٿو. سو، پوءِ وڃي ڪيس چوان 'اجهو هي آهي اهو ماڻهو جيڪو مون کان وڌيڪ ڏاهو آهي، پر تون تہ چيو پئي تہ مان سيني کان وڌيڪ ڏاهو آهيان.'

سو اهو خيال ڪري مان نڪري پيس ۽ هڪ اهڙي همراهہ وٽ وڃي پهتس، جنهن جي ڏاهپ جي ڏاڍي هاڪ هئي. جڏهن مون ان ماڻهو کي پرکيو- هن يار جي نالي ٻڌائڻ جي ڪا ضرورت ڪونهي، پر هو هڪ سياستدان هيو- تہ منهنجي تجربي ڪجھہ هيئن ٻڌايو: مون جڏهن هن سان گفتار شروع ڪئي تہ مون کي لڳو تہ جيتوڻيڪ هو ٻين گھڻن لاءِ ڏاهو هيو ۽ خاص ڪري پنهنجيءَ پَر ۾ پاڻ کي مها ڏاهو پئي سمجھيائين، پر اصل ۾ ڏاهو

هيوئي ڪونہ. ۽ پوءِ جڏهن مان هن کي اهو ٻڌائڻ ۽ سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي تہ جيتوڻيڪ هن پنهنجو پاڻ کي ڏاهو پئي ڄاتو، پر حقيقت ۾ هو ڪونہ هيو تہ نتيجو ڇا نڪتو تہ اٿلندو هو مون تي ڪاوڙجي پيو ۽ مون کان نفرت ڪرڻ لڳو ۽ ٻيا جيڪي اتي موجود هئا، تن منجهان بہ ڪيترائي منهنجا دشمن بنجي پيا. خير مان هن کان موڪلائي موٽڻ لڳس. مون دل ۾ چيو: مان هن کان وڌيڪ ڏاهو آهيان. اصل ۾ حقيقت تہ هيءَ آهي تہ اسان ٻنهي مان ڪنهن کي بہ سونهن ۽ سٺائي بابت ڪا ڄاڻ ڪونهي پر هو سمجهي ٿو تہ هو ڄاڻي ٿو تہ جڏهن حقيقت ۾ هو ڪجهہ نہ ٿو ڄاڻي. جڏهن تہ مان نہ ئي ڄاڻان ٿو ۽ نہ ئي اهو سمجهان ٿو تہ مان ڪو ڄاڻان ٿو. سو مان ان خسيس فرق ڪري ئي هن کان ڏاهو آهيان تہ: مان اهو ڄاڻان ٿو تہ مان ڪجهہ بہ نہ ٿو ڄاڻان.

ان کان پوءِ مان ٻئي همراهہ وٽ ويس، جنهن اڳين کان بہ وڌيڪ ڏاهي هجڻ جي دعوٰي پئي ڪئي. ۽ مون کي وري بہ ساڳيو تجربو ٿيو. رهندو سهندو هڪ ٻيو دشمن بہ پيدا ڪري ورتم ۽ ان سان گڏ ڪيترائي ٻيا بہ. ان بعد مان هڪ ڪانپوءِ ٻئي وٽ ويندو رهيس. جيتوڻيڪ سمجهيم پئي تہ ائين ڪندي، مون پنهنجي لاءِ وڏي دشمني پيدا ڪري ورتي آهي. اهڙي صورتحال ۾ مان ڪنهن پَلَ ۾ دلگير بہ پئي ٿيس تہ خوف ۽ ڏک بہ پئي ٿيو، پر مون سوچيو تہ اهو منهنجي مٿان لازم آهي تہ ديوتا جي الهام کي اهميت ڏيان. مون دل ۾ چيو: مون کي انهن سڀني وٽ وڃڻ گهرجي. جيڪي بہ ڄاڻ جي دعوٰي ڪن ٿا ۽ الهام جي معنٰي ڳولي ڪڍجي. ۽ مان توهان آڏو قسم سان ٿو چوان تہ اي اٿينس واسوا- مون کي ڪتي جو قسم آ(8)- ڇو تہ مونکي، اوهان کي سچ ئي ٻڌائڻ گهرجي، مون کي ڪجهہ هيئن تجربو ٿيو:

پنهنجي جاچ جوچ دوران مون ڏٺو تہ جن پنهنجي مهاڏاهي هجڻ جي دعوٰي پئي ڪئي. سي تسورا چٽ نڪتا. جڏهن تہ اهي جن جي هاڪ تہ گهٽ هئي، پر انهن وٽ اڃا سرس ڄاڻ ۽ ذهانت هئي. مان اوهان کي پنهنجن انهن مسافرين جا احوال ڏيندس، جن کي مان "هرڪولس وارا پورهيا" چوندس. ڇو تہ مون اهي جاکوڙن ۽ رولهڙا ان ڪري ئي ڪيا تہ جيئن ان الهام جي سچائي ۾ باقي ڪو شڪ شبهو نہ رهي. سياستدانن کان پوءِ مان شاعرن وٽ ويس. مرثيا لکندڙ، دلڪش ۽ جذباتي گيت ۽ ٻين سمورن قسمن جي شعر

لکندڙن وٽ: مون اهو پئي سوچيو ته چاڻ ئي مان پڌرو ٿي پيس. ڇو جو مان ان معاملي ۾ اڻ ڄاڻ هئس. مان سندن شعرن منجهان ڪجهه اهڙا چونڊي کنيا، جيڪي انهن وڏي محنت سان لکيا هئا ۽ ڪائنن انهن جي معنيٰ پڇيم، اها به اميد رکيم ته، انهيءَ بهاني سان ساڳئي ئي وقت ڪجهه سکي پوندس. توهان مون تي يقين ڪندؤ؟ صاحبو! مان اوهان کي سچ ٻڌائيندي به ڏاڍو لڄي ٿيو ٿيان(1). پر مون کي ضرور ٻڌائڻ گهرجي. اتي موجود سيئي ماڻهو، سواءِ ڪو هڪ اڌ جي، انهن شعرن جي معنيٰ ۽ مطلب شاعرن کان وڌيڪ بهتر سمجهائي سان سنمجهائي سگهيا. مون اهو محسوس ڪيو ته اهي پنهنجا شعر پنهنجي ڄاڻ ۽ ڏاهپ جي بنياد تي نه ٿا لکن، پر ذات يا الهام جي بنياد تي. جيئن ڪيترائي اولياءَ ۽ پيغمبر، جيڪي ڪيترين ئي نصيحتون ۽ حڪمت ڀريون سهڻيون سهڻيون ڳالهيون چوندا ته آهن، پر ڪين انهن ڳالهين جي معنيٰ جي خبر به نه هوندي آهي. مون کي شاعرن جي حالت به ڪجهه اهڙي ئي ڏسڻ ۾ آئي. مون اهو به ڏٺو ته هو پنهنجي شاعريءَ جي بنياد تي، ٻاڻ کي ڪيترين ئي ٻين موضوعن ۽ مضمونن ۾ به مهاڏاهو ۽ ڪامل سمجهڻ لڳا هئا. جيتوڻيڪ ڪين انهن ميدانن ۾ ذري جي به ڄاڻ ڪونه هئي. سو مان اتان به اتي روانو ٿيس. اهو سمجهندي ته مان انهن کان مٿانهون آهيان ۽ انهن ئي سببن جي ڪري، جن جي بنياد تي مان سياستدانن کان مٿانهون هيس.

آخر مان هنرمند ۽ ڪاريگرن وٽ ويس. مون پوري ريت ڄاتو پئي ته مون کي انهن ميدانن ۾ ڪا ڄاڻ ڪانهي ۽ پڪ هيم ته هن ڪيترين ئي بهتر شيون ڄاتيون پئي. هن ڀيري ته مون کي اهو يقين هيو ته مان ڀليل نه آهيان ڇو ته هن کي گهڻين اهڙين ڳالهين جي خبر هئي جن کان بلڪل اڻ واقف هيس ۽ انهيءَ ڪري هو مون کان وڌيڪ ڏاها به هئا. پر جيوري جا صاحبو! سڀني ڪاريگرن ۾ اهائي خرابي هئي، جيڪا شاعرن ۾ هئي: انهن مان هر هڪ جيئن ته پنهنجي فن ۾ ماهر هيو، ان ڪري اهو به پئي سمجهيائين ته ٻين تمام اهم ميدانن ۾ ۽ ڏنڌن ۾ به ماهر آهي، جن سان سندس واسطو به نه هيو. سندن ان خامي، انهن جي اصلي ۽ حقيقي ڏاهپ کي به لڪائي، غير اهم پئي ٻڻائي ڇڏيو. مان پنهنجي اندر کان پاڻ ئي ان الهام جي پاران پڇيو: ڇا مان جهڙو به آهيان اهڙوئي هجان، نه ئي ڏاهو انهن جهڙي ڏاهپ سان ۽ نه ئي اڻڄاڻ انهن جهڙي

اڻڄاتائي سان، يا انهن وانگر اهي ٿيئي هجن. (يعني هجان نادان، سڏايان داناءَ).
۽ منهنجي اندز مون کي ۽ ان الهام کي اهو جواب ڏنو ته منهنجي لاءِ اهوئي
بهتر آهي ته مان جهڙو آهيان، اهڙو ئي رهان.

منهنجا سائين! منهنجي ان پڇاڳاڇا ۽ تحقيق منهنجي لاءِ بدترين ۽
خطرناڪ دشمن پيدا ڪيا آهن ۽ وڏي بدنامي به ملي اٿم. ۽ مون کي ڏاهو
سمجهيو ٿو وڃي، جو منهنجي ٻڌندڙن سدائين ائين ٿيئي سمجهيو آهي ته مون
وٽ اهو ڏاهپ آهي، جيڪا مون سان بحث ۽ گفتگو ڪندڙن ۾ کٽل آهي ۽
جنهن جي بنياد تي مان سندن ڏاهپ جي معنلي کي ڪوڙو ڪري سندن ناداني
ظاهر ڪري ٿو وجهان. پر اٿينس واسيو! سچ ته اهو آهي ته ڏاهو فقط خدا ئي
آهي ۽ هن جي ان الهام يا اشاري جو مطلب اهوئي هيو ته 'انساني ڏاهپ جي
حيثيت ۽ وقعت ٿوري يا ڪجهه به ناهي.' جڏهن هو چوي ٿو ته هي سقراط-
ته منهنجو نالو رڳو مثال طور استعمال ڪري ٿو. ڄڻ هيئن چوندو هجي ته:
'اي انسانو! اوهان ۾ اهو سڀني کان ڏاهو آهي، جيڪو سقراط وانگر اهو ڄاڻي
ٿو ته ڏاهپ جي نسبت ۽ حوالي سان هو بلڪل بيڪار ۽ ڪجهه به نه آهي.' ۽
ان ڪري مان ان الاهي فرمان جي فرمانبرداري ڪندي، اڃا به پنهنجي تحقيق
جاري رکيو اچان ۽ چوڌرد دنيا ۾ اهڙن انسانن جي ڳولا ۾ آهيان. جيڪي ڏاها
ليکجن ٿا. پوءِ ڀلي اهي هتان جا شهري هجن يا پرديسي، مان سندن ڏاهپ کي
پرکيان ٿو ۽ جي هو ڏاهو نه آهي ته پوءِ ان غيب جي ڪلام جي سچائيءَ کي
ثابت ڪندي، کيس ٻڌايان ٿو ته هو ڏاهو نه آهي. پنهنجي ان ڪرت ۾ مان
ايترو ته مشغول رهان ٿو جو نه ئي مون کي وقت آهي ته عام خلق جي ڪنهن
وهنوار ۾ هجان، يا ڪٿي پنهنجي ئي ڪا سنڀال لهان ۽ خيال رکان. سو خدا جي
بندگي ۾ هجڻ جي ڪري ئي اهڙي انتهائي غربت واري حال ۾ آهيان.

منهنجي بدنامي ۽ ناپسنديدگي جو هڪڙو پيو به سبب آهي: اهو اِهو ته
شاهوڪار پيئرن جا نوجوان پٽ، جيڪي مون سان سنگت ڪن ٿا، سي پنهنجي
مرضيءَ سان ئي مون ڏانهن اچن ٿا. چو ته کين واند ڪافي به گهڻي آهي ۽
جڏهن هو ماڻهن کان سوال جواب ۽ پڇا ڳاڇا ٿيندي ڏسن ۽ ٻڌن ٿا ته ڏاڍو
خوش ٿين ٿا ۽ مزو وٺن ٿا. ايتري قدر جو هو اڪثر منهنجي آهل ڪن ٿا ۽
وڃي ٻين کان ان ئي انداز ۾ آڏي پڇا ۽ سوال جواب ڪن ٿا. هنن کي پنهنجي

ان شغل لاءِ ڪوڙ اهڙا همراهہ هٿ لڳي تا وڃن. جيڪي پنهنجي پر ۾ تہ وڏا ڏاها آهن، پر ڄاڻن ڪجهہ بہ نہ ٿا. ۽ اهي همراهہ جن سان هو بحث مباحثو ۽ سوال جواب ڪن ٿا، سي پنهنجو پاڻ تي ڪاوڙ ڪائڻ بدران، آئلندو مون تي ڪاوڙجي ٿا پون. چئي: 'اها برائي، اها نہ جيڪا وبا سقراط نالي سان آهي، تنهن ئي نوجوانن کي بگاڙيو آهي.' ۽ جڏهن ڪو هنن کان پڇي ٿو تہ پلا هو ڪين بگاڙڻ لاءِ ڪري ڇا ٿو، سيکاري ڇا ٿو تہ اتي سندن وات سبجي ٿا وڃن چو تہ اهو تہ ڪين سمجهہ ۾ ئي نہ ٿو اچي. پر ان ڪري جو پچندڙ مثان اهو سمجهي ۽ سهي ڪري وڃي تہ ياز اچي ڦاٿا ۽ سوڙها ٿيا آهن، سو اگ ۾ ئي نهيل نڪيل الزام، جيڪي سپني فلسفين لاءِ هميشه ڪان تيار ٿيا پيا هوندا آهن، سي ورجائڻ شروع ٿي ويندا آهن تہ "آسمان جي اوچاين ۽ ڌرتي جي گهراين ۽ انهن جي ڳجهن ۾ هٿ ٿو هٿي" "خدائن کي نہ ٿو مڃي"، "خراب ڳالهين کي بہ ائين ٿو ٺاهي وجي جو اهي سٺيون ٿيون لڳن." پر هو ڪڏهن بہ اها سچي نہ ٿا ڪن تہ سندن نام نهاد ڏاهپ ظاهر ٿي پئي آهي، سگ سوڌي چور جيان پڪڙجي پيا آهن- اهڙا همراهہ آهن بہ گهڻا ۽ برجستا ۽ شوخ بہ آهن، جن پنهنجن ترڪتالن، چاپلوسي ۽ رنگ ڍنگ سان منهنجي خلاف ڪٺي جنگ جوٽي آهي. ۽ ڪنهن وقت ڪان وٺي، منهنجيءَ ڳلا سان اوهان جا ڪن پريا اٿائون. ۽ انهن سڀن ڪري ئي ميلٽيس، اينٽيس ۽ لائڪون منهنجي خلاف ٿي بيٺا آهن.

ميليٽس مون سان جهيڙڻ آيو آهي شاعرن جي پاران، اينيٽس ڪاريگرن ۽ سياستدانن جي پاران ۽ لائڪون مقررن جي پاران. ۽ جيئن مون شروعات ۾ بہ چيو تہ منهنجي لاءِ اهو ڏاڍو ڏکيو آهي جو هيترين سارين تهمتن ۽ بدنامين ڪان، هٿ ٿوري وقت ۾ جند ڇڏائي سگهان. اٿينس واسيو! اهوئي سچ ۽ سمورو سچ آهي. مون ڪنهن بہ ڳالهہ تي ڪک نہ رکيا آهن، ڪجهہ بہ نہ لڪايو آهي. مان ڄاڻان ٿو تہ منهنجي ان ئي رويي، ان بنا رک رکاءَ جي ڳالهائڻ، منهنجي خلاف نفرت پيدا ڪئي آهي. ۽ انهن جي اها نفرت ئي ان جو ثبوت آهي تہ جيڪي ڳالهايان ٿو سو سچ ئي آهي- انهيءَ ڪري ئي منهنجي بدنامي ٿي آهي ۽ ان جا سبب بہ آهي ئي آهن، جيڪي مون ٻڌايا. توهان هاڻي يا مستقبل ۾، جڏهن بہ جانچ ڪئي تہ توهان کي اهي ئي ساڳيا سبب معلوم ٿيندا.

مون کي پنهنجن پراڻن الزامن لڳائيندڙن طرفان لڳايل الزامن جي جواب ۾ بس اهوئي چوڻو هيو. هاڻي مان پوين الزام هڻندڙن جي الزامن جا جواب ڏيندس. انهن جو مک ميليٽس آهي، جيڪو پنهنجو پاڻ کي اصول پرست ۽ سچو محبِ وطن سڏائي ٿو. مان هن کي به جواب ڏيڻ جي ڪوشش ڪندس. اچو ته هڪ دفعو وري هنن پاران عدالت ۾ داخل دستاويز پڙهي ڏسون ته ڇا ٿا چون، ڇڻ هي بلڪل نوان ۽ بيا الزام لڳائيندڙ ٿي آيا آهن. ان ۾ ڪجهه هيئن چيل آهي 'سقراط نوجوانن کي بگاڙڻ جو ڏوهاري آهي. هو رياست جي موجوده ديوتائن کي نٿو مڃي، پر پنهنجا نوان ديوتا ٺاهيا اٿس' اهڙي ٺي قسم جا الزام آهن. هاڻي اچو ته انهن جو لفظ به لفظ جائزو وٺون.

هو چوي ٿو ته مان نوجوانن کي بگاڙڻ جو ڏوهاري آهيان. پر معززو! مان چوندس ته ميليٽس ڏوهي آهي. ان ڪري ته هو معاملن ۾ ڏيکاءُ طور پاڻ کي سنجيده ظاهر ڪندو آهي، پر اصل ۾ مسخري ڪندو آهي. هو ماڻهن کي هروڀرو عدالت ۾ گهليندو آهي ۽ انهن ڳالهين ۽ معاملن ۾ وڏي چاهه ۽ اُتساهه جو ڏيکاءُ ڏيندو آهي، جن لاءِ هن- سچ ته ڪڏهن به، ذرو به خيال ۽ چاهه ڪونه ڏيکاريو آهي. ۽ مان ثابت ڪندس ته واقعي اهو ائين آهي.

ميليٽس، هيڏانهن منهنجي سامهون اچي بيهه ۽ مونکي هن سوال جو جواب ڏئي. ڇا توکي واقعي انجو ڏاڍو اونو آهي ته اسان جا نوجوان بهتر کان بهتر هجن؟

هائو مونکي آهي.

ته پوءِ پهلا جج صاحبن کي ٻڌايو ته انهن جو سڌاريندڙ ڪير آهي؟ ظاهر آ ته توکي ته خبر هوندي، توکي انهن جو اونو جو آهي. ۽ جيئن تون چوين ٿو ته تون ان همراهه کي به ڳولي لڌو آهي- يعني مونکي- جيڪو کين بگاڙي ٿو ۽ مون کي هتي عدالت ۾ ڇڪايو به اٿئي ۽ الزام به لڳايا اٿئي. ڪُجِ پهلاِ ۽ ججن کي ٻڌاءِ ته سندن سڌاريندڙ ڪير آهي؟ (ميليٽس ائين ڪجي جيئن پيت)... .... ميليٽس، ڏسندو وڃجان تو واري وات کي مهر لڳي وئي آهي. ڇو ته تو وٽ چوڻ لاءِ ڪجهه آهي به ته ڪونه. ڇا تنهن جي اها چپ، تنهن جي لاءِ شرم جي ڳالهه ۽ منهنجي لاءِ مناسب ثبوت نه تيندو، ان ڳالهه جو جيڪا مون اڳ به چئي ته توکي هن معاملي سان حقيقت ۾، ڪوبه چاهه

ڪونهي. منهنجا پيارا پڌاءِ نہ تہ اسان جي نوجوانن جو سڌاريندڙ ڪير آ؟

قانون.

پر منهنجا سائين! اهو تہ منهنجي سوال جو جواب ئي ناهي. مون ائين پئي پڇيو تہ اهو ڪهڙو 'ماڻهو' آهي؛ سو پڌاءِ تہ اهو ڪهڙو ماڻهو آهي، جيڪو قانون ڄاڻي ٿو؟

'هي جج صاحب سقراط- جيڪي هتي عدالت ۾ موجود آهن.'

تنهنجي چوڻ جو مطلب ڇا آهي؟، ميليٽس اِهي نوجوانن کي پاڙهي ۾ سنڌاري سگهن ٿا؟

هائو يقيناً.

ڇا اهي سيئي يا انهن مان ڪجهہ ڇڙا ۾ پيا نہ.

اهي سيئي

تو تہ سٺي خبر ٻڌائي ڇڏي! پوءِ تہ هتي سڌاريندڙن جا انبوهہ لڳي ويا. پلا تنهنجو هنن حاضرين جي باري ۾ ڇا خيال آهي؟ ڇا اهي بہ کين سڌارين ٿا؟

اهي بہ کين سڌارين ٿا.

۽ پلا ڪائونسلر / سينيٽر بہ؟

هائو اهي بہ.

پوءِ شايد اسيمبلي ميمبر کين بگاڙين ٿا - يا اهي بہ کين سڌارين ٿا؟

اهي بہ کين سڌارين ٿا.

پوءِ اِهو ائين ٿو لڳي تہ چڻ سڄو ائٿينس نوجوانن کي سڌاري ۾ سُلجهائي ٿو، سواءِ منهنجي. مان اڪيلو ئي آهيان، جيڪو کين بگاڙيان ٿو. ڇا تنهن جو مطلب اهو آهي؟

منهنجو مطلب بلڪل اهوئي آهي.

ڪيڏا نہ برا نصيب ڇٽا منهنجا! هاءِ هاءِ! ميليٽس تو تہ مهنجي وڏي ۾ وڏي بدنصيبي ڳولي ورتي. خير- مون کي پلا هن سوال جو جواب ڏي: ڇا تنهن جي خيال ۾ اهو گهوڙن تي بہ لاڳو ٿئي ٿو تہ انهن کي سمورا ماڻهو سڌارين ٿا ۽ رڳو هڪڙو ڇٽو ئي انهن کي بگاڙي ٿو؟ ڇا سچ ان جي بلڪل ابتڙ نہ آهي؟ اهو هي تہ هڪ ڇٽو يا ڪي ٿورا ڇٽا، انهن کي سڪيا ڏيندڙ (سيس) هوندا آهن. جڏهن تہ اڪثريت ماڻهن جي، جن کي اهي استعمال ۾

ڪم ڪار لاءِ ڏنا وڃن ته اهي انهن کي بگاڙي ڇڏيندا. ڇا ميليٽس اهو ائين ناهي، پوءِ ڪٿي گهوڙا هجن يا ڪي ٻيا جانور؟- يقيناً اهو ائين ئي آهي، ڀلي ڪٿي ”تون ۽ اينيٽس ’ ها‘ ڪيو يا ’نه‘. سچ پچ ته نوجوانن جي اها ڪيڏي نه خوشنصيبي ڇٻي، جي ڪين بگاڙڻ وارو رڳو اڪيلو، هڪڙو سڙ هجي، جڏهن ته ٻئي پاسي ڪين سڌارڻ لاءِ ساري دنيا هجي!

ميليٽس، تو بلڪل واضح ڪري ڇڏيو ته تون نوجوانن لاءِ هڪ گهڙي لاءِ به نه سوچيو آهي، تنهنجي لاپرواهي ان مان ئي ظاهر آهي ته تون انهن ڳالهين بابت به لاپرواهه آهين، جن جي بنياد تي تون مون کي هتي عدالت ۾ وٺي آيو آهين.

۽ هاڻي مان توکان هڪ ٻيو سوال پڇندس- ميليٽس خدا کي مڃ ڏيان ڏئي ٻڌ: ڇا ڪنهن ماڻهوءَ لاءِ اهو بهتر ٿيندو ته هو سٺن شهرين سان گڏ رهي يا خراب ۽ مڪار شهرين جي وچ ۾ هجي؟- ٻڌاءِ منهنجا سائين! مون توکان ڪو ڏکيو سوال نه پڇيو آهي. ڇا ڀنهنجي پاڙيسرين سان، سٺا ماڻهو سٺائي ۽ بڇڙا ماڻهو بڇڙائي سان پيش نه ٿا اچن؟

بيشڪ.

۽ ڀلا اهڙو ڪو انسان هوندو، جيڪو ائين چاهيندو هجي ته هن جا سنگتي ڪيس فائدي بجاءِ جوکو رسائين؟ منهنجا مٺا دوست جواب ڏي، ڇو ته قانون توکي جواب ڏيڻ لاءِ پابند ڪري ٿو. ڇا اهڙو ڪو آهي، جيڪو ائين چاهي ته ڪيس نقصان رسي؟

نه، بلڪل نه.

۽ ڀلا، جڏهن تون مون تي الزام هڻين ٿو ته آءٌ نوجوانن کي بگاڙيان ۽ خراب ڪيان ٿو، ته تنهنجو ڇا مطلب آهي ته آءٌ اهو ڄاڻي واڻي ڪيان ٿو يا اڻڄاڻائيءَ ۾؟

بلڪل اهو سڀ ڪجهه ڄاڻي واڻي ڪرين ٿو.

ميليٽس پوءِ ان جو مطلب ڇا ٿيو؟ ڇا تون ڀنهنجي ننڍي عمر ۾ ئي ايترو سياڻو آهين، جو اهو سچ سمجهي سگهين ٿو ته سٺا ماڻهو ڀنهنجي سنگت سان سٺائي ۽ بڇڙا ماڻهو ساڻن بڇڙائي ڪن ٿا ۽ مان ڇڻ ته اُس ۾ وار اڇا ڪيا هجن. جو ڀيرسنيءَ ۾ به ايترو ته اونداهي ۽ جهالت ۾ هجان، جو اهو به

سمجهي نٿو سگهان تہ مان جنهن سنگت سان گڏ آهيان، ان کي جي جوکم رسايم تہ اهي بہ موٽ ۾ مونکي نقصان پهچائي سگهن ٿا. ۽ جهالت جي اها انتها ڇٽبي جو، تنهنجي چواڻي تہ اهو سڀ ڪجهہ ڄاڻي واڻي وينو ڪيان: يلا راڻا!- ميليٽس، تہ ئي مان ۽ نہ ئي ڪو ٻيو تنهنجي اهڙي سوچ ۽ ڳالهہ تي پتِ ڪندو. يا تہ مان نوجوانن کي بگاڙيان ئي ڪونہ ٿو يا جيڪڏهن ڪين بگاڙيان ٿو تہ پوءِ اهو اڻڄاڻائيءَ ۾ ئي ڪيان ٿو. ۽ تون ٻنهي صورتن ۾ ڪوڙو ٿئين. هاڻي جيڪڏهن مون انهن کي اڻڄاڻائيءَ ۾ بگاڙيو آهي تہ قانون توکي ان جي اجازت نہ ٿو ڏئي تہ ماڻهن کي اڻڄاڻائيءَ وچان ٿيل غلطين جي ڪري ڪين عدالت ۾ وٺي اچجي. پر ڪين پنهنجي منهن وٺي وڃي سمجهائجي، سيکارجي ۽ سڌرڻ ڪمن لاءِ تاڪيد ڪجي. ڇو تہ جيڪڏهن مون کي بہ سٺي نموني سمجهايو وڃي ها تہ مان بہ اهي ڪم ڇڏي ڏيان ها، جيڪي مون کان اڻڄاڻائي وچان سرزد پئي ٿيا آهن. پر تون تہ مون سان ملڻ ئي نہ چاهيو آ ۽ نہ ئي مون کي سمجهايو ۽ سيکاريو، پر هتي عدالت ۾ ڇڪايو اٿئي، جيڪا سيکارڻ ۽ سڌارڻ جي نہ، پر سزا ڏيڻ جي جاءِ آهي.

اي اٿينس جا رهواسيو! مون جيڪو اڳ پئي چيو سو نيٺ سچ ئي نڪتو تہ: ميليٽس کي هنن معاملن سان، گهٽو يا ٿورو، اصل ڪو چاهہ ئي ڪونهي. پر ميليٽس! ان هوندي بہ مان اجا بہ ڄاڻڻ چاهيندس تہ مان آخر ڪهڙي حساب سان نوجوانن کي بگاڙيان ٿو. منهنجي خيال ۾ جيئن تنهنجي بيان مان ظاهر آهي تہ، مان انهن کي اهو سيکاريان ٿو تہ اهي انهن ديوتائن کي نہ مڃين، جن کي رياست مڃي ٿي، پر ٻين نون ديوتائن کي مڃين- تون اهو ئي ٿو چوين نہ تہ، مان ڪين اهو سيکاري بگاڙيان ٿو؟

ها، مان بلڪل اهو ئي ٿو چوان.

تہ پوءِ ميليٽس، توکي انهن ئي ديوتائن جو قسم، جن جي باري ۾ اسين ڳالهائي رهيا آهيون، مون کي ۽ عدالت سڀوري کي سولي نموني ۾ سمجهاءِ تہ تنهنجو مطلب ڇا آهي؟ ڇو تہ مان اجا تائين اهو نہ سمجهي سگهيو آهيان تہ تون ائين ٿو چئين تہ مان اهو پرچار ڪري رهيو آهيان تہ ڪجهہ ديوتا آهن. ان جو مطلب تہ منهنجو ديوتائن ۾ يقين آهي ۽ مان بلڪل دهريو نہ آهيان- تون منهنجي خلاف اهڙو الزام هنيو بہ نہ آهي- پر تون صرف اهو چئين

ٿو تہ اهي ديوتا ساڳيا نہ آهن، جن کي رياست مڃي ٿي پر ٻيا آهن- پوءِ مون
تي الزام رکيو اهو بيهي ٿو تہ مان پڻ نون ديوتائن کي مڃان ٿو. يا تنهنجو
مطلب اهو آهي تہ مان ديوتائن کي مورڳو مڃان ئي ڪونہ ٿو ۽ ماڻهن کي بہ اهو
سيکاريان ٿو.

'منهنجو مطلب اهو آهي، جيڪو توهان آخر ۾ چيو تہ، تون ديوتائن جي
وجود جو ئي انڪاري آهين'.

'او عجيب مخلوق ميليٽس! تون ائين ڇا جي ڪري ٿو چئين؟ ڇا
تنهنجو مطلب اهو آهي تہ مان ائين نہ ٿو مڃان، جيئن عام طور سڀ انسان
ذات مڃي ٿي تہ سج ۽ چنڊ ديوتا آهن؟'

زيوس ديوتا جو قسم! ججن صاحبان، هي ائين نہ ٿو مڃي، هي چئي ٿو
تہ سج پٿر جو ٽڪرو آهي ۽ چنڊ مٽيءَ جو.

منهنجا پيارا ميليٽس! خبر پوئي ٿي تہ تون اهي الزام ائين هڻي رهيو آهين
ڄڻ تون اناڪسا گورس (9) تي مقدمو داخل ڪيو هجي ۽ اهو تنهنجي آڏو
بيٺو هجي. ڇا تون ججن جي باري ۾ ايڏو خراب ٿو سوچين ۽ اهو سمجهين ٿو
تہ اهي ايڏا تہ جاهل آهن جو انهن ڪلازومينيءَ جي باشندي اناڪسا گورس جا
ڪتاب نہ پڙهيا هجن، جيڪي اهڙي قسم جي ڳالهين سان ڀريا پيا آهن. ۽ اهو
تہ نوجوانن کي وري اهو سڀ ڄڻ مان سيکاريندو هجان. جڏهن تہ هو ڪهڙي
بہ وقت، وڌ ۾ وڌ هڪ مينا ڏئي، اهي ڪتاب مارڪيٽ مان خريد ڪري پڙهي
سگهن ٿا. ۽ پوءِ سقراط تي ٺٺوليون ڪندا جي هن اهڙين اڻوکين ڳالهين جي
ايجاد جي دعويٰ ڪئي. توکي زيوس ديوتا جو قسم ميليٽس! ڇا تون
منهنجي باري ۾ ائين ٿو سمجهين تہ مان ڪنهن بہ ديوتا ۾ يقين نہ ٿو رکان؟

مونکي زيوس ديوتا جو قسم! تہ تون ڪنهن بہ ديوتا کي نٿو مڃين،
اصلي ذرو بہ نہ.

ميليٽس! توتي ڪوبہ يقين ڪونہ ڪندو ۽ مونکي پڪ آهي تہ توکي
پنهنجو پاڻ تي بہ يقين ڪونهي.

اي ايٿنس جا باشندؤ! مونکي هي همراهہ بلڪل ايائو ۽ ڇڙواڳ ٿو
لڳي. هن هيءَ بيان رڳو پنهنجي اڻنگائپ، اڀيلائپ ۽ اڙٻنگ جواني جي جوش
وچان ڏنو آهي. لڳي ٿو هن منهنجو امتحان وٺڻ لاءِ هڪ آزمائش يا پرولي

گهڙي هجي ۽ پوءِ پنهنجي دل ۾ چيو هجي:

”جا اهو نامز نهاد ڏاهو سقراط سمجهي ويندو ته مان رڳو مذاق ڪيان ٿو ۽ رونشي خاطر هڪ ڳالهه ۽ پوءِ وري ٻي ڳالهه ڪري، پاڻ ڪي پاڻ ئي رد ڪيان ٿو. يا مان ڪيس ۽ ٻين حاضرين کي ائين ٻوڳن ئي ٻوڳن ۾ ٺڳي ويندس؟“ ڇو ته هيءَ شخص مون تي لڳايل الزامن ۾، پاڻ ڪي پاڻ ئي رد ڪندو نظر اچي ٿو. ڇڻ چوندو هجي ته ”سقراط ديوتائن کي نه مڃڻ جو نه، پر انهن کي مڃڻ جو ڏوهاري آهي.“ ۽ اهڙو بيان بلڪل هڪ گستاخي آهي.

”او اٿينس واسيو! اچو مون سان گڏجي اوهين ٻسيئي ته ڏسو ته هي ڪيئن نه پنهنجو پاڻ کي رد ڪري ٿو. ۽ ميليٽس، تون جواب ڏيندو هلجان. مان اوهان ٻڌندڙن کي وري به ياد ڏياريان، جيئن مون منڍ ۾ به چيو ته، گوڙ نه ڪجو، جي مان پنهنجي ان انداز ۾ ڳالهايان، جنهن جو مان هيراڪ آهيان.

ميليٽس! ڇا ڪو اهڙو ماڻهو آهي، جيڪو انساني معاملن جي وجود ۾ ته ايمان رکي، پر انسانن جي وجود ۾ نه؟.... (حاضرين گوڙ ڪن ٿا).... ... ڇڏيو هن کي ته هو جواب ڏئي ۽ توهان گهڙيءَ گهڙيءَ وچ ۾ هڳدا هٽي، هن کي رنڊ ڪائڻ جو اعتراض ڪرڻ نه ڏيو. ڀلا ڪو اهڙو آهي، جيڪو گهوڙن سان لاڳاپيل معاملن ۾ ته يقين رکي پر گهوڙن ۾ نه؟ يا بانسري جي سُرن ۾ ته يقين ڪري پر باسري وڄائيندڙ جي وجود کي نه مڃي؟ نه منهنجا دوست- مان ئي ڪٽي توکي به ۽ عدالت کي اهو جواب ڏيان. جي تون نٿو ڏين. چڱو ڀلا هاڻي هن سوال جو جواب ڏي. ڇا ڪو اهڙو ماڻهو آهي جيڪو روحاني ۽ خدائي ڳالهين ۾ ته يقين رکي، پر روحن ۽ خدائن ۾ نه؟

”نه اهڙو ڪوبه نه آهي“

ڀلا ڀاڳ منهنجا. جو تو جواب ته ڏنو پوءِ ڪٽي ارهو ئي، عدالت جي چوڻ تي ئي. هاڻي تون جيئن چوين ٿو ته مان روحاني ۽ خدائي ڳالهين ۾ ايمان رکان ٿو ۽ ائين پرچار به ڪيان ٿو. پوءِ ڀلي اهي نيون هجن يا پراڻيون ان سان ڪو فرق نه ٿو پوي پر آخر آهن ته روحاني ۽ خدائي نه. ۽ تنهنجي ئي بيان مطابق مان انهن ۾ يقين رکان ٿو. ۽ سچ پچ تون پنهنجي تهمت نامي ۾ قسم تي اها ڳالهه چئي آهي. سو جي مان روحاني ۽ خدائي معاملن ۽ عملن ۾ ايمان رکان ٿو ته پوءِ مان لازمي طور روحن ۽ ديوتائن تي به ايمان آڻيندو هوس؟ ڇا

اهو صحيح ناهي؟- يقيناً ائين ئي آهي. ۽ مون کي ائين ئي سمجهڻ گهرجي. تـه تنهنجي خاموشي جو مطلب رضامندي آهي. ڀلا روح يا ديوتا (DEMI-GODS) ڇا آهن؟ ڇا اهي خدا يا خدائن جا پٽ نـه آهن؟- ها يا نـه؟

هائو اهي آهن:

تـه پوءِ جيئن مون چيو تـه اهائي تنهنجي مسخري ۽ دليون لاهيل پرولي آهي: روح يا ديوتا خدا آهن. ۽ تون پهريائين چيو تـه مان خدائن کي نـه ٿو مڃان ۽ وري اهو تـه مان مڃان ٿو، ڇو تـه ديوتائن کي جو مڃان ٿو. ٻي طرف جي ديوتا خدائن جو اولاد آهن جيئن چيو وڃي ٿو تـه اهي خدائن کي حورن، پرين، سامونڊي ديوتائن يا ڪن ٻين عورتن مان ڄاول ناجائز اولاد آهن تـه آخر اهو ڪهڙو انسان هوندو، جيڪو انهن خدائن جي اولاد جي وجود ۾ تـه يقين رکندو هجي پر خدائن ۾ نـه؟ اها تـه پوءِ اهڙي اڻنگي ڳالهه ٿي جو ڪنهن جو گهوڙن يا گڏهن جي ڦرن ۾ ايمان هجي پر گهوڙن ۽ گڏهن جي وجود کي مڃي ئي ڪونـه. ميليٽس، تون اهڙي بي عقلي ۽ اڻنگائپ وارو بيان رڳو ان ڪري ڏنو آهي جو يا تـه تون منهنجو امتحان وٺڻ پئي چاهيو آهي يا توکي مون تي الزام لڳائڻ لاءِ ڪوبه اهڙو ڏوهه هٿ نـه لڳو، جيڪو مون ڪيو هجي تون ڪنهن بـه طريقي سان، ڪنهن بـه ٿوري عقل واري انسان کي اهو يقين نـه ٿو ڏياري سگهين تـه هڪڙو ۽ ساڳيو ئي ماڻهو الاهي، روحاني ۽ فوق البشرشين ۾ يقين بـه رکي ٿو ۽ اهوئي ساڳيو ماڻهو ديوتائن، روحن ۽ سورمن جو انڪاري بہ آهي.

مانوارا جج صاحبو! مان ميليٽس جي بيان ۾ لڳل الزامن جي جواب ۾ ثبوت طور گهڻو ڪجهہ چيو آهي. مان ميلٽس پاران لڳايل ان ڏوهہ جو ڏوهاري نـه آهيان. بس ايترو ڪافي آهي. پر مان چڱيءَ ريت ڄاڻان ٿو تـه ائين سچ جي ڳولا ڪندي، مان ڪوڙئي دشمنيون پرايون آهن ۽ اهي ئي منهنجي برباديءَ آٽيند يون جي ڪنهن بربادي آندي تـه- نـه ئي ميليٽس ۽ نـه ئي اينٽيس، پر دنيا جي دشمني، حسد ۽ گلا، جيڪا ڪيترن ئي سٺن انسانن لاءِ موت جو فرشتو بڻي آهي ۽ شايد اڃا بـه ڪيترن لاءِ بڻجي؛ اهو انديشو بـه نـه اٿم تـه ڪو مان سندن آخري شڪار آهيان.

توهان مان ڪير بـه ائين چئي سگهي ٿو تـه: سقراط، ڇا توکي ان تي ڪو پڇتاءُ ڪونهي تـه تون جيڪو ڌنڌو شروع ڪيو، ان جي ڪري هن وقت

توکي موت جي سزا ملڻ جو خطرو به موجود آهي؟“ ته پوءِ ان کي آءٌ اهو جواب ڏيڻ ۾ درست هوندس: منهنجا سائين، اوهين پليل آهيو. جيڪو ماڻهو سڀ لاءِ سٺو سوچي ٿو، جنهن ماڻهو ۾ فضيلت ۽ شائستگي جو ذرو به موجود آهي، اهو زندگي يا موت جي پرواهه نه ڪندو آهي. هن کي جي ڳڻڻ آهي ته رڳو ان ڳالهه جي ته هو، جيڪي ڪجهه عمل ڪري ٿو، سي صحيح به آهن يا غلط اهو ته هڪ نيڪ انسان وارو عمل ڪري ٿو يا بدڪار وانگر.“ جڏهن ته تنهنجي خيال ۾ ٽراءِ جي ويڙهه ۾ مارجي ويل سمورا سورما ايڏا چڱا نه هئا. خاص ڪري ٿيٽس جو پٽ (اڪائيلس) جنهن کي خوف ۽ خطري کان نه، پر بدنامي ۾ ڳلا کان چڙ هئي. جڏهن هو هيڪٽر کي قتل ڪرڻ لاءِ اُسهيو ته هن جي ديوي ماءُ ڪيس، منهنجي خيال ۾ هنن ئي لفظن يا ڪجهه هن جهڙن ئي لفظن ۾، مخاطب ٿي، خبردار ڪيو: ’منهن جا پٽ! جيڪڏهن تو پنهنجي ساٿي پيٽروڪلس جو بدلو ورتو ۽ تو هيڪٽر کي قتل ڪيو ته تون پاڻ به قتل ٿي ويندين. ڇو ته هيڪٽر جي قتل کان پوءِ سگهو ئي تنهن جو موت لکيل آهي.‘ اهو ٻڌڻ کان پوءِ به هن ڪنهن به خطري يا موت جو ڪو خيال نه ڪيو، انهن کي ليکيو ئي ڪونه ۽ بجاءِ انهن کان ڊڄڻ جي، دوست جو پلئه نه ڪرڻ ۽ ٻاڙي وانگر زندگي گذارڻ کان کيس ڊپ لڳو. ’مون کي ان گهڙيءَ ئي مرڻ کپي‘ هن چيو ’جڏهن مان ڏوهي کي سنڌس ڪئي جي سزا ڏئي چڏي هجي، بجاءِ ان جي جو پڳل جنگي جهازن وانگر، ڌرتي تي بار بڻجي، پاڻ تي ٺٺوليون ڪرايان.‘ ڇا اڪائليس (10)، خطري يا موت کان ذرو به ڊڄو؟ جڏهن به ڪو ماڻهو ڪنهن اهڙي هنڌ يا حالت ۾ پهتو آهي، جيڪا هن جي پنهنجي خيال ۾ بهتر آهي يا سنڌس اڳواڻ کيس اتي مقرر ڪيو آهي ته پوءِ منهنجي خيال ۾ هن کي اتي مضبوطي سان بيهي خطرن کي ڏيڻ گهرجي ۽ بدنامي ۾ ڳلا ڪانسواءِ باقي موت يا ڪنهن ٻئي خطري کي نه ليکي. ۽ معززو، اهو ئي سچ آهي.

اٿينس واسيو! منهنجو اهو عمل ڪيڏو نه عجيب هجي ها، پر پوٽيڊيا، ايمفيپولس ۽ ڊيليم (11) وٽ مان به ٻين وانگر، اوهان جي چونڊيل جنريلن جي حڪم مطابق مقرر جڳهه تي بيٺو رهيس، توڙي جو موت جي منهن ۾ هيس. ۽ وري جڏهن منهن جي سوچ، سمجهه ۽ يقين مطابق، خدا مون کي امر

ڪيو ته آءٌ هڪ فلسفي وانگر زندگيءَ گذاريان ۽ پنهنجو پاڻ ۽ ٻين کي پرکيان. پوءِ جي مان اها ڪرت موت جي خوف يا ڪنهن ٻئي خوف خطري سبب ڇڏي ڏيان ها- ها پوءِ اهو سڀ ڪجهه ڏاڍو خراب ۽ عجيب ٿئي ها. ۽ پوءِ مونکي بجا طور موت کان ڊڄندي، الهام جي نافرماني ڪندي، يعني خدا کي نه مڃڻ جي ڏوهه ۾ هن عدالت آڏو پيش ڪيو وڃي ها ۽ جي مان اهو سمجهيو هجي ها ته مان ڏاهو آهيان ۽ حقيقت ۾ هيس به ڪونه. ڇو ته معززو، موت کان ڊڄڻ به انهيءَ سوچ جو ٻيو روپ آهي؛ ته ڪوئي ائين سمجهي ته هو ڏاهو آهي جڏهن ته هو آهي به نه. ڇو ته اها به ساڳي سوچ آهي ته هو اهو ڄاڻي ٿو، جنهن جي ڪيس ڄاڻ ئي ناهي. جيتوڻيڪ ڪنهن کي اها ڄاڻ ڪونهي ته موت سڀ کان وڏي سٺائي ۽ رحمت به ته ٿي سگهي ٿو. پر ان هوندي به هو ان کان خوفزده هوندا آهن، ڄڻ ته ڪين اها خبر ۽ پڪ هجي ته موت وڏي ۾ وڏي بڇڙائي آهي. ۽ يقيناً اها بي شرميءَ جهڙي جهالت آهي ته ڪو دعويٰ ڪري ته هو اهو ڄاڻي ٿو، جيڪو حقيقت ۾ هو ڄاڻي ئي ڪونه ٿو؛ ان ڳالهه ۽ نسبت ڪري مان شايد گهڻن انسانن کان مختلف آهيان ۽ جي مان اها دعويٰ ڪيان ته مان به ڪنهن معاملي ۾ ٻئي ڪنهن کان وڌيڪ ڏاهو آهيان ته اهو بلڪل ان بنياد تي ته: جيئن ته مون کي ٻي جهان بابت گهڻي ڪا ڄاڻ ڪانهي، ان ڪري چوان ٿو ته مان ڄاڻان ئي نٿو. پر مان ڄاڻان ٿو ته پاڻ کان مٿانهين جي نافرماني، پلي پوءِ اهو انسان هجي يا ديوتا- بي شرمي ۽ بڇڙائي آهي سو مان هڪ يقيني بڇڙائي جي مقابلي ۾ هڪ ممڪن سٺائي کي ترجيح ڏيندس ۽ نه ته ان کان ڊڄندس ۽ نه ئي نٽائيندس.

سمجهو ڪٿي ته اوهان هينئر مون کي ٻي ڏوهي قرار ڏئي، آزاد ڪري ڇڏيو ۽ اوهان اينيٽس تي يقين نه ڪيو، جنهن توهان کي چيو آهي ته: يا ته مون کي عدالت آڏو پيش ئي نه ڪيو وڃي ها ۽ جي پيش ڪيو ويو آهي ۽ مقدمو هليو آهي ته پوءِ مون کي موت جي سزا ڏني وڃي. ڇو ته مون کي جي هن دفعي ڇڏيو ويو ته پوءِ 'توهان جا پٽ منهنجي ويچارن ۽ سکيا تي عمل ڪري پنهنجو پاڻ کي بلڪل بگاڙي ۽ برباد ڪري ڇڏيندا.' سو ان صورت ۾ جي اوهان مون کي چئو ته 'سقراط! اسان هن ڀيري اينيٽس تي يقين نٿا ڪيون ۽ توکي آزاد ٿا ڪيون، پوءِ هن هڪ شرط تي ته تون هاڻي پنهنجي ان سوچ ۽

لوچ کي وڌيڪ جاري نہ رکندين. پر جي اچ کان پوءِ بہ توکي ائين کندي پکڙيو ويو تہ ان صورت ۾ سمجهي ڇڏ تہ بس موت ئي تنهنجو مقدر آ' جيئن مون چيو، جي توهان ان شرط تي مون کي آزاد ڪرڻ چاهيو تہ پوءِ منهنجو اوهان کي هيءُ جواب هوندو تہ:

'معززو! توهان جا لک لائق ۽ ٿورا جو مون تي اها مهرباني ڪيو ٿا. پر مان اوهان جو چوڻ وٺڻ بدران، ديوتا جو چيو مڃيندس ۽ جيستائين منهن جي سَسيءَ ۾ ساهہ ۽ جسم ۾ جان آهي تہ مان فلسفي جي پرچار ۽ عمل کان مورڙن نہ مڙندس ۽ پنهنجي ان مخصوص انداز ۽ طريقي سان، هر انهيءَ ماڻهو کي سچ چوندس جيڪو بہ مونکي ملندو. هن کي سمجهائيندس ۽ پڇندس: منهنجا مٺا دوست! تون تہ اٿينس واسي آهين- ڏاهپ ۽ طاقت جي وڏي هاڪ واري شهر جو واسي- توکي لڄ نٿي اچي، جو تون پنهنجي هاڪ شهرت ۽ دولت جي حصول لاءِ ڪيڏا هيلا هلايا آهن. پر ڏاهپ، سچ يا پنهنجي روح جي ڪماليت ڏانهن ڪوبہ ڌيان نہ ڏنو ۽ ڪڏهن ڪو ٿورو گهڻو سوچيو بہ اٿئي.'

جي توهان مان ڪنهن ائين چيو تہ، نہ هڻ کي تہ ان جي ڳڻتي ۽ ڳڻ نہ آهي تہ پوءِ نہ ئي مان ڪيس ان گهڙي وڃڻ ڇڏيندس ۽ نہ ئي ڪو پاڻ زوانو ٿيندس، پر ترسي ڪانئس سوال جواب ڪندس، ڪيس پرکيندس ۽ آڏي پڇا ڪندس. پوءِ جي مون ڄاتو تہ منجهس ڪو ڳڻ يا سٺائي ڪونهي، جنهن جي هجڻ جي هو دعوى ڪري ٿو تہ مان ڪيس ڏوراپو ڏيندس تہ هو تمام اهم ڳالهين کي گهٽ اهميت ۽ بيڪار ڳالهين کي گهٽي اهميت ڏئي ٿو. ۽ مان اهو ساڳيو ورتاءُ، جيڪو بہ مون سان مليو، تنهن سان ڪندس- ڀلي اهو جوان هجي يا ٻڍو، شهر جو هجي يا ڪو پرديسي، پر شهرين سان گهڻو، ڇو تہ هو منهنجي برادريءَ جا آهن. ڀڪ ڄاڻو تہ مان اهو جيڪو ڪجهہ ڪري رهيو آهيان، سو خدا جو حڪم آهي ۽ منهنجو اهو ويسهہ آهي تہ منهنجي خدا جي ان خدمت کان وڌيڪ؛ ٻي ڪابہ رحمت اوهان جي هن شهر تي ڪڏهن بہ نازل نہ ٿي آهي. ڇو جو مان ٻيو ڪجهہ بہ نہ ٿو ڪيان، سواءِ ان جي جو رمندو رهان ٿو ۽ توهان مان نوجوانن توڙي ٻڍن، پنهي کي سمجهائيندو ٿو وتان تہ پنهنجي جسم يا دولت جي پرواهہ نہ ڪريو. پر اهم ڳالهہ اها اٿوَ تہ پنهنجي سوچ ۽ روح جي سٺائي ۽ سڌاري ڏانهن ڌيان ڏريو ۽ اوهان کي اهوئي ٻڌايان تہ:

’ذولت گڏ پيدا نہ ڪندي، پر گڻ دولت بہ پيدا ڪندا آهن ۽ انسان ذات لاءِ ذاتي يا اجتماعي، ٻيون سموريون ڀلايون ۽ سٺايون بہ آڻيندا آهن.‘ هاڻي منهنجي ائين چوڻ سان نوجوان بگڙجي وڃن تا تہ پوءِ هي نصيحت نقصانڪار چئبي پر جيڪڏهن ڪو ائين ٿو چوي تہ مان اهو نہ پر ٻيو ڪجهہ سيکاريندو آهيان تہ پوءِ هو سچ نٿو ڳالهائي. اي اٿينس واسيو! مان وڏي واڪي چوان ٿو ”اوهان اينيٽس تي پٽ ڪيو يا نہ، مون کي ٻي ڏوهي قرار ڏئي آزاد ڪيو يا نہ؛ اوهان جيڪو بہ فيصلو ڪيو، پر اوهان کي هيءَ خبر هجي تہ مان پنهنجن ويچارن ۾ ڪرت کان ڀورڻ نہ مڙندس. ڀلي پوءِ مون کي انهيءَ جي ڪري هڪ نہ پر سؤ ڀيرا مرڻو پوي.“

مهربانو! وچ ۾ گوڙ نہ ڪيو، پر مون کي ٻڌو. ڇو تہ توهان وعدو ڪيو هو تہ مون کي آخر تائين ٻڌندؤ. مون کي اڃا بہ ڪجهہ چوڻو آهي ۽ ممڪن آهي تہ اوهان ان تي هَل ڪيو. پر مون کي يقين آهي تہ جي اوهان غور سان اهو ڪجهہ ٻڌو تہ توهان نفعي ۾ هوندؤ. تنهن ڪري مان وري عرض ڪندس تہ مهرباني ڪري گوڙ نہ ڪيو. پڪ ڄاڻو تہ جي اوهان مون کي موت جي سزا ڏني- مان جيئن ۽ جنهن سوچ سان اوهان آڏو آهيان- تہ پوءِ توهان پاڻ کي ئي نقصان پهچائيندؤ. نہ ميليٽس ۽ نہ ئي اينيٽس مون کي ڪنهن بہ ريت ڪو نقصان رسائي سگهن ٿا، اهي ائين ڪري ئي نٿا سگهن. ڇو جو اهو الاهي ۽ ابدي اصول آهي تہ برو ماڻهو بهتر انسان کي ڇيهو رسائي نٿو سگهي. مان مڃان ٿو تہ منهنجو مدعي مون کي موت بہ ڏياري سگهي ٿو، جلاوطن بہ ڪرائي سگهي ٿو ۽ مون کان شهريت جا حق بہ کسرائي سگهي ٿو، جيڪو شايد هن جي ۽ ڪيترن ئي ٻين جي نظر ۾ بہ چڱ منهنجي لاءِ وڏو نقصان هجي. پر مان ائين نٿو سمجهان. هو هن وقت جيڪي ڪجهہ ڪري رهيو آهي، سو سندس لاءِ وڏو نقصان ۽ برائي آهي، جو ڪنهن ٻي ڏوهي کي موت جي سزا ڏيارڻ گهري ٿو. سو هاڻي ان ڪري ئي معزو، پنهنجي حق ۾ دليلن ڏيڻ بدران، متان ڪو ائين اميد ڪيو وينو هجي، مان توهان واسطي وڪالت ڪندس تہ توهان مون کي سزا ڏئي، خدا جي ان تحفي کي وڃائي ڏوهہ نہ ڪري وجهو. ڇو تہ آءٌ ان جي طرفان توهان کي ڏنل ڏاڻ آهيان. پوءِ جي اوهان مون کي ماري وڌو تہ توهان کي مون جهڙو ڪو ٻيو ورلي ملي. جيتوڻيڪ هينئون مثال ڏيڻ ۽

ائين چوڻ ڏاڍو عجيب ۽ ڪِل جهڙو ٿو لڳي، پر مان خدا جي طرفان رياست لاءِ موڪليل انهيءَ مکي وانگر آهيان ۽ رياست انهيءَ پاليل تاتيل، تلهي متاري گهوڙي وانگر، جيڪو پنهنجي وزن ۽ وڏي قد جي ڪري سست رفتار هوندو آهي ۽ کيس تکي ڪرڻ لاءِ مکي جي ڏنگ جي ضرورت پوندي آهي. مون کي يقين آهي ته خدا مون کي اهڙي ڪم جي پورائي لاءِ خاص طور هن ئي شهر/ رياست لاءِ موڪليو آهي. سو مان اوهان سيني کي جاڳايان ٿو ۽ بس ڪري ڪونه ٿو ويهان، پوءِ اوهان سان سڄي ڏينهن پر، جنهن مهل به شهر جي ڪنهن ڪُنڊ ۾ ملان ٿو ته اتي اوهان کي چنبيان ۽ سمجهايان ٿو.

منهنجا سائين! اوهان وٽ مون جهڙو ڪو بيو شايد ئي اچي، سو جي اَن ڳالهه تي توهان کي يقين اچي ويو ته پوءِ مون کي آزاد ئي ڪندؤ. مان ائين چوڻ جي جرئت به ڪندس ته شايد اوهان ان ماڻهوءَ وانگر ڪاوڙجي پئو، جنهن کي اوچتو ڪچي ننڊ مان اٿاريو ويندو آهي ۽ پوءِ چڙي هڪ ئي چماٽ سان پورو ڪيو. ها اوهان ائين مون کي آرام سان ماري سگهو ٿا، جيئن اينيٽس به اوهان کي صلاح ڏني ٿو؛ پر پوءِ اوهان باقي عمر وري به غفلت جي اگهور ننڊ ۾ سمهيا ئي رهندؤ، جيستائين وري به خدا اوهان تي رحم ڪري، ڪنهن ٻئي کي، اوهان جي جاڳائڻ ۽ مالڪي لاءِ موڪلي.

جيڪڏهن اوهان کي اهو شڪ آهي ته ڇا مان واقعي اهوئي آهيان، جيڪو اوهان ڏي خدا طرفان موڪليو ويو آهيان ته پوءِ ان شڪ جي دوري لاءِ ثبوت هي آهي: جي مان به ٻين عام انسانن وانگر هجان ها ته پوءِ مان پنهنجي ذاتي ۽ گهرو معاملن ڏانهن ايترو غافل نه هجان ها ۽ پنهنجي ڪٽنب ۽ ان جي معاملن کي هيترن سالن تائين، لاپرواهي سان برباد ٿيندو ڏسي، سهي نه سگهان ها. جڏهن ته ان سموري عرصي دوران مان سدائين اوهان سان لاڳاپيل رهيس. توهان مان هر هڪ وٽ لنگهي وڃي، کيس هڪ پيءُ ۽ وڏي ڀاءُ وانگر نيڪي ۽ سچائي جي اهميت ۽ عظمت سمجهائيندو رهيس. هاڻي جيڪڏهن مان ائين ڪندي ڪي مفاد حاصل ڪيان ها يا پنهنجي مشوري جي في وٺان ها ته پوءِ به ڪا ڳالهه نهي ها. پر حقيقت هيءَ آهي، جيڪا توهان پاڻ ئي ڏسو ٿا ته مون تي الزام هڻندڙ، پنهنجي پوري نرلڄائي ۽ سمورين الزامن ۽ بدتميزن جي باوجود اها جرئت ۽ گستاخي نه ڪري سگهيا آهن ته مون تي في اڳاڙڻ يا

گهرڻ جو الزام لڳائي سگهن يا ان لاءِ ڪبهن شاهد کي ئي آڻي پيش ڪن. جڏهن ته مون وٽ منهنجي بيان جي سچائي جي ثبوت لاءِ هڪ سنئو شاهد موجود آهي، اهو آهي- منهنجي غربت.

شايد اها ڳالهه عجيب و غريب لڳي ته مان ڪنهن کي به نويڪلائي ۾ وڃي ته اهي صلاحون ۽ سمجهاڻيون ڏيان ٿو ۽ ان جي ذاتي معاملن ۾ پاڻ کي رڌل رکان ٿو، پر ايتري همت ڪونه اٿم جو اوهان سڀني کي هڪ هنڌ گڏ، اسيمبلي ۾ وڃي اهي صلاح مشورا ڏيان؟ مان ٿو اوهان کي ٻڌايان ته ائين ڇو آهي.

ان جو سبب اهو آهي جيڪو اوهان اڪثر مون کي ڪيترن ئي هنڌن ۽ وقتن تي ڏيندي ٻڌو آهي ته مون تي ڪلامِ غيب يا ڪا الاهي نشاني نازل ٿئي ٿي ۽ جنهن جو ئي بنياد وٺي، ميليٽس پنهنجي بيان ۾ ان جو هڪ ڪل ڄهڙو نقل ڏنو آهي. اها نشاني مون تي ان وقت نازل ٿيڻ شروع ٿي، جڏهن مان اڃا ٻار هئس. اهو هڪ قسم جو آواز آهي، جيڪو جڏهن به مون سان مخاطب ٿئي ٿو ته مون کي سمجهائي انهي ڪم ڪرڻ کان روڪي ٿو، جيڪو مان ڪرڻ وارو هجان، پر ڪڏهن به مون کي اڪسائي نه ٿو. اهوئي مونکي عوامي معاملن ۾ الجهڻ کان روڪي ٿو ۽ منهنجي خيال ۾ اهو صحيح به آهي، ڇو ته اٿينس واسيو! پڪ ڄاڻو ته جي مان لوڪ جي معاملن ۽ وهنوارن ۾ پاڻ وجهرائي رکان ها ته گهڻو اڳ ئي مري به چڪو هجان ها، بنا ڪنهن فائدي پهچائڻ جي، اوهان کي ۽ پاڻ کي. مهربانو! منهنجي سچ ڳالهائڻ تي ڪاوڙجي نه پئجو؛ ڇو ته اهو سچ آهي ته جي ڪنهن ماڻهو ايمانداري سان اوهان جي يا حڪومت جي مخالفت ڪئي ۽ رياست پاران ٿيندڙ ڏاڍاين، ناانصافين ۽ ناجائزين سان حقيقي مقابلو ڪيو ته پوءِ پنهنجي جان بچائي نه سگهندو. سو جيڪڏهن ڪو انصاف جي لاءِ، ايمانداري سان وڙهڻ ٿو چاهي ته پوءِ ڪيس گهرجي ته هو سياسي نه پر ذاتي زندگي گذاري يلي جي هو ٿوري عرصي لاءِ ئي زنده آهي.

مان اوهان کي ان جا پختا ثبوت ڏيندس. لفظ نه پر حقيقتون، جن لاءِ توهان کي عزت ۽ قدر آهي. ته پوءِ ٻڌو ته مون تي ڇا وهيو واپريو هو ۽ انهيءَ مان ثابت ٿيندو ته مان ڪڏهن به ناانصافيءَ جي آڏو، موت جي ڀؤ کان جهڪيو نه آهيان، يلي جي آڻ نه مڃڻ ڪري مان اتي جو اتي مري کپي وڃان. مان توهان کي عدالتن جو قصو ٿو ٻڌايان؛ جيڪو شايد دلچسپ نه هجي، پر

سچو ضرور آهي. اٿينس واسيو! مان رڳو هڪ دفعو سينيٽر/ڪائونسلر هجڻ جي، رياست جي ڀي ڪنهن عهدي تي، ڪڏهن نہ رهيو آهيان. ۽ ان وقت اينٽيوڪس قبيلي ڪي، جنهن سان منهنجو تعلق آهي، تنهن کي صدارت مليل هئي.(12) ان وقت اوهان انهن ڏهن جرنيلن تي گڏ ٽولي جي حيثيت ۾ مقدمو هلائڻ جي گهر پئي ڪئي جن آرجنيوزي(13) جي بحري جنگ ۾ مري ويلن جي لاشن کي گڏ نہ ڪيو هو. ۽ اها گهُر غير قانوني بہ هئي، ۽ نا منصفانہ پڻ. جيئن خود اوهان سيني بہ بعد ۾ وڃي اهو محسوس ۽ تسليم ڪيو.(14) ان وقت صدارتي ڪاميٽي ۾ مان اڪيلو ئي هيس، جنهن توهان جي ان غير قانوني گهُر جي مخالفت ڪئي ۽ ووٽ بہ خلاف ڏنو. ۽ پوءِ جڏهن مقرر صاحبان، مون تي الزام هڻڻ ۽ گرفتار ڪرڻ لاءِ آتا هئا ۽ ڌمڪيون ڏنائون. ۽ توهان بہ رڙيون ڪري ڪين اِئين ڪرڻ لاءِ زور ڀري رهيا هئا تہ مان تنهن وقت بہ دل ۾ اهوئي فيصلو ڪري، پنهنجي جان جوکي ۾ وڌي، جو اهو فرض پئي ڄاتم تہ قانون ۽ انصاف کي هٿان نہ ڇڏيو. بجاءِ ان جي جو جيل ۽ موت جي خوف کان اوهان جو پاسو ڪٽان، جڏهن تہ توهان ناانصافي جي عمل ۾ رڌل هئا.

اهو ان وقت ٿيو هو، جڏهن اڃا جمهوريت هئي. ان کان پوءِ جڏهن ڪامورن جي حڪومت (Oligrachy) (15) آئي تہ انهن ٽيهن مونکي ۽ ٻين چئن کي گول هال(16) ۾ گهرايو ۽ اسان کي حڪم ڏنو ويو تہ وڃي ليون کي سلامس شهر مان پڪڙي وٺي اچون تہ جيئن ڪينس بہ ڦاسي ڏني وڃي. اهو تہ رڳو هڪڙو مثال آهي. پر هنن ڪيترائي اهڙا حڪم جاري ڪيا تہ جيئن پنهنجن ڏوهن ۾ گهڻن کان گهڻا بي گناهہ ڦاسايا وڃن ۽ مان وري بہ لفظي طور نہ پر عمل ۾ ڪري ڏيکاريو. جي مون کي هنن لفظن ۾ اظهار جي اجازت ڏني وڃي: مان موت کان ترُ جيترو بہ نہ ڊنس. پر مون کي رڳو اهائي ڳڻتي هئي تہ متان مون کان ڪا ناانصافي يا غلطي نہ ٿي پئي. اها حڪومت جيتوڻيڪ ڪيتري نہ ڏاڍي هئي، پر مان ان جي ڏاڍ ۽ ڌمڪاءُ کان ڊڄي، ڪوبہ غلط ڪم نہ ڪيو. جڏهن اسان هال کان ٻاهر نڪتاسين تہ هو چارئي ڄڻا سلامس شهر ويا ۽ ليون کي پڪڙي وٺي آيا. پر مان سنئون سڌو پنهنجي گهر هليو ويس. مونکي ان حڪم عدولي جي بنياد تي موت ئي ملي ها، جيڪڏهن اها حڪومت ان کان

پوءِ سگهوئي ختم نه ٿئي ها. انهيءَ واقعي جي ڪيترائي ڇٽا تصديق به ڪندا.

ڇا توهان اهو سوچي سگهو ٿا ته جيڪڏهن مان ائين خلق جي معاملن سان لاڳاپيل، ان دائري ۾ رهان ها ۽ پوءِ ان دائري جي اندر پاڻ کي هڪ معتبر ۽ ايماندار انسان وانگر، انصاف لاءِ آواز بلند ڪرڻ کي پنهنجو فرض سمجهي، اهڙي ئي هلت هلان ها ۽ پوري ديانتداريءَ سان پنهنجي ضمير کي زنده رکندي، ڪنهن به ڳالهه جي ذري پرواهه نه ڪيان ها ته ڇا مان هيترن سالن تائين، هيءَ عمر ۽ حياتي ماڻيان ها ۽ جيئرو هجان ها؟ نه، اٿينس واسيو، نه- نه ئي مان ۽ نه ڪو ٻيو شخص. معززو! اوهان ڏسندو ته مان پنهنجي سڄي عمر ۾ نجي معاملن توڙي سياسي زندگي ۾ جڏهن به مون تي ڪي فرض رکيا ويا ته مان ڪنهن سان به ٻي واجبي نه هليو آهيان. بلڪ انهن معاملن ۾ اهوئي هڪڙو ۽ ساڳيو شخص رهيو آهيان. مان ڪڏهن به، ڪنهن کي اهڙو عمل ڪرڻ جي اجازت، مدد يا وٿي نه ڏني آهي جيڪو انصاف جي ابتڙ هجي، نه ئي پاڻ کي ۽ نه ئي انهن کي جن جي باري ۾ منهنجا مدعي چون ٿا ته اهي منهنجا شاگرد آهن. مان ڪڏهن به استاد ٿي ڪين پاڙهيو ڪونهي. پر مان جڏهن پنهنجي زندگي جي آدرش جي پورائي لاءِ بحث مباحثو ڪندو آهيان، ۽ پوءِ جيڪڏهن ڪوئي چاهه وچان اچي ٿو ۽ ٻڌي ٿو، ڀلي اهو جوان هجي يا ٻڍو، ته مان اچڻ سندس ۽ ٻڌڻ تي ڪانئس ارهو ٿي ڪَرڪان ڪونه ٿو. ڇو ته مان ائين نه ڪندو آهيان ته في جي خاطر گفتگو ۽ بحث مباحثو ڪيان، نه ته ٻي صورت ۾ چپ ڪري ويهان. مان ته امير توڙي غريب، ٻنهي جي سوالن جوابن لاءِ هر وقت حاضر آهيان. جيڪڏهن ڪو مونکي ٻڌڻ يا منهنجي سوالن جا جواب ڏيڻ چاهي. پوءِ جي انهن مان ڪو ماڻهو وڃي سٺا ڪم يا خراب ڪم ڪري، هڪ سٺو يا خراب شهري بڻجي ته مان انجو ذميوار نه آهيان. ڇو ته مان ڪڏهن به ڪنهن کي به پڙهائڻ ۽ سيکارڻ جو نه ته ڪو انجام ڏنو آهي ۽ نه ئي پاڙهيو آهي. سو جيڪڏهن ڪو ائين چئي ٿو ته هن کي ذاتي طور مون ڪا اهڙي ڳالهه سيکاري يا پاڙهي آهي، جنهن جي ٻين کي خبر ناهي ته پوءِ يقين ڄاڻو ته هو ڪوڙ ڳالهائي رهيو آهي.

توهان مان ڪو پڇي سگهي ٿو ته آخر ڀلا مون سان پنهنجو هيڏو سارو وقت صرف ڪرڻ ۾ ماڻهن کي ڪهڙو مزو اچي ٿو؟ معززو! مان اوهان

ڪئي اڳ ئي ان سچي معاملي جي باري ۾ سچ کان آگاهہ ڪيو آهي. هي ماڻهو مزو وٺن ٿا، جڏهن ڪنهن ڏاهپ جي ڏونگ رچائيندڙ کان سوال جواب ۽ آڏي پڇا ٿيندي پڌن ۽ ڏسن ٿا. جيڪو اصل ۾ ڏاهو آهي ئي نہ. ۽ ان ۾ وڏي وندر ۽ تفريح آهي. پين کان آڏي پڇا ڪرڻ جو اهو فرض مون تي خدا طرفان سونپيو ويو آهي. ۽ مون تي اهو فرض الهام، خوابن ۽ پين اهڙن اشارن ۽ نشانين ذريعي ظاهر ڪيو ويو آهي. جيڪي ڪنهن انسان تي الهام جي نزول جو ذريعو بڻبيون آهن. اٿينس وارو! اهو بلڪل سچ آهي ۽ ان جي تصديق بہ سولائيءَ سان ٿي سگهي ٿي. جيڪڏهن مان نوجوانن کي بگاڙيان ٿو ۽ ڪين بگاڙيندو رهيو آهيان تہ پوءِ انهن مان اهي جيڪي هينئر عاقل بالغ ٿي چڪا آهن ۽ اهو ڄاڻي ورتو اٿن تہ مون سندن نوجواني جي زماني ۾ کين خراب صلاحون ڏنيون هيون، سي هينئر اڳتي وڌي اچن، الزام لڳائين ۽ پنهنجو بدلو چڪائين. پر جيڪڏهن هو ائين ڪرڻ کان ڪيٻائين ٿا تہ پوءِ سندن ڪي رشتيدار، پيءُ، ڀائر يا ڪي ٻيا مٽ مائٽ اهو ياد ڪن، تہ سندن ڪٽنبن منهنجي ڪري ڪهڙو نقصان سٺو آهي؛ هي سندن لاءِ مناسب وقت آهي. مان ڏسان ٿو، انهن مان ڪيترائي هتي عدالت ۾ موجود آهن. اجهو هتي هو 'ڪريٽو' بيٺو آهي، جيڪو مٿهن جو هم عصر ۽ منهنجو پاڙيسري آهي ۽ سندس پٽ 'ڪريٽو بولس' بہ موجود آهي. ان جي پريان 'اسفيٽس جولائيسنياس' بيٺو آهي، جيڪو 'ايسڪائيس' جو پيءُ آهي، جيڪو پاڻ بہ موجود آهي. ۽ "سفيسٽس" شهر جو "اينٽيفون" بہ آهي جيڪو 'ايپيگينز' جو پيءُ آهي، ۽ انهن مان ڪيترن جا ڀائر هتي موجود آهن، جن مون سان گڏ گذاريو آهي. هو 'تيوزوتائيڊز' جو پٽ 'نڪوسٽريٽس' بيٺو آهي، جيڪو 'تيوڊوٽس' جو ڀاءُ آهي. تيوڊوٽس پاڻ مري ويو آهي، سو ڪيس هتي آڻي نٿو سگهي. هو 'ڊيموڊوڪس' جو پٽ 'پيرالوس' بيٺو آهي جنهن کي هڪ ڀاءُ 'ٿيگيز' هيو. ۽ هو ارسٽون جو پٽ ايڊيمينيٽس بہ بيٺو آهي، جنهن جو ڀاءُ 'افلاطون' بہ هتي موجود آهي. ۽ هو اپالودورس جو ڀاءُ ائينٽوڊورس بہ مون کي نظر اچي رهيو آهي.

مان اچا ڪوڙ ٻيا بہ نالا ٻڌايان. جن کي ميليٽس کي پنهنجي بيان ۾ شاهد طور پيش ڪرڻ گهرجي ها. ۽ جيڪڏهن هن کان ائين ڪرڻ وسري ويو آهي تہ پوءِ ڪيس هاڻي ئي اهي شاهد پيش ڪرڻ گهرجن. مان ڪيس انهيءَ

ڪم لاءِ مهلت ڏيڻ لاءِ تيار آهيان. جي هن کي ڪجهه ڳالهائڻو آهي ته پلي ڳالهائي. پر معززو! سچ ان جي بلڪل ابتڙ آهي، ڇو ته هي سڀ ته منهنجي حق ۾ ڳالهائڻ لاءِ آتا آهن: 'سندن بگاڙيندڙ ۽ سندن ويجهن ۽ پيارن مائٽن لاءِ خواري ۽ خرابي پيدا ڪندڙ' - جيئن ميليٽس ۽ اينٽس چون ٿا. هاڻي جي اهي منهنجي مدد ۽ حمايت ڪن، جن کي مون پٽيون پڙهائي بگاڙيو آهه ته پوءِ به ڳالهه نهي ٿي. پر هي بزرگ ماڻهو، جيڪي سندن وڏا آهن ۽ جن کي مان نه بگاڙيو آهي، اهي آخر ڇو منهن جي حمايت ڪن ٿا ۽ منهنجي حق ۾ شاهدي ڏين ٿا- ها صرف سچ ۽ انصاف خاطر. ڇو ته آءٌ سچ ڳالهائي رهيو آهيان، جڏهن ته ميليٽس ڪوڙو آهي.

اٿينس واسيو! اهوئي، شايد ٿورو ڪجهه پيو به اهڙو ئي.جيڪو پنهنجي وضاحت ۾ مان چئي سگهيس. شايد اوهان مان ڪنهن کي رنج ۽ تڪليف پهچي ۽ چڙي پوي جڏهن اهو ياد پئيس ته جنهن وقت مٿانئس مقدمو هلايو ويو هو ۽ سو به مڙئي ڪنهن هلڪي سلڪي ڏوهه ۾، ته هن ڪيئين نه جج صاحبان کي وينتون وڏيون هيون، منٿون ڪيون ۽ ليلايو هو ۽ ڳوڙهن جي پوڏ آئي چڏي هئائين. ۽ نه صرف اهو پر پنهنجا مٽ مائٽ، عزيز اقارب، ڪڙم قبيلو، يار ٻچا ۽ يار دوست عدالت ۾ وٺي آيو هو، جيئن پنهنجي لاءِ رحم جوڳو ماحول ٺاهي وٺي. پر ٻئي طرف مان آهيان، جنهن کي ته جيڪس پنهن جي سر ويڃڻ جو خطرو موجود آهي، تڏهن به اهڙو ڪو به عمل ڪونه پيو ڪيان دل ۾ اهو سوچيندي، متان ڪيس چڙ وٺي ۽ مون تي ڪاوڙجي، منهن جي خلاف ووٽ ڏئي وجهي، ڇو ته منهنجو اهڙو عمل ڪيس نه وٽندو هجي: منهنجي خيال ۾ اهڙو ڪو ماڻهو هتي نه هوندو- پر جي آهي ته پوءِ منهنجو ڪيس نماڻو عرض هي هوندو:

سڄڻ سائين! مون کي به گهر ٻار آهي. مان به انسان آهيان ۽ ٻين وانگر رت ۽ گوشت جو ٺهيل. انسانن جو اولاد آهيان ۽ "ڪاٺ يا پٿر مان" نه ڄائو آهيان، جيئن هومر (17) چوي ٿو. سو منهن جا به مٽ مائٽ آهن ۽ اٿينس واسيو، ٽي پٽڙا به اٿم: جن مان هڪ ته مُڇن جي ساول سان اڄي ٿيو آهي، باقي ٻه اجا ننڍا آهن. تنهن هوندي به مان ڪين هتي نه وٺي ايندس ته جيئن انهن جي واسطي مون کي آزادي ملي. مان آخر ائين ڇو نٿو ڪيان؟ يقين ڪيو

تہ نہ ئي مون کي هَٿ آهي ۽ نہ ئي اوهان لاءِ کا نفرت اٿم. مان موت سان مقابلي جي جرئت رکان ٿو يا نہ، اها هڪ ٻي ڳالهہ آهي، جنهن جو هتي واسطو ناهي. پر جيستائين منهن جي، اوهان جي ۽ رياست جي ناموس ۽ عزت جو سوال آهي تہ مون کي اهو نٿو جڳائي تہ ائين ڪيان. مون کي اڃي متي ۽ ڏاهپ جي هن ناماچار تي رسڻ کان پوءِ، ائين ڪرڻ سونهين نٿو. ڇو تہ دنيا وارن جي دل ۾ اها ڳالهہ گهَر ڪري ۽ عام ٿي وئي آهي- پوءِ صحيح يا غلط- تہ سقراط ٻين ماڻهن کان متانهون آهي. پوءِ توهان مان اهي، جيڪي سيني کان ڏاهپ، بهادري يا ڪنهن ٻي خصلت ۾ متانهان ليکيا وڃن ٿا، سي ائين روچ پنڪو ڪن تہ پوءِ سچ تہ اها ڏاڍي شرم جي ڳالهہ ڇٽبي. ۽ ان هوندي ٻہ مان گهڻن ئي نالي وارن ماڻهن کي ائين ڪبندي ڏٺو آهي. جڏهن ڪين ڏوهي قرار ڏجي ٿو، تہ هن جو رويو عجيب غريب ٿي وڃي ٿو. ڪين اهو وهم ويهجي وڃي ٿو تہ موت هنن لاءِ ڏاڍي ڀيانڪ پڇاڻي هوندي ۽ جي توهان ڪين زنده ڇڏيو تہ هو سچ پچ اَمر ٿي ويندا. منهنجي خيال ۾ اهڙا ماڻهو رياست لاءِ بدنامي آڻين ٿا. پرديسي ٻہ ائين سمجهندا ۽ چوندا تہ اهي اٿينس جا رهواسي جيڪي گڻن ۽ خصلتن ڪري ناميارا آهن ۽ جن کي اٿينس وارن پاڻ منجهان ئي عزت ڏني، چوندي اڳواڻ بڻايو آهي، سي تہ عورتن کان ٻہ وَيل آهن. معززو! اسان منجهان انهن کي اهڙيون ڳالهيون ۽ عمل نہ ڪرڻ گهرجن، جن جي ناماچار ۽ هاڪ آهي ۽ جيڪڏهن اهڙو ڪو شخص ائين ڪرڻ جي ڪوشش ڪري تہ اوهان ڪيس ان جي اجازت نہ ڏيو. اوهان کي اهو واضح ڪرڻ گهرجي تہ اوهان ان کي سزا ڏيڻ لاءِ وڌيڪ تڪڙا ۽ مائل هوندؤ، جيڪو عدالت ۾ اهڙا دلگير ناٽڪ رچائي ٿو ۽ رياست تي ٺٺولي ڪرائي ٿو. بنسبت انهيءَ ماڻهوءَ جي جيڪو خاموش رهي ٿو.

پر جيڪڏهن عام ماڻهن جي راءِ ۽ ناموس جي ڳالهہ کي پاسيرو رکجي تہ ٻہ ڪنهن کي اهو نٿو جڳائي تہ هو جج صاحبن کي پلئو پائي ۽ وينتيون وجهي آزادي وٺي، پر ڪين سمجهائجي ۽ ثابت ڪري ڏيکارجي. جج ڪهڙي ڪم لاءِ ويٺا هوندا آهن؟ منصفن جو ڪم اهو ناهي تہ انصاف ڪنهن کي تحفي طور ڏين، پر هو قانون مطابق فيصلو ڪن. ڇو تہ سندن اهو قسم کنيل هجي ٿو تہ هو پنهنجي خواهش ۽ راضپي سان نہ، پر قانون مطابق فيصلو ڪندا. نہ

ٿي اسان کي کوڙي ساک کٽڻ گهرجي ۽ نہ ٿي اوهان ان تي پٽ ڪرڻ جا هيراڪ هجو. انهن غلط عملن ۾ پاڻ پنهي لاءِ ڪابہ پوترتا يا پارسائي کونهي.

مانوارا جج صاحبو! زيوس ديوتا جي واسطي، مون ڪان ان جي گهُر نہ ڪيو. جيڪو منهنجي خيال ۾ سٺو، اخلاق پريو، پاڪ پوتر ۽ منصفاڻو عمل نہ هجي ۽ سو بہ تڏهن جڏهن مون تي ميليٽس طرفان الزام ٿي لاديني جو آهي. چو تہ اهو ظاهر آهي تہ جيڪڏهن مان اوهان جي پنيان ڳڳ ٿي پوان ۽ پنهنجين وينتين ۽ منٿن ۽ آزارين نيزارين سان توهان جي منصف هجڻ جي حيثيت ۾ سچ 'ٻڌي، انصاف ڪرڻ واري اصول ۽ ظرف جي برخلاف اوهان کي لاچار ڪري ميجائي وجهان ها تہ پوءِ ائين ڪندي مان اوهان کي چڻ اهو سيکاري رهيو هوندس تہ ديوتائن ۾ يقين نہ رکو. ۽ ائين پنهنجي صفائي پيش ڪندي، پاڻ تي ديوتائن کي نہ مڃڻ جو ڏوهہ مڙهي وجهان ها. جڏهن تہ معززو، حقيقت ان جي بلڪل ابتڙ آهي. منهنجو ديوتائن ۾ ايمان آهي؛ پر مون تي الزام هٽندڙن جي ايمان کان مختلف معنيٰ ۾. هاڻي مان اوهان تي ۽ خدا تي ٿو ڇڏيان تہ منهنجو فيصلو ٿئي، ائين جيئن بهتر هجي اوهان لاءِ بہ ۽ منهنجي لاءِ بہ.

("عدالت سقراط کي 'ڏوهي' قرار ڏني ٿي، 280 ڪيس 'ڏوهي' ۽ 221 ڪيس 'بي ڏوهي' قرار ڏين ٿا. ميليٽس موت جي سزا جو مطالبو ڪري ٿو ۽ سقراط بياڻن متبادل سزا جي باري ۾ مخاطب ٿئي ٿو.")

اي اٿينس جا معززو! مون کي اوهان جيڪو ڏوهي قرار ڏنو، تنهن تي ڪو افسوس ڪونہ اٿم. ۽ ان جا گهڻا سبب آهن. پر اهم سبب اهو تہ هي جيڪي ڪجهہ ٿيو، مون کي ان جوئي اندازو هيو. عجب اٿم تہ رڳو ووٽن جو، جيڪي ذري گهٽ برابر ٿيا آهن ۽ مون کي اها اميد ڪونہ هئي. مون سمجهيو هو تہ منهنجي خلاف ووٽ اڃا گهڻا پوندا. پر هت تہ قصو هي آهي تہ جيڪڏهن 30 ووٽ هن پاسي پون ها تہ مونکي آزادي ملي وڃي ها. هينئر بہ مان ائين ٿي ٿو سمجهان ۽ چوان ٿو تہ مان ميليٽس جي لڳايل الزامن مان تہ آزاد ٿي ويس ۽ اهو اوهان سڀني تي بہ واضح ٿي ويو آهي تہ جيڪڏهن اينيٽس ۽ لائڪون مون تي الزام لڳائڻ ۾

سندس سات نہ ڏين ها تہ پوءِ ميليٽس ڪِنهن ڪل ووٽن جو
پنجون حصو بہ حاصل ڪري نہ سگهڻ تي هڪ هزار ڊرامن
جو ڏنڊ پوي ها.(18)

بهرحال هن وقت صورتحال هيءَ آهي تہ ميليٽس موت جي سزا جو مطالبو ڪيو آهي. چڱي ڳالهہ آ- معززو! موت ۾ مان پلا ڪهڙي متبادل سزا تجويز ڪيان؟ ظاهر آ اها جنهن جو مان لائق آهيان. ۽ مان ڇا جو لائق آهيان؟ مان جنهن چاٿي واٽي هڪ خاموش ۽ نڪمٽي زندگي نہ گذاري آهي ۽ انهن سيني شين کان بي پرواهہ رهيو آهيان، جن جي گهڻن کي ٿي ڳڻتي ۽ هورا ڪورا هوندي آهي: فوج، اسيمبلين يا ڪن ٻين آفيسن ۾ وڏا عهدا، سياسي فائدا، يا خفيہ سوسائٽيون ۽ پارٽيون. جيڪي اسان جي شهر ۾ موجود آهن- جيڪڏهن مان انهن سان پاڻ لاڳاپيل رکان ها تہ پوءِ شايد ئي ايمانداري سان زنده رهي سگهان ها. سو مون اهو رستو نہ چونڊيو، جيڪو مون کي، نہ تہ پاڻ لاءِ ۽ نہ ئي اوهان لاءِ ڪارائتو بڻائي ها. پر مان ذاتي طور اوهان مان هر هڪ وٽ لنگهي ويس ۽ ڪيس پنهنجي سمجهہ مطابق، جيڪو وڌ کان وڌ بهتر سمجهيم تنهن جي صلاح ڏنم. ڪيس سمجهائڻ ۽ سجاڻڻ جي ڪوشش ڪيم تہ هو پنهنجو پاڻ کي پرکي، پنهنجي اخلاقي ۽ عقلي سڌاري لاءِ سنائي ۽ ڏاهپ جي تلاش ڪري، ان کان پهريائين جو هو پنهنجي ذاتي فائدن ۽ مال ملڪيت جو خيال ڪري. ڪيس اهو بہ ڏسيم تہ رياست مان فائدن جي حصول جي ڳڻتي ڪرڻ کان اڳ، خود رياست بابت ڳڻ ڪري. ۽ ان ئي طريقي ۽ انداز سان پنهنجي هر عمل جي مطابقت رکي. پوءِ منهنجا اهڙا عمل مونکي ڇا جو مستحق بنائن ٿا. يقيناً انعام جو. جي مونکي پنهنجي لاءِ اهڙي سزا جو ڪاٿو ڪرڻو آهي، جيڪا انصاف پري هجي ۽ وڌيڪ اهو ڪو اهڙو انعام جيڪو منهنجي عملن مطابق مون تي ٺهڪي اچي. پلا اهو مسڪين ماڻهو ڇا جو مستحق ٿي سگهي ٿو، جيڪو اوهان جو محسن آهي ۽ جنهن کي بس گهُرج آهي تہ رڳو وقت جي. تہ اوهان کي سمجهائي تہ جيئن اوهان اخلاقي طور بلند ۽ دلير بڻجو.

ڇو تہ مون کي يقين آهي تہ مان جتي بہ ويس، اتي نوجوان منهنجي چوڌاري، اچي مڙندا ۽ منهنجون ڳالهيون ٻڌندا، جيئن هتي اچن ٿا ۽ ٻڌن ٿا. ۽ پوءِ جي مان انهن کي پري رکيو ۽ هَڪليو تہ هو ڪاوڙجي پوندا ۽ پنهنجي

وڏن کي چئي، مون کي شهر نيڪالي ڏياريندا ۽ وري جي مان انهن نوجوانن کي ڏڪار، بجاءِ ڪيڪاريو ۽ پنهنجي ويجهو اچڻ ڏنو ته سندن بزرگ، سندن خاطر، انهن جي بگڙجڻ جي پڙ ڪان مونکي تڙي ڪڍندا.

توهان مان ڪو ائين چئي سگهي ٿو ’سقراط، تون اسان ڪان ڇڄي، ڪنهن اوپري شهر ۾ وڃڻ ڪان پوءِ به خاموش زندگي نٿو گذاري سگهين؟ ڇا تون پرديس ۾ پهچي به چُپ نٿو ڪري سگهين؟‘ هاڻي منهنجي لاءِ اها ڏاڍي ڏکي ڳالهه ٿي پئي ته آخر ڪيئن اوهان کي ان جو جواب ڏئي مطمئن ڪيان؟ ڇو ته جي مان ائين ٿو چوان ته، توهان جي چوڻ تي لڳي مون خاموش گذاريو ته اها خدا جي نافرماني ٿيندي ته توهان يقين نه ڪندؤ ۽ ائين سمجهندؤ ته مان سنجيده نه آهيان. ۽ جي وري مان ائين ٿو چوان، ته اها انسان لاءِ وڏ ۾ وڏ سٺي ڳالهه هوندي ته هو روزانو ڳڻن ۽ خصلتن ۽ ٻين اهڙين شين بابت بحث مباحثو ڪري جستجو ڪندو رهي، جن بابت مون کي گفتگو ڪندي ۽ پنهنجو پاڻ کي ۽ ٻين کي پرکيندي ڏٺو آهي. ڇو ته بنا جستجو جي زندگي بيڪار آهي؛ ته پوءِ انهن لفظن تي اوهان اڃا به گهٽ ويسهه ڪندؤ.

صاحبو! مان جيڪي ڪجهه چوان ٿو سو بلڪل سچ آهي، پر منهنجي لاءِ ڏکي ڳالهه ته توهان کي مطمئن ڪيئن ڪيان؟ ۽ گڏوگڏ اهو به ته مان ڪڏهن ائين سوچيو ئي نه آهي ته مان ڪو سزا جو لائق آهيان. جيڪڏهن مون وٽ ڌوڪڙ هجن ها ته ڪٿي مان ڏنڊ طور اوترو ملهه ڪٿيان ها. ڇو ته اها ڪا سزا نه هجي ها. پر جيئن ته مون وٽ ڪجهه ڪونهي، سو ان لاءِ اوهان کي چوندس ته جيڪڏهن مون تي رکو ٿا ته پوءِ منهنجي وِتَ وَسَ آهر ڏنڊ رکيو وڃي، جيڪو مان ڀري به سگهان. شايد مان اوهان کي چانديءَ جي هڪ مينا ادا ڪري سگهان: سو مان اهو ڏنڊ تجويز ڪيان ٿو.

هڪڙو منٽ- معززو- ترسجو ته. منهنجا هتي موجود دوست افلاطون، ڪريٽو ۽ ڪريٽوبولس ۽ اپالادورس چون ٿا ته هُن جي ضمانت تي آءٌ 30 مينا تجويز ڪيان. چڱو ڀلا پوءِ 30 مينا ئي سهي. ۽ هي همراهه ان جي ادائيگي لاءِ توهان جي خيال ڪان چڱا ڀلا ضامن آهن.

(جج هينئر ٻيهر ووٽ ڪن ٿا ۽ سقراط کي موت جي سزا ٻڌائين ٿا.)*

اي ائٿينس واسيو! توهان کي ڪو گهڻو انتظار ڪرڻو ڪونه پوندو. پر ٿوري وقت اندر ئي اوهان کي اهڙي بدنامي ۽ الزام ملندو ۽ ڏوهي ليکبؤ ته توهان هڪڙي ڏاهي سقراط جو قتل ڪيو آهي. ائين آهي چوندا جيڪي اسان جي شهر کي بدنام ڪرڻ جي منشا رکن ٿا. ڇو ته هو ته پڪ ئي پڪ مونکي ڏاهو چوندا، جيتوڻيڪ مان آهيان به ڪونه. پر انهن کي اوهان مان ڪو عيب ۽ ڇڪ ڪڍڻي يا طعنو هڻڻو جو ٿيو ته هو ائين ئي چوندا. جي اوهان ڪٿي ڪجهه وقت انتظار ڪريو ها ته توهان جي آس پاڻمرادو قدرتي طور پوري ٿي وڃي ها، ڇو ته مان اڳي پيرسن ٿيو آهيان. جيئن توهان پاڻ ڏسي سگهو ٿا ۽ اڳي قبر کي ويجهو ٿيو آهيان. مان هي سڀ ڪجهه، اوهان سڀني کي نه پر انهن کي چئي رهيو آهيان، جن مون کي موت جي سزا ڏني آهي ۽ مون کي انهن کي چوڻ لاءِ اڃا ٻيو ڪجهه به آهي: شايد توهان ائين ٿا سمجهو ته مون کي سزا ان ڪري ٿي وئي جو مون وٽ اهڙا لفظ ۽ دليل ڪونه هئا، جيڪي توهان کي متاثر ڪري منهنجي ڇوٽڪاري جو سبب بڻجن، جيڪڏهن مان ائين مناسب سمجهان ها ته پوءِ ڪابه اهڙي ڳالهه چوڻ يا ڪرڻ ۾ مون ڪان رهجي يا گسي ئي نه پئي سگهي. پر ائين ڪونه هيو. اها کوٽ جيڪا منهنجي سزا جو سبب بڻي، سا لفظن جي نه هئي. يقيناً نه. پر مون ۾ کوٽ هئي اهڙي گستاخي، بي حيائي ۽ بي شرمي جي، ۽ اهڙي رضامندي جي ته مان اوهان کي ائين مخاطب ٿيان جيئن اوهان سنو سمجهو ٿا ۽ پوءِ اهو اوهان وڏي چاهه مان مون کان ٻڌو ها، يعني روئان ها، پٽيان ۽ پار ڪيان ها ۽ ٻيون اهڙي قسم جون ڪوڙ ڳالهيون چوان ۽ ڪيان ها، جيڪي اوهان ٻين کان ٻڌڻ جا هيراک ٿي ويا آهيو. ۽ جيڪي منهنجي سمجهه مطابق مون کي نه ٿيون سونهن. ڇو ته مان ان مهل به ائين سوچيو هو ته خطري جي گهڙيءَ ۾ مون کي ڪو نيچ ڪم يا خوشامد ۽ چاپلوسي نه ڪرڻ گهرجي ۽ هن مهل به جڏهن مان پنهنجي جنهن انداز ۽ سمجهه مطابق پنهنجو ڪيس وڙهيو آهي، تنهن تي مون کي ڪو پڇتاءُ

---

* سقراط جو پنهنجي لاءِ اهڙي سزا تجويز ڪرڻ، ججن کي ويتر ڪاوڙائي وجهي ٿي. سندس مخالفت ۾ ووٽ وڌا وڃن ٿا. هينئر 360 ڄڻا سقراط لاءِ موت جي سزا جو فيصلو ڏين ٿا. ۽ 141 ڄڻا ڏنڊ جي سزا جو فيصلو ٻڌائين ٿا.

ڪونهي. مون کي پنهنجي ان انداز سان صفائي پيش ڪرڻ ڪري جي موت به ملنيو ته به پلو ڀائيندس، بجاءِ ان جي جو اوهان جي سوچ جي انداز مطابق ڳالهائي جيئدان حاصل ڪيان ها. ڇو ته نه ئي مون کي ۽ نه ئي ڪنهن به ٻئي کي، جنگ يا مقدمي ۾، ڪو حربو ۽ حرفت هلائي، لازماً موت کان بچڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي. ڇو ته اهو ظاهر آهي ته جنگ ۾، جي ڪنهن پنهنجا هٿيار ڦٽا ڪيا ۽ پنهنجو پيڇو ڪندڙن جي پيرن تي ڪري آزيون نيزاريون ڪيون ته پوءِ هو موت کان بچي ويندو. ۽ ٻين خطري جي گهڙين ۾ موت کان بچڻ جا ڪيئي طريقا آهن، جيڪڏهن ڪو ايترو بي اصولو آهي جو ڪجهه به ڪرڻ ۽ چوڻ تي تيار بيٺو آهي.

معززو! موت کان پاڻ بچائي وڃڻ ڪا ڏکي ڳالهه ڪانهي پر پاڻ کي بي انصافي ۽ بدڪاري کان بچائڻ ڏاڍو ڏکيو آهي، جيڪا پنڌ جي ڏاڍي تکي آهي ۽ موت کان تيز ڊوڙي ٿي. مان جيئن ته پيرسن آهيان ۽ جوَنءَ پير هلان پيو، سو مون کي ته سست پنڌ ۽ پيڇو ڪندڙ- موت ئي پڪڙي وڌو آهي. جڏهن ته منهنجا الزام لڳائيندڙ جيڪي ذهين، تيز ۽ تکا آهن، تن کي تکي ڊڪندڙ يعني بد ڪاري پڪڙي وڌو آهي. هينئر اسان هڪ ٻئي کان الڳ ٿيون ٿا. مان عدالت مان اوهان طرفان موت جي سزا ملڻ کان پوءِ روانو ٿيان ٿو ۽ هو به روانا ٿيندا، ڪين سچ جي پاران ٻچڙائي ۽ بداخلاقي جي سزا ملڻ کان پوءِ. هنن کي پنهنجي سزا قبول ڪرڻ گهرجي ۽ مون کي به مليل سزا سان پاڻ کي پابند رکڻ گهرجي. لاشڪ اهو ائين ئي ٿيڻو هو ۽ منهنجي خيال ۾ اهو نتيجو منصفاڻو به آهي.

مان محسوس ٿو ڪيان ته اهو ڪجهه چوڻ کان پوءِ هن گهڙيءَ مون تي هڪ اهڙي ڪيفيت طاري ٿي ويئي آهي، جنهن ڪيفيت ۾، مان اوهان، جن مون کي موت جي سزا ڏني آهي، تن جي باري ۾ اڳڪٿي ڪرڻ جي قوت اچي ويندي آهي، جڏهن موت سامهون نظر ايندو آهي. مان اڳڪٿي ڪيان ٿو ته توهان جيڪي منهنجا قاتل آهيو، منهنجي موت کان جلدئي پوءِ، اوهان لاءِ ان کان به وڌيڪ ڳوري سزا، اوهان جو انتظار ڪري رهي آهي. ڇو ته مان ٿو اوهان کي ٻڌايان ته جيئن اوهان سوچيو پيا ته توهان مون کي ماري، پاڻ کي زندگيءَ ۾ ڪيل اعمالن جي حساب ڪتاب ڏيڻ ۽ نقطه چيني کان بچائي

ويندؤ. نہ ائين نہ؛ پر ان جي بلڪل ابتڙ ٿيندو. ڇو تہ اوهان کان حساب ڪتاب وٺڻ وارا جن کي مان روڪيو بيٺو هان ۽ اوهان جيڪا خبر ئي نہ لڌي آ، اهي جيترا اڄ آهن، سياڻي ايجا گهٽا هوندا. جيئن تہ اهي نوجوان هوندا سو اوهان کي ڪونہ بخشيندا ۽ اوهان کي وڏيڪ منيان لڳندي. اوهين پليل آهيو جي ائين سوچيو ٿا تہ ڪن ماڻهن جو قتل ڪري، اوهان پنهنجي بدڪار زندگيءَ تي ٻين ماڻهن جي تنقيد ۽ لعنت ملامت کان بچائي ويندو. اهڙن امتحانن کان ڀچڻ ۽ جند ڇڏائڻ نہ ئي ممڪن آهي ۽ نہ ئي مناسب. سولي ۾ سولو ۽ سٺي ۾ سٺو طريقو اهو ناهي تہ ٻين جو ساهہ وٺجي؛ پر جيترو ممڪن ٿي سگهي، پاڻ کي بهتر انسان بڻائڻ لاءِ ڪوشان رهڻ گهرجي. آخر ۾ موڪلائڻ کان اڳ مان انهن جج صاحبان لاءِ جن مون کي موت جي سزا ڏني، تن لاءِ بس اها ئي اڳڪٿي ڪيان ٿو.

باقي جيتريقدر توهان جي ڳالهہ آهي، جن منهنجي آزاديءَ لاءِ ووٽ ڏنو، مان چاهيندس تہ اوهان سان بہ بہ اکر ڳالهائي اوهان کي مطمئن ڪيان تہ مونکي اها جيڪا سزا ملي آهي سا نيڪ ئي آهي، جيستائين هي عدالت جا آفيسر بہ پنهنجي ضروري لکپڙهہ ۽ ڪاروائي ۾ رڌل آهن ۽ مونکي پنهنجي مقتل تائين پهچڻ ۾ ايجا ڪي گهڙيون آهن. پوءِ مهربانو! قرب ڪري ڪي گهڙيون رهي پئو تہ روح رچنديون ۽ رهاڻ ڪيون. ڇو تہ جڏهن قانون بہ اهڙي اجازت ڏئي ٿو تہ پاڻ آخر ائين ڇو نہ ڪيون. مان توهان کي پنهنجو دوست سمجهندي، هي سڀ ڪجهہ جيڪو مون تي گذريو آهي، تنهن جي حقيقت ٻڌائڻ چاهيان ٿو. جيوري جا صاحبو، منهنجا منصفو!- مان بلڪل سچائيءَ سان اوهان کي ئي پنهنجو منصف ميجان ٿو، مون سان هڪ عجيب و غريب واقعو پيش آيو آهي. هيستائين مان جڏهن بہ ڪا هلڪي پل يا خسيس خطا ڪرڻ وارو هوندو هئس تہ سدائين وانگر، الاهي شڪتي طرفان مون کي ان ڪم نہ ڪرڻ لاءِ الهام ٿيندو هو، پر هن ڀيري جڏهن اوهان پاڻ ڏسو پيا ۽ ائين سمجهيو بلڪ عام طور تي يقين ڪيو ٿو ويچي تہ چڻ مون تي اها وڏي ۾ وڏي موت جي مصيبت ۽ آفت آهي، تڏهن ان غيبي آواز مون کي اصلي نہ روڪيو آهي. ان وقت بہ نہ جڏهن مان فجر جو گهران نڪتو هئس ۽ نہ وري هتي عدالت ۾ پهچڻ ۽ تقرير دوران ئي ڪا روڪ ٽوڪ ٿي. جڏهن تہ ٻئي هنڌ

ڳالهہ جي وچ ۾ بہ ان اِڪثر مون کي روڪيو آهي. پر تقرير ۾ هن سڄي ڪارروائي دوران مون کي ڪنهن بہ اکر چوڻ يا ڪجھہ عمل ڪرڻ مهل، مون کي ان آواز روڪيو ئي ناهي، مان ان جو مطلب ڇا سمجھان؟ مان تو اوهان کي ٻڌايان. اهو اشارو هيو تہ مون سان جيڪو ڪجھہ وهي واپري رهيو آهي، سو درست ۽ سٺو آهي. ۽ اهو تہ اسان مان جيڪي موت کي بڇڙائي ڪري ليکين ٿا سي ڀليل آهن، مون کي ان ڳالهہ جو پڪتو ويساهہ آهي، ڇو تہ اهو ممڪن ئي ناهي تہ مان اهو ڪجھہ ڪرڻ ۽ چوڻ وارو هجان، جيڪو درست ۽ سٺو نہ هجي ۽ مون کي اهو سدائين نازل ٿيندڙ غيبي آواز نہ روڪي.

اچو تہ هن ڪي ٻي انداز سان بہ ڏسون تہ اها اميد واقعي گهٽي آ تہ موت سٺائي ئي آهي. موت ٻن شين مان هڪ آهي. يا تہ موت نيستي ۽ نابودي آهي ۽ مئي کان پوءِ ڪجھہ بہ ناهي. جڻ تہ موت بي هوشيءَ ۽ بي خبري واري حالت هجي. يا وري جيئن ماڻهو چوندا آهن تہ موت کان پوءِ روح هن جهان کان ٻي جهان ڏانهن هليو وڃي ٿو. هاڻي جيڪڏهن موت کان پوءِ ڪا بہ سڌ نٿي رهي ۽ اهو جڻ تہ اهڙي پُرسڪون ۽ گهري ننڊ آهي، جنهن ۾ ماڻهو ڪجھہ بہ نہ ڏسي، ويندي خواب بہ نہ تہ پوءِ موت تہ وڏو لاڀ ۽ رحمت چئبي. ڇو تہ منهنجي خيال ۾ جيڪڏهن ڪو ماڻهو ڪنهن اهڙي رات جي چوند ڪري، جنهن رات کيس پرسڪون ننڊ آئي هجي، جو ڪنهن خواب بہ اچي تنگ نہ ڪيو هجيس ۽ پوءِ ان رات کي پنهنجي زندگيءَ جي گذاريل ٻين سيني ڏينهن ۽ راتين سان ڀيٽي ۽ اهو ٻڌائي تہ هن پنهنجي زندگيءَ جا ڪيترا ڏينهن ۽ راتيون، ان هڪ رات کان وڌيڪ بهتر ۽ خوش گذاريون آهن تہ سمورين راتين جي ڀيٽ ۾ اهڙيون، آڱرين تي ڳڻڻ جيتريون چند راتيون ئي ملنديون. ها اهڙو موت واقعي وڏو نفعو ۽ رحمت آهي. ڇو تہ پوءِ بقا، فقط اها هڪ رات ئي آهي. پر وري جيڪڏهن موت هڪ دنيا کان ٻي دنيا ڏانهن سفر آهي، جيئن اسان کي ٻڌايو وڃي ٿو، جيڪڏهن ائين سچ بہ آهي تہ سڀ مري ويل اتي موجود هوندا تہ پوءِ منصفو ان کان وڌيڪ سٺائي يا رحمت ڪا ٻي؟ جي سچ پچ ماڻهو ان هيٺين(25) دنيا ۾ وڃي پهچي ٿو تہ پوءِ هن دنيا جي هٿ ٺوڪين منصفن منجهان جند ڇٽي پوندس ۽ اتي انهن حقيقي منصفن سان بہ ملندو، جيڪي اتي اِنصاف ڪرڻ جي لاءِ موجود آهن. مثال طور ميناس،

رهادامينٿس، ائيڪس، ٽرپٽوليمس ۽ ٻيا جيڪي پنهنجي ڌرتي تي گذاريل زندگي ۾ ايماندار ۽ انصاف پسند هئا. ته پوءِ اهڙي مسافري ڪا گهٽ قيمتي هوندي؟ وري هيئن ڏسون ته ٻيلا ڪو ماڻهو ان بدلي ڇا نه قربان ڪندو، جي ڪيس اتي آرفئيس، موزئيس، هيسئاڊ ۽ هومر جو ساٿ ۽ سنگت نصيب ٿئي؟ جيڪڏهن اهي مٿيان حوال واقعي سچا به آهن ته پوءِ مان ته وري وري مرڻ لاءِ تيار آهيان. مون کي ڪيڏو نه مزو ايندو جو مونکي اتي پالاميڊس ۽ ٽيلامن جي پٽ اجيڪس يا ٻي ڪنهن اوائلي سورمي ۽ عظيم انسان سان ملڻ جو شرف حاصل ٿئي، جن جو موت به بيَ انصافي جي ڪري ٿيو ۽ پوءِ ساڻن گفتگو ۾ پنهنجو وقت گذاريان ۽ پنهنجون پيڙائون انهن جي دردن سان ڀيٽيان. ائين هڪٻئي سان پنهنجن پنهنجن تجربن ۾ ٿيل ناانصافين جو حال ونڊڻ ۾ ڪيڏي وڏي فرحت هوندي. پر منهنجي لاءِ سڀ کان اهم، سٺي ۾ سٺي ۽ خوشيءَ جي ڳالهه اها آهي ته مونکي ان دنيا ۾ به اهڙو موقعو ملندو، جو مان پنهنجي جستجو جاري رکندي، اتي به ماڻهن کان آڏي پڇا ڪري، سندن امتحان وٺان ۽ کين پرکيان ته انهن مان حقيقت ۾ کهڙو ڏاهو آهي ۽ کهڙو ڏاهپ جو ڍونگ رچايو ويٺو آ، پر حقيقت ۾ ڏاهو آهي ئي ڪونه؛ جيئن مان هتي، هن دنيا ۾ سوال جواب ڪندو آهيان. منصفو! ڪو ماڻهو ڇا نه قربان ڪندو، جي ڪيس اهڙو موقعو ملي جو هو ان جو امتحان وٺي ۽ پرکي. جنهن ٽراءِ جي خلاف وڏي ڪاهه جي اڳواڻي ڪئي يا يوليسس، سيسيفس يا ڪيترن ئي مردن ۽ عورتن جا نالا وٺي سگهجن ٿا. ساڻن گفتگو ڪرڻ سوال جواب ڪرڻ ۽ ائين رلي ملي وڃڻ ۾ ڪيڏي نه بي انت خوشي ۽ بي انداز سرهائي ملندي! پڪ ڄاڻو ته هن دنيا ۾ سوال جواب ڪرڻ تي ڪنهن کي به موت جي سزا نه ملندي آهي. ڇوته اتي اسان جي مقابلي ۾ وڌيڪ خوش به آهن ۽ باقي بچيل وقت لاءِ امر به آهن؛ جيڪڏهن جيئن اسان کي ٻڌايو ويجي ٿو، اهو سڀ واقعي سچ به آهي.

تنهن ڪري اي مانوارا منصفو! اوهان به موت بابت سٺي آس ۽ وسواس رکو، ۽ اهو سچ هيئن سان هنڊايو ته سٺي ماڻهو کي پنهنجي زندگي ۾ توڙي موت کان پوءِ، ڪوبه نقصان رسي نٿو سگهي. سندس جند جان کان ۽ سندس معاملن کان ديوتاؤن غافل نٿا رهن ۽ مون سان هي جيڪي ڪجهه وهيو واپرايو

آهي، سو به پنهنجي ليکي يا اتفاق سان ڪونه ٿيو آهي. پر مان صاف سمجهان ٿو ته اهو وقت اچي پهتو هو، جڏهن منهنجي لاءِ موت ئي بهتر هيو ته جيئڻ گهٽڻ آزارن کان آزاد ٿيان. انِ سبب ڪري ئي مون کي الاهي نشانيءَ ڪنهن به ڳالهه تي ڪا روڪ ٽوڪ ڪانه ڪئي ۽ ان ئي سبب ڪري انهن کان ڪاوڙ به نه اٿم، جن مون تي الزام هنيا آهن ۽ نه ئي انهن کان آرهو آهيان، جن مونکي ڏوهي قرار ڏئي سزا ڏني آهي. انهن پنهي مونکي ڪوبه نقصان نه پهچايو آهي. جيتوڻيڪ مون تي الزام هڻڻ ۽ سزا ڏيڻ مهل، هنن جو مطلب مون سان ڪا چڱائي ڪرڻ نه، پر ايذائڻ ئي هيو، پوءِ ربگو ان ڳالهه جي ئي مان کين ميار ڏيان ٿو.

مان کين ربگو هڪڙو عرض ڪندس: معززو! جڏهن منهنجا پٽڙا وڏا ٿين ته کين به سزا ڏجو. کين به اهڙا ڏک ڏئي، پنهنجو بدلو چڪائجو، جهڙا ڏک مان اوهان کي ڏنا آهن، جڏهن اوهان ائين محسوس ڪيو ته هو سچائي ۽ سٺائي کان وڌيڪ پئسي ڏوڪڙ يا ٻي ڪنهن شيءِ جو خيال رکن ٿا، يا هو پاڻ کي ڪجهه سمجهڻ لڳن، جڏهن ته حقيقت ۾ ڪجهه به نه هجن. کين به چنبجو جيئن مان اوهان کي چنبيندو آهيان، جڏهن هو ان جي پرواهه نه ڪن. جنهن جي ڪرڻ گهرجي ۽ پاڻ کي لائق سمجهڻ لڳن؛ جڏهن ته حقيقت ۾ ذري جي به لائق نه هجن. جي ائين ڪيو ته پوءِ اوهان چئڻ مون سان ۽ منهنجي پٽڙن سان انصاف ڪري چڪؤ.

۽ هاڻي جدائي جو وقت اچي پيڙو ٿيو آهي. اسان پنهنجي پنهنجي راهن تي روانا ٿيون ٿا- مان موت جي راهه تي ۽ اوهان زندگيءَ جي راه تي. اسان مان ڪير بهتر راهه جو پانڌيڙو آهي، سا سڌ ڪنهن کي ڪانهي، سواءِ خدا جي.

1- جيڪس تہ هتي ’فليري‘ لفظ کي ٺوڪ طور ’گنجي‘ جي معنيٰ ۾ استعمال ڪيو ويو آهي.

2- يونان ۾ رات جي مانيءَ تي آيل مهمان، صوفي تي ڪاٺي ٻانهن/ ٽوڪ تي ٽيڪجي ويهندا هئا. انهن موقعن تي صوفي تي عام طور ٻہ ڄڻا ماڻهو سگهندا هئا. رڳو عورتون ئي ماني کائڻ لاءِ ڪرسي تي ويهنديون هيون ۽ وڏ گهراڻي جون عورتون وري دعوت ۾ موجود نہ هونديون هيون. ڪاڌو ننڍڙين، ٽيڻن وارين، ميزن تي رکي کارايو ويندو هو. ويهڻ جي لحاظ کان مان مرتبي واري جڳهہ، ان صوفي جي ڪاٻي پاسي ڏانهن هوندي هئي، جيڪو ڪاٻي پاسي يا ڪنڊ ۾ پيل هوندو هو ۽ ساڄي پاسي واري صوفيٰ تي ميزبان، ويهندو هو. اتي ان وقت تائين اگيٿون، اڪيلو ئي ويٺو هو، جيستائين سندس ساڄي پاسي سقراط اچي ويٺو. جڏهن آخري گهڙين ۾ السيبيادس اچي نڪري ٿو تہ هو ٻنهي جي وچ ۾ ويهي رهي ٿو. جنهن ترتيب ۾ هي ٽئي ڄڻا ويٺا آهن: (اگيٿون- السيبيادس- سقراط) سا ترتيب هن ڊائلاگ جي آخري منظر کي سمجهڻ لاءِ اهم آهي.

3- مَڌ پيئڻ واري مجلس، جيڪا مانيءَ جي دعوت کان پوءِ ٿيندي هئي، سا مختلف هوندي هئي ۽ مقرر اصولن ۽ آدابن تحت ٿيندي هئي. عام طور تي ان ۾ ڳائڻ وڄائڻ ۽ ناچ شامل هوندو هو. روايتي طور تي، شروعات ڪرڻ مهل هڪڙو ڄڻو مجلس جو مهنداز يا ساقي ٿيندو هو، جيڪو باقاعده پيئڻ تي ضابطو رکندو هو ۽ پيگ ۾ ڪيترو مڌ پرجي يا مڌ ۾ ڪيترو پاڻي ملائجي، ان بابت هدايت ۽ مشورو ڏيندو هو.

4- افلاطون جي هڪ ٻئي ڊائلاگ ’پروٽاگورس‘ ۾ بہ اهڙي قسم جو ذڪر اچي ٿو. جنهن ۾ اهو آهي تہ غير سنجيده ۽ گهٽ عقل ۽ فهم وارا ماڻهو شراب پيئڻ مهل ناچڻين يا بانسري يا ستار وڄائيندڙ ڇوڪرين کي تمام وڏن پئسن تي گهرائن ٿا ۽ پاڻ وندرائن ٿا. جڏهن تہ معزز ۽ سنجيده، عقل ۽ فهم وارا ماڻهو، مڌ پيئڻ مهل پاڻ کي پنهنجي ئي سرن يعني بحث مباحثي ۽ گفتگو ذريعي، واري واري سان ڳالهائي لطف اندوز ٿين ٿا. شان وارن جي اهائي شانائتي ڳالهہ ڄڻبي.

5- هيڊِس: ’ٻي دنيا‘ يا ’هيٺين دنيا‘: اوائلي يوناني مذهبي عقيدن موجب ان هنڌ کي چيو ويندو هو، جتي مرڻ کان پوءِ ماڻهو ايندا آهن. جيئن اسلام ۾ آخرت جو تصور آهي.

6- ايفروڊائيٽ: حسن، خوبصورتي ۽ عشق ۽ پيار جي ديوي، رومي کيس 'وينس' جي نالي سان سڏيندا آهن. سندس ڄمڻ جا ٻه قصا آهن. پهريون ته هوءَ زيوس ديوتا ۽ ڊايوني جي ڌيءَ آهي. ٻي قصي مطابق جڏهن يورينس ديوتا جي پٽ ڪروناس پنهنجي پيءُ جا جنسي عضوا وڍي، سمنڊ ۾ اڇلايا ته ان رت منجهان، جيڪا سمنڊ ۾ ڪري، لهرن جي گهرائي منجهان ايفروڊائيٽ پيدا ٿي، اهڙي حسين ۽ ايڏي سفيد جهڙي اڇي، گَج. ائين ان جي پيدا ٿيڻ کان پوءِ ئي پيار به پيدا ٿيو ۽ انسانن ۽ ديوتائن تي پيار جي حڪمراني شروع ٿي.

7- اسپارٽا، بوئيوٽا: اسپارٽا جي شهري رياست هم جنسي لاڳاپن ڪري مشهور هئي، جن جو سبب اتان جي حڪومت جي سخت نظم و ضبط جهڙن فوجي قانونن ۽ شهرين جي ٻئرڪن جهڙي زندگي گذارڻ ڪري هئو. بوئيوٽا وري پنهنجي رهاڪن جي گهٽ عقل ۽ فهم جي حوالي کان مشهور هو.

8- انگريزي جي مختلف ترجمن ۾ ڪٿي 'پارسي' ڪٿي 'جهنگلي' ۽ ڪٿي 'غير يوناني' لفظ آيل آهي.

9- هپياس ۽ هپارڪس: اٿينس جا ٻه آمر حڪمران ڀائر هئا، جن اٿينس تي 514 ق-م ۾ حڪمراني ڪئي. هپارڪس پهريائين هرموديس سان ياري رکڻ جي ڪوشش ڪئي. پر ناڪام ٿيڻ تي، هن جي ڀيڻ جي بي حرمتي ڪئي. ان ڳالهه تي هرموديس ۽ هن جي عاشق ارسٽوگيٽن، گڏجي ٻنهي آمر ڀائرن کي قتل ڪرڻ جو منصوبو ٺاهيو، پر هنن سان دوهه ٿي ويو ۽ منصوبو پڪڙجي پيو. هرموديس موقعي تي مارجي ويو ۽ ارسٽو گيٽن پڪڙجي پيو، جيڪو بعد ۾ تشدد سبب مري ويو. بهرحال ڪجهه ئي وقت کان پوءِ ٻنهي ڀائرن جي آمرانه حڪومت به ختم ٿي وئي. جيتوڻيڪ ان سڄي معاملي جو بنياد ذاتي هيو، پر هرموديس ۽ ارسٽوگيٽن عوام جي دلين ۾ آمر حڪمرانن جا هٽائيندڙ ۽ آزادي جا علمبردار ليکيا ويندا هئا، هنن ڇڻ شهيدن جو رتبو حاصل ڪري ورتو هو. هتي هن حوالي جو مقصد اهو ڏيکارڻ آهي ته پيار جو ٻنڌڻ ۽ رشتو ڪيترو نه مضبوط ٿئي ٿو، جو صرف ٻه ڄڻا به جن جو هڪٻئي سان پيار آهي، آمر ۽ جابر حڪمرانن خلاف اٿي ڪڙا ٿين ٿا.

10- اوٽس ۽ ايفيالٽس: ٻه ديوَ يا راڪاس هئا. جن آسمان تي چڙهڻ لاءِ 'پيلين' جبل کي 'اوسا' جبل جي مٿان ڪٿي رکيو هو. جيڪو وري اصل ۾ 'اولمپس' جبل جي مٿان رکيو هئائون. پر اپالو ديوتا کين ماري ڇڏيو.

11- هيفائيٽس: باهه ۽ ڌاتو گري جو ديوتا.

12- سرِيمن ڪلياڻ ۾ شاهه لطيف جي هڪ شعر جي هي سٽ به ڪجهه اهو مفهوم رکي ٿي.

"آئي سي ايڪ ٿيا، جي ڳتا نينهن ڳري"

– معنيٰ: جي محبت جي چنبي ۾ اڙيا، سي رجي هڪ ٿي ويا.

13- آئيپٽس ۽ ڪروناس: يوناني ڏند ڪٿائن موجب اهي يورينس (آسمان) ۽ گائيا (ڌرتي) جا ٻه پٽ هئا. اهي ديوتائن جي پهرين پيڙهي ۾ شمار ڪيا وڃن ٿا. هو تمام آڳاٽا ديوتا هئا. زيوس ديوتا ڪان به اڳ جا.

14- هيسئائڊ: اهڙن ڪيترن ئي واقعن جو ذڪر ڪيو آهي: مثلاً ڪروناس ديوتا جو پنهنجي پيءُ يوريتس جا عضوا وڍڻ، سائڪلوپس ۽ هڪ سؤ ٻانهن وارن راڪاسن جو قيد ٿيڻ، ڪروناس ديوتا جو پنهنجي پٽن کي ڳِهڻ، زيوس ديوتا ۽ يورينس جي پٽن وچ ۾ جنگ وغيره- اهي سڀ يوناني ڏند ڪٿائون آهن.

15- آيٽي: گمراهي، خرابي، لچائي جي ديوي، جنهن کي آسمان مان ديوتائن تڙي ڪڍيو. هوءَ پوءِ اچي ڌرتي تي انسانن جي وچ ۾ رهي پئي ۽ انهن کي گمراهي ۽ بدڪاري ڏانهن ڌڪيندي ۽ اڪسائيندي رهي ٿي. (جيئن اسلام ۾ شيطان جو تصور آهي.)

16- شاعر جنهن يوناني لفظ جو ترجمو آهي، تنهن جي معنيٰ تخليق ڪار به آهي، ۽ هتي ان کي اهڙي معنيٰ ۾ استعمال ڪيو ويو آهي.

17- گورگياس جي گورگين مٿي: گورگياس هڪ مڃيل سافسٽ ۽ مقرر هيو. تقرير جي آخر ۾ ننڍين ننڍين، هم وزن هڪ جيترن جملن جو جڙاءُ، گورگياس جي تقرير جي خاصيت هوندي هئي. 'گورگين مٿي' مان سقراط جو مطلب ۽ اشارو هي آهي: گورگنس ٽي ڏائڻيون هونديون هيون. ٽئي ڀينر هيون. انهن جو مٿو تمام وڏو ۽ پوائتو هوندو هيو ۽ هنن جي مٿي تي وارن بدران نانگ هوندا هئا. ڏند ايترا وڏا هئن، جيڏي سوئر جي سوئِيد ۽ اکيون تمام وڏيون، جيڪو هنن ڏي ڏسندو هو، سو ڏسڻ شرط پٿر پهڻ ٿي ويندو هو. سقراط گورگياس جي مشابهت مان اهو چوڻ چاهي ٿو ته گورگياس جهڙي سٺي تقرير ڪان پوءِ، هاڻي هن جي ڳالهائڻ لاءِ ڪو مواد ئي ڪونه بچيو آهي ۽ گورگين مٿي واري مشابهت مان سندس مراد اها آهي ته هو ڪجهه ڳالهائي سگهڻ جهڙو رهيو ئي نه آهي، جو اهڙي تقرير ٻڌڻ ڪان پوءِ چڻ ته پٿرپاهڻ ٿي ويو آهي.

18- اگيٿون پنهنجي تقرير ۾ چئي چڪو ته پيار خوبصورتي سان هوندو آ.

19- هتي مختلف ۽ گهڻا نالا انگريزي ڏنا ويا آهن جو انگريزي جي مختلف ترجمن ۾ انهن ئي معنائن وارا مختلف نالا ڏنل آهن.

20- لائيڪرگس قانوندان: يونان جي هڪ نيم تاريخي نيم افسانوي شخصيت. پيدائش اٽڪل 800- 900 ق-م اسپارٽا رياست جي قانون ۽ فوج جي نئين سر جوڙجڪ ڪئي ۽ هڪ مضبوط رياست جو بنياد وڌو. هن

زمين جي نئين سر منصفانہ ورهاست ڪئي ۽ گڏيل لنگرخانن جو بنياد وڌو. سڄي يونان کي بچائڻ واري هت ڏنل حوالي جو اشارو، اسپارٽا جي هڪ مضبوط فوجي قوت جي حيثيت ۾ پارسي جنگين دوران اهم ڪردار ڏانهن آهي.

21- سولون: ڇهين صدي ق-م جي پهرين ڏهاڪي ۾ سولون کي اٿينس جي آئين ۾ سڌاري ۽ واڌاري جو ڪم سونپيو ويو. اهڙي طرح هن جي ڪوشش ۽ قدمن سان اٿينسي جمهوريت جا بنياد پيا.

22- سائلينس: سقراط جي اڪثر سائس مهاندن ۾ پيٽ ڪئي ويندي هئي. هو سدائين ڊايونيس سان گڏ هوندو هو. هن جي ظاهري شڪل ۽ عادتون سٺيون نہ هونديون هيون، هڪ گنجو، عياش، وڏي پيٽ ۽ بنهہ ويڪري نڪ وارو، جيڪو عام طور گڏهہ تي سواري ڪندو هو. پر انهن سيني ڳالهين هوندي، هن کي هڪ وڏو سالڪ: ڏاهو، رشي، اوليا ۽ نبي ڪري ليکيو ويندو هو. هو پنهنجي ڳڻن، قابليت ۽ مهارتن جو اظهار بلڪل نہ ڪندو هو، جڏهن ويجي ڪيس صفا مجبور نہ ڪيو وڃي. سائلينس سان مشابهت جو مطلب هڪ بي ڊولي ڏيک اندر ڏاهپ جي لڪل هئڻ جو آهي.

23- مارسياس: مارسياس بہ ڊايونيس سان لاڳاپيل سيٽائرس (ون ديوتائن) منجهان هڪ آهي. جن جو قد ٻندرو ۽ وار ۽ ڪن جانورن جهڙا ۽ هو بيحد قوت وارا هوندا هئا. جيئن اولمپس ۽ سائلينس ڏانهن، تيئن مارسياس ڏانهن بہ بانسري/ مُرلي جي ايجاد اربي ويندي آهي. هو بانسري ايتري تہ سٺي وڄائيندو هو، جو هڪ دفعي مقابلي ۾ اپالو ديوتا کان بہ کٽي ويو. پنهنجي شڪست تي ڪاوڙجي، اپالو ديوتا هن جي جيئري ئي کل لاهي ڇڏي.

24- السيبيادس: بهترين ۽ ذهين پر اچاتزو ۽ اُبهرو اٿينس جو سياستدان اڳواڻ ۽ فوجي ڪمانڊر. 450 ق-م ۾ ڄائو. ننڍي هوندي سقراط جي سنگت ۾ رهيو، پر 30 سالن جي عمر کان اڳ ئي ان کي الوداع چئي چڪو. جنهن دانشمندي جي گهر ۽ ذهانت جي اميد سقراط ڪانئس رکي سا هن پوري نہ ڪئي ۽ وڃي اهڙي اقتدار جي حصول ۽ حرص واري سياست ۾ اڙيو، جنهن کان سقراط کي نفرت هئي 404 ق-م ۾ هن اٿينس ڇڏي، ايشيا مائنر جي هڪ پارسي گورنر وٽ وڃي پناهہ ورتي. جنهن اسپارٽا وارن جي چوڻ ۾ اچي ڪري ڪيس قتل ڪرائي ڇڏيو.

25- سائرنس: سسلي (اٽلي) جي اولهہ طرف سمنڊ ۾ هڪ پيٽ تي، انهن جو ماڳ هوندو هو. تعداد ۾ 2 يا ٽي، هنن جو جسم هڪ وڏي پکي جهڙو ۽ مُنڍيون عورتن جون هونديون هيون. هو پنهنجي سُريلن راڳن ۽ آلاپن سان سامونڊي مسافرن کي لاچائي، رلائي ڇٽ ڪري ڇڏينديون هيون. يوليسس جڏهن اتان لنگهڻ وارو ٿيو تہ هن ٻيڙي تي سوار ساٿين جي ڪنن ۾ ميڻ پري

ڇڏي ته جيئن انهن جي قريبي سرن کان بچي ۽ پاڻ کي جهاز جي ڪوهي سان سک ٻڌي ڇڏيائين ته جيئن انهن سريلن ۽ ليائيندڙ سرن ۽ گيتن کي ٻڌي، اهڙو اشتياق به پورو ڪري ۽ گڏوگڏ انهن جو شڪار ٿيڻ کان به بچي. نجومين اڳڪٿي ڪئي هئي ته جيڪڏهن ڪنهن انهن جو راڳ ٻڌو ۽ زنده بچي ويو ته پوءِ هو مري وينديون. يوليسس جي ان واقعي کان پوءِ سائرنس پاڻ کي سمنڊ ۾ اڇلايو ۽ ساموندي ٽڪرين ۾ متجي ويون.

26- پهاڪو يا چوڻي اصل ۾ هيئن آهي ته 'شراب ۽ ٻار سچا آهن'. مطلب اهو ته شراب پيئڻ کان پوءِ ماڻهو جيئن ته هوش ۾ نه رهندو آهي، سو دل جون سڀ ڳالهيون اوڳاڇي ٻاهر ڪندو آهي ۽ ائين سڀ سچيون ڪري ويهندو آهي. ساڳئي ريت ننڍڙو ۽ معصوم ٻار به سنئون سڌو سچ ڳالهائيندو آهي، ڪا لِڪ يا ڪوڙي ڳالهه نه ڪندو آهي. الڪيبيادس کي جيئن ته شراب پيتل آهي، سو هو چوي ٿو ته مان جيڪو ڳالهائيندس سو سچ ڳالهائيندس.

27- سقراط هتي ڪيس اهو سمجهائڻ جي ڪوشش ڪري ٿو ته ماڻهو ننڍي عمر ۾ جيئن ته ناتجربيڪار هوندو آهي، ان ڪري سندس اُبهرا تجزيا ۽ رايا غلط نڪرندا آهن. پر جڏهن ماڻهو گهمي ڦري، ڏسي وائسي ۽ زماني جي لاهين چاڙهين مان گذري، عمر ۾ وڏو ٿئي ٿو، ۽ بالغ ٿئجي ٿو ته ڪيس عقل به اچي ٿو ۽ پوءِ هو اُبهرو نه پر سنجيده ٿئي ٿو. ۽ هاڻي پنهنجا رويا ۽ رايا، بسن دل جي چوڻ ۽ خواهشن تي نه، پر عقل ۽ دليلن جي بنياد تي قائم ڪري ٿو.

28- 423 ق-م جڏهن سقراط جي عمر 37 سال ۽ الڪيبيادس جي عمر اٽڪل 19 سال هئي.

29- هي اشارو ارسٽوفينز جي ناٽڪ 'بادل' ڏانهن آهي، جنهن ۾ سقراط جي ٽور ۽ چال اهڙي ڏيکاري وئي آهي.

30- بريسيڊياس: اسپارٽا جو تمام لائق، قابل ۽ ڪامياب جنرل، جنهن جنگ ۾ پنهنجي رياست کي 431 ق-م کان 422 ق-م تائين، اٿينس جي فوجن کان محفوظ رکيو، جنهن سال ۾ هو ايمفيپولس وٽ مري ويو.

31- پيريڪلس: 460 ق-م تائين اٿينس جو عظيم اڳواڻ رهيو.

32- نيسٽر ۽ اينيٽر: ترتيب وار يوناني ۽ ٽراءِ جا بزرگ سياستدان، جيڪي هومر پنهنجي 'الياڊ' ۾ چاٽايا آهن.

33- لائڪيم: هڪڙو جمنازيم (ڪثرت شالا/ آکاڙو) جتي سقراط جو اڪثر اچڻ وڃڻ ٿيندو هو. بعد ۾ ارسطو اتي پڙهائيندو هو ۽ پنهنجو مڪتب قائم ڪيو هئائين.

1- شهر جي بازار ۾ هنبدي وارن يعني ڏوڪڙ مٽيندڙن، ٻين لفظن ۾ بئنڪ وارن جا ڪائونٽر (دخل) ڪليل هوندا هئا. سقراط جو اتي ڪو ڏيتي ليتي يا ڏنڊي ڏاڙي جو معاملو ڪونه هيو، اصل ۾ اها جڳهه گفتگو، بحث مباحثي ۽ ملڻ جلڻ لاءِ موزون ۽ مناسب هوندي ۽ ليکي ويندي هئي.

2- اينيٽس ۽ سندس ساٿاري: يعني ميليٽس ۽ لائڪون. اينيٽس هڪ بااثر ڊيموڪريٽڪ اڳواڻ هو. هو انهن ٻن اڳواڻن منجهان هو، جيڪي 403 ق-م ۾ ٽيهن جابرن جي حڪومت ختم ٿيڻ کان پوءِ، پيهر بحال ڪيا ويا. ڪيس سافسٽن کان نفرت هئي ۽ هو، سقراط کي سافسٽ سمجهندو هو. ميليٽس هڪ شوخ ۽ تند نوجوان شاعر هو. هن سقراط تي داخل مقدمي جي اڳواڻي پئي ڪئي. لائڪون هڪ فصيح ۽ بليغ مقرر هيو.

3- هي اِشارو مزاحيه ناٽڪ نويس ۽ شاعر ارسٽوفينز ڏانهن آهي، جنهن جي 423 ق-م ۾ پيش ڪيل مزاحيه ناٽڪ بادل ۾ سقراط جي هَجو ڪئي وئي آهي. هن تي ٺٺولي ڪندي، ڪس هڪ بيڪار قسم جو سافسٽ، ٻتاڪي نيم-سائنسدان، مقرر ۽ هڪ لامذهب ڏيکاريو ويو آهي.

4- ناٽڪ ۾ سقراط کي هڪ پوڙهو ۽ هوا ۾ ٽنگيل هڪ وڏي ڪاري ۾ ويٺل ڏيکاريو ويو آهي. هو ان ۾ ويهي ڪري سج کي چتائي ڏسي، ان بابت سوچي رهيو آهي. مٿي هوا ۾ سندس دماغ چڱي وڏيڪ بهتر ڪم ڪري ٿو ۽ ٻيون ڪوڙ اهڙيون گهڻيون عجيب و غريب چٽرون به ناٽڪ ۾ شامل ڪيل آهن. سقراط بهرحال جاميٽري ۽ ستارن جي علم جو وڏو ڄاڻو هو.

5- سافسٽ: اوائلي يونان ۾ سافسٽ (سوفسطائي) اهڙن استادن ۽ عالمن کي چيو ويندو هو، جيڪي پنهنجي مقرر في وٺندا هئا. هو خانگي طور پڙهائيندا هئا. هو فلسفو يا بلاغت خوش بياني، تقرير وغيره جا فن سيکاريندا هئا.

6- هتي سقراط جو مطلب آهي ته هو ڪو مافوق البشر هستي يعني نورَ وغيره نه آهي. پر هو هڪ سڌي سادي فهم ۽ عقل وارو عام انسان آهي، ۽ هن کي اهو ڪجهه ئي سمجهيو ۽ سڏيو وڃي، جيڪو هو واقعي آهي. سندس اهڙي سڃاڻپ ڪانئس کسي، کيس بدنام نه ڪيو وڃي.

7- اوائلي يونان ۾ ماڻهو ڪوبه اهم ڪم، ديوتائن کان هدايت وٺڻ کان اڳ نه

ڪندا هئا. يونان ۾ تنهن وقت هونئن تہ گهڻا دارلاستخاره هوندا هئا، جتي ڪنهن پروهت يا پڃارڻ ذريعي ديوتائن سان رابطو ڪري، سوالن جا جواب گهريا ويندا هئا. ڊيلفي وٽ اپولو ديوتا جو دارلاستخاره هو. ۽ ان تي ٻين سڀني کان وڌيڪ اعتماد ڪيو ويندو ۽ عزت جي نگاهہ سان ڏٺو ويندو هيو. ان دارلاستخاري جو 8 ق-م کان 6 صدي ق-م تائين يونان جي سياسي، اقتصادي ۽ اخلاقي معاملن ۾ تمام وڏو اثر ۽ ڪردار رهيو. 'اپالو'، سج ديوتا هيو ۽ يونانين جي وڏي ديوتا 'زيوس' جو پٽ هيو ۽ ان جو ترجمان ليکيو ويندو هو.

8- هڪ عجيب و غريب قسم جيڪو سقراط ڪڏهن ڪڏهن کڻي ٿو، اهو افلاطون جي هڪ ٻئي ڊائلاگ 'گورگياس' ۾ ڪجهہ هيئن ڏٺو لکيل آهي: 'مصرين جي ديوتا، ڪتي جو قسم'. مصرين جو مختلف ديوتائن ۾ يقين هوندو هو. هو ڪيترن جانورن کي پوڄيندا هئا. ڪتي يا لومڙ واري ديوتا کي اينوبس چيو ويندو هو. پهرين عقيدن موجب هو موت جو ديوتا ليکيو ويندو هو، جيڪو فرعونن جا ساه ڪڍندو هو.

9- اناڪسا گورس: ڪلازوميني جو باشندو، 500 ق-م ۾ ڄائو. شاهوڪار گهراڻي سان تعلق هيس. پر مال ملڪيت ڇڏي، سائنس ۽ فلسفي جي حصول لاءِ گهران نڪري پيو ۽ اچي اٿينس پهتو. سندس چوڻ هو تہ مادي کي نہ تہ پيدا ڪري، نہ ئي تباهہ ڪري سگهجي ٿو. هي سموريون شيون يا تہ جڙڻ يا ڊهڻ جي عمل ڪري وجود ۾ آيون آهن. هن تي اهي الزام لڳي مقدمو هليو تہ هو چئي ٿو تہ سج هڪ ڳاڙهو تتل پٿر ۽ چنڊ مٽي جو ٺهيل آهي. ۽ واقعي هو ائين چوندو بہ هو. ان وقت تہ سج ۽ چنڊ کي ديوتا مڃيو ويندو هو. سو مٿانئس لاديني جي فتويٰ جاري ٿي ۽ موت جي سزا مليس(؟) پر پيريڪلس، جيڪو هن جو دوست هيو، تنهن پنهنجي اثر رسوخ ۽ اٽڪل سان کيس بچائي ڇڏيو. هو ائين پنهنجي جان بچائي واپس پنهنجي شهر موٽي آيو. 72 سالن جي عمر ۾ وفات ڪري ويو.

10- اڪائيلس: ڏند ڪٿائن موجب يوناني سورمو جيڪو ٽراءِ خلاف جنگ ۾ وڙهيو ۽ اڳواڻي ڪئي. سندس پيءُ ماءُ کي خبر پئي تہ هو تروجن جي جنگ ۾ مارجي ويندو. پر يوناني، اڪائيلس کانسواءِ جنگ نہ پئي کٽي سگهيا. ٽراءِ طرفان اڳواڻي هيڪٽر ڪري رهيو هو. ان جڏهن هن جي دوست پيٽروڪلس کي قتل ڪري وڌو تہ اڪائيلس ان جي بدلي وٺڻ لاءِ سنبريو. سندس ماءُ کيس جهليو، پر هو نہ مڙيو. هن هيڪٽر کي قتل ڪيو. آخر کيس بہ ڪڙي ۾ تير لڳو، جيڪا ڏند ڪٿائن موجب، سندس سڄي جسم ۾

ڪمزور حصو هئي ۽ هو مري پيو.

11- تن جڳهن جا نالا- جتي سقراط به اٿينس جي فوج سان گڏجي جنگ ۾ حصو ورتو. ڊيليم وٽ ته هن پنهنجي بهادري سبب ڏاڍو پاڻ موکيو.

12- ڪل 10 قبيلا هوندا هئا. جن مان هر قبيلو پاڻ مان 50 نمائندا، پَکن ذريعي چونڊي. 500 ڄڻن تي مشتمل ڪائونسل/ سينيٽ ۾ موڪليندو هو. هر هڪ قبيلو واري تي 35 يا 36 ڏينهن لاءِ ڪائونسل/ سينيٽ جي صدارت ڪندو هو ۽ ان جي 50 ڄڻن جي ڪميٽي پاڻ مان 10 ڄڻن تي مشتمل 'صدارتي' ڪميٽي چونڊيندي هئي، جيڪا رياستي معاملن کي منهن ڏيندي هئي- انهن ڏهن ۾ سقراط به هڪ هيو.

13- هي آرجنيوزي جي بحري جنگ ڏانهن اشارو آهي جيڪا 406 ق-م ۾ لڳي هئي. جرنيلن جي انهيءَ غفلت سبب عوامي ردعمل تمام وڏو ٿيو.

14- سيني ڏهن جرنيلن تي گڏ، هڪ ئي ٽولو ٺاهي مقدمو هلايو ويو. جڏهن ته سقراط جو چوڻ هو ته هرهڪ کي پنهنجي حصي جي ڪيل لاپرواهي مطابق الڳ مقدمو هلائي، اوتري سزا ڏني وڃي. بهرحال اڪثريت جو فيصلو منظور ٿيو ۽ انهن مان ڇهه جرنيل، جيڪي اٿينس ۾ موجود هئا. تن کي قتل ڪيو ويو.

15- هيءَ انهن جابر امراءَ جي حڪومت هئي، جن کي 'ٽيهن جي ٽولي' سڏيو ويندو هو ۽ جيڪا اٿينس جي آخري شڪست کان پوءِ 404 ق-م ۾ قائم ٿي. اٿينس ۾ جمهوريت جي پڇاڙيءَ تائين، ان نوَ (9) مهينا حڪومت ڪئي.

16- اها سرڪاري عمارت جتي ڪائونسل جي 50 ڄڻن واري ڪاروباري ڪميٽي ويهندي هئي ۽ جتان کان 'ٽيهه جابر' اقتدار تي قبضي کان پوءِ حڪومت هلائيندا هئا.

17- اوائلي يوناني شاعر، جنهن ٽروجن جنگ جي باري ۾ ڊگها زرميه شعر لکيا، جيڪي الياڊ ۽ اوڊيسي جي نالن سان مشهور آهن.

18- ڪل جج 501 هئا، جن مان 280 ڄڻن سندس مخالفت ۽ 221 ڄڻن هن جي حمايت ۾ ووٽ ڏنو. سقراط جو مطلب هتي هي آهي: سقراط تي الزام هڻندڙ هئا ٽي ڄڻا. يعني ميليٽس، اينيٽس ۽ لائڪون. سقراط تي اصل مقدمو داخل ڪرڻ وارو ميليٽس ئي هو. ۽ ٻين ٻن ڄڻن کي هو مقدمي کي طاقتور بنائڻ ۽ اهميت ڏيارڻ لاءِ ساٿاري ڪري وٺي آيو هو. ڇو ته لائڪون هڪ وڏو مقرر هيو ۽ اينيٽس هڪ بااثر ۽ ايماندار ڊيموڪريٽڪ سياستدان سمجهيو ويندو هو. سو هي مخالفت وارا 280 ووٽ ڄڻ ٽنهي جي حق ۾ وڃي پيا. معنيٰ ته

انهن مان هڪ هنڪ کي الڳ الڳ 93 ووٽ وجي پيا. سو ميليٽس پاڻ اڪيلو مدعي هجي ها ته ڪيس 93 ووٽ ملن ها. جڏهن ته ڪل ووٽ هئا 501؛ انهي حساب سان ميليٽس کي ڪل ووٽن جو پنجون حصو به نه پئي مليو. ۽ ان صورت ۾ اٿينس ۾ رائج قانون مطابق، فريادي کي پنهنجي حق ۾ پنجين حصي کان گهٽ ووٽ ڪٽڻ تي ڏنڊ ڀرڻو پوندو هو. ان سبب ڪري سقراط ائين به چئي ٿو ته، هو ميليٽس جي الزامن کان باعزت آزاد ٿي ويو آهي.

19- پرائيٽينمر: يوناني شهري- رياستن جو ٽائون هال هوندو هو. عام طور تي اتي ماجسٽريٽ رهندو هو، پر اهو هڪ قسم جو سرڪاري هوٽل هوندو هو، جتي مختلف ملڪن جي سفيرن، ولائتن کان آيل ناميارن ماڻهن، اولمپڪ رانديڪن ۾ ڪٽي اينڌڙ رانديگرن يا اهي شهري، جن شهر لاءِ تمام وڏي بهتري، ڀلائي واري ڪا خدمت سرانجام ڏني هجي، تن کي اتي مهماني ڏني ويندي هئي. اتي ٽڪڻ ۽ کائڻ پيئڻ جو سڄو خرچ حڪومت تي هوندو هو.

20- ٻي دنيا (Hades) يا هيٺين دنيا (Underworld) اوائلي يوناني مذهبي عقيدن موجب، ان هنڌ کي چيو ويندو هو، جتي مرڻ کان پوءِ ماڻهو ويندا آهن. جيئن اسلام ۾ آخرت جو تصور آهي.

انگريزي جي هيٺين ڪتابن کي آڏو رکي ترجمو ڪيو ويو:


1- **PLATO:**

By Benjamen Jowett The Viking Press Inc. 1948-1976

2- **GREAT DIALOGUES OF PLATO:**

By. W.H.D. Rouse ·A Mentor Book from: New American Library U.S.A.· 1956

3- **PLATO, THE SYMPOSIUM:**

By Walter Hamilton Penguin Books. 1951-1980

4- **PLATO:**

By Hugh Tredennick Penguin Books 1954-1973

5- **PLATO. FIVE DIALOGUES:**

By C.M.A Grube Hackett Publishing Company Indiana U.S.A. 1982

6- **PLATO:**

By Goerge Kimball Plochmann Dell Publishing Co. Inc. New Yourk U.S.A. 1973

زيوس ديوتا جو قسم، جج صاحبو! (سقراط) اِئين نٿو مڃي تہ
”سج ۽ چنڊ“ ديوتا آهن. هي چئي ٿو تہ سج پٿر جو ٺهيل
آهي ۽ چنڊ مٽيءَ جو... جيستائين منهنجي سسيءَ منجھ
ساهہ ۽ جسم ۾ جان آهي، تہ مان پنهنجي ويچارن جي پرچار
ڪان مروُن نہ مڙندس، پوءِ ڀلي مونکي انهيءَ ڪري هڪ نہ
پر سؤ ڀيرا مرڻو پوي.

ـــ ڏاهيون ڏڪ ڏسن

A ROSHNI BOOK
Philosophy
Pakistan, Rs.100/=

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڀُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪانُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۾ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي همٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، چاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ ٽهيءَ کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوءِ چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)